بيرنگ بکا باھُو، ماٺيم بيچُون نِرباني.٤- راڳ آشا پچن-٦- کيو آسيس
اوهين سرتيُون نِماڻيءَ جي نصيبن کي، ٻڌي هٿڙا ٻئي ٻاهُون سدا ساريان تي سنتن
کي -ٽيڪ- سڙي سِڪ سوز ۾ سرتيُون، گذاريان روُئندي راتيُون، وَهائي قسط مان ڪاتيُون، ڪيان
قتلام ڪرمن کي.١- دکائي دونهن دردن جا، کٽي مان ٻاڙ وچنن جا، ڪيان
کل ناس دئتن جا، جهلي من دشت دشمن کي.٢- ڪيئل جي قوُل سي پاڙيان، برهه
جي باهه مان ٻاريان، پتنگ جِئن پاڙ کي ساڙيان، پسان پنهنجي تہ پرين کي.٣-
ٻڌي هٿڙا کهي ٺيئون، ڪيان تي درد مان دانهوُن، ديا ڪريو سُٽي آهوُن، مِلان مان شال
مُحبن کي.٤- راڳ آشا پچن-٧- رام سان پيار ڪري کوئي جڳ ۾ -ٽيڪ- لوکن
سان پيار کن کي پيار ڏن سان، ڪٽنب سان پيار کن کي پيار تن سان، پاپي هلن
پيار ڪري پاپ مڳ ۾.١- پوُجا سان پيار کن کي پيار پاٺ سان، ٻيک سان پيار کن کي
پيار ناٿ سان، پيار ڪري سوُرگ سان کي لڳن ڍَڳ ۾.٢- وام سان پيار کن کي پيار
ڏام سان، کهي ٺيئون کي کي کن پيار رام سان، رام رنگ لڳو جنهنجي رڳ رڳ ۾.٣-
راڳ آشا پچن-٨- امرت ويلي جاڳ جاڳ گرمُک پيارا -ٽيڪ- امرت ويلي جاڳن
جيئي ياڳيُوان سي، کِمياوان ڪلاوان دياوان سي، شيلوان ڌِين سيئي گٽن
پندارا.١- امرت ويلي جوڳي جاڳي ڌيان ڌرن ٿا، رشي مُني نيمي پريمي پچن
ڪرن ٿا، ديوَ مِلي گيت ڳائِن سوُرگ منجهارا.٢- امرت ويلي جاڳي هل ساڌ سنگ ۾،

روم روم پنهنجو رنگ رام رنگ ۾، جهاتي پائي اندر ڏسُ نرمل نِظارا.٣- کهي ٿيئون آلس ڇڏي هاٿي جاڳ توُن، کايا مايا کٽنب سندو موهه تياڳ توُن، ستگر کان گيان وٺي ميٽ موُنجهارا.٤- راڳ آشا پچن-٩- گروُ توُن بچاءِ موُنکي پاري جم چوٽ کان. -ٽيڪ- تنهنجي مان شرڻ آهيان، تنهنجا مان چرڻ ڏيايان، ٻيو نا آڌار پانيان، تنهنجي بِن اوٽ کان.١- نام سندي ٻيڙي چاڙهي، ساگر مان پار اُکاري، ستگر کڍ کرپا ڌاري، کرمن جي کوٽ کان.٢- آتم جو ٻوڌ ٻُڌائي، سنسا ۽ پرم مٽائي، وٺ توُن گروُديوَ بچائي، پاپن جي پوٽ کان.٣- کهي ٿيئون ننگ نيائِج، منهنجي توُن لاج بچائِج، شاهن جا شاهه ڇڏائِج، خوديءَ جي کوٽ کان.٤- راڳ آشا پچن-١٠- سؤدو کر سچ جو سياڻا سمجهي سنسار ۾ -ٽيڪ- سچ جو توُن وڻج وِهائج، سچ جي توُن کار کمائج، هردم توُن پريتي لائج، سچ جي وهنوار ۾.١- سچ جهڙو جاپ نہ کوئي، سچ جهڙو تاپ نہ کوئي، صاحب پيِ ٿئي تو راضي، سچ جي گفتار ۾.٢- سچ جهڙو کرم نہ کوئي، سچ جهڙو ڌرم نہ کوئي، سچ سڀ جو ٻيڙو تاري، ساگر جي ڌار ۾.٣- سچ کان توُن منهُن نا موڙِج، تن من ڌن سچ تان گهورِج، کهي ٿيئون سچ سان سُهندين، هر جي دربار ۾.٤- راڳ آشا پچن-١١- ستگر ڏي دان موُنکي پنهنجي توُن نام جو. -ٽيڪ- تن ۾ نا حَرج رهي کو، من ۾ نا مرض رهي کو، سِر تي نا قرض رهي کو، ڏسُ ڏي آرام جو.١- ڏُرمَت کي ناس کيان مان، گرمَت ۾ واس کيان مان، سُواسن

سان روز ڪيان مان، سُمرن سُکڌام جو.٢- سنتن جو سنگ ڏي مون، رام سندو رنگ ڏي مون، من
۾ امنگ ڏي مون، درشن تئي رام جو.٣- کهي ٽيئون ڌيان ڏي مون، آتم جو گيان ڏي مون، وويڪ
وگيان ڏي مون، نرييہ نِج گام جو.٤- راڳ آشا پچن-١٢- ستگر تون راهہ
سُڌائج، مونکي ڪلياڻ جي، شرڌا سان واٽ پيارا، پُڇ تون وگيان جي -ٽيڪ- هِردو
ڪيئن صاف ڪيان مان؟ پاپن کان پاسو ڪر تون، پاپن کان ڪيئن هٽان مان؟ ڀَڻِہ
ڪر ڀڳوان جي.١- جيوَن ڪيئن سڦلو ٿيندو؟ وئرٿ نا وقت وِڃائج، سمون ڪيئن
سڦلو ڪريان؟ مت وٺ گر گيان جي.٢- ستگر ڪيئن گيان ڏيندو؟ شرڌا سان سيوا ڪر
تون، گر سيوا ڪيئن ڪريان مان؟ ممتا ڇڏ مانَ جي.٣- کهي ٽيئون ستگر منهنجي، من مان
ڪيئن مانُ ويندو؟ جُونو تن ڄاڻي ڇڏ تون، آشا ايمان جي.٤- راڳ آشا پچن-١٣-
سچ جي تڪڙي توري، ڪُوڙ ڪي ڪِڏ تون ڪوري -ٽيڪ- سچ ڪي سپ هنڌ مانُ ملي ٿو،
صاحب در ۾ شان مِلي ٿو، تنهن سان ڇڏ جيءُ جوڙي.١- ڪُوڙ ڪاغذ جي ٻيڙي ڄاڻج،
سچ ڪاٺ جي ناوَ پڇاڻج، لهر نہ تنهنکي لوڙهي.٢- کهي ٽيئون ڪر پريتي سچ سان، دِل
نہ لائج ڪُوڙي ڪچ سان، سچ جي مالا سوري.٣- راڳ آشا پچن-١٤- وقت وِڃاءِ
نہ ويهي ويهي، پاڻ اندر پَسُ پيهي -ٽيڪ- منش چولي جو قدر سڃاڻي، سواس امولڪ
ماڻڪ ڄاڻي، سڦلي ڪر تون ديهي.١- جُوني جڳ کان ڪر تون گوشو، رام پچن جو
ڪڻ تون توشو، ڇڏي خيال سيئي.٢- شرڌا سان ڪر سيوا گر جي، سُڌ لهہ پنهنجي آتم

گهر جي، پاءِ سوَروُپ سنيهي.٣- کهي ٽيئون ڪٽ جوُڻ چؤراسي، امراپور جو ٿيءُ ٿوُن
واسي، جنم مرڻ ڪٽ ٻيئي.٤- راڳ آشا پچن-١٥- سنگر ڪي هٿ جوڙي جوڙي،
سِر پنهنجو ڏي گهوري -ٽيڪ- گر چرنن جي ڪر توُن سيوا، پائج پوُرڻ آتم ديوا،
ٻنڌن جڳ جا ڇوڙي.١- گر منتر ۾ سُرت سمائج، گر موُرت ۾ نِرت مِلائج،
مايا ڪان منهن موڙي.٢- سمتا جي وٺ سمجهه گرن ڪان، ٻوڌ سندي وٺ ٻوُجهه گرن ڪان،
ٻيائي ڇڏ توُن ٻوڙي.٣- کهي ٽيئون گر گوبند جاٽي، شرڌا سان پڙهه تنهنجي ٻاٽي،ٽڳا
دنيا جا ٽوڙي.٤- راڳ آشا پچن-١٦- سنتن جو سنگ تاري تاري، ليکو جم جو واري.
-ٽيڪ- سنتن جو سنگ آ سکڪاري، اؤکيءُ ۾ تو ڏي دلداري، دک درد
سڀ ٽاري.١- سنتن جو سنگ پاوَن آهي، نيچ منجهان تو اوُچ بڻائي، من جي مئل
نواري.٢- سنتن جو سنگ سيتل آهي، تن من جا تو تاپ مٽائي، تتل دِل کي ٺاري.٣-
کهي ٽيئون سنتن سنگ ڪر توُن، ڀيد ڀرم سنسا سڀ هر توُن، وچن تِنجا ڌاري.٤-
راڳ آشا پچن-١٧- سنتن جي آئي ٽولي ٽولي، منڙي جنجي ٻولي -ٽيڪ-
سنتن جو چِت نرمل آهي، ياڳ پريو ڪو درشن پائي، ڳائن هردم هولي.١-
سنتن جي آ منهن ۾ مٺيا، گڻ انهن جا کهڙا ڳٽيان، درشن تان وچان گهولي.٢-
سنت سچا اپديش سُٽائن، موُڙهن کي ٿا راهه لڳائن، کوٺي گٺن جي کولي.٣-
سنت سچن جي سندر منڊلي، کهي ٽيئون آ پاپن کنڊلي، لعل رتل ٿن چولي.٤-

راڳ آشا بچن-١٨- جي پيالو پريم پي وِيا، سي جڳ ۾ امر ٿي ويا -ٽيڪ-
پيتو ڌُروَ پهلاجا، سَريا تِنجا تہ ڪاجا، هري رنگ ۾ سي رچي ويا.١- پيتو
ڏني جاٽ ميران، رويداسي ڀڳت ڪبيرا، ايشور جي در آگهي ويا.٢- پيتو پيپي سُڌامي،
نايي جئديوَ نامي، مالڪ سان سي ملي ويا.٣- پيتو جن پريم پيالو، ڪهي ٽيئون
امر تن نالو، جم ليکي ڪان بچي ويا.٤- راڳ آشا بچن-١٩- پريم پريؤءِ
سان پائين تہ پائي وٺ، ڳڻ گوبند جا ڳائين تہ ڳائي وٺ -ٽيڪ- مانش چولو امولڪ آهي
يوڳ وِشيہ ۾ ڇڏ نہ وڃائي، لِنوَ لعلڻ سان لائين تہ لائي وٺ.١- اهڙو ويلو هٿ
نا ايندءِ، رام بچن بڻُ جم ڏک ڏيندءِ، رام سچي کي ريجهائين ريجهائي وٺ.٢- دِل
دنيا ڪان دوُر هٽائي، موهہ ممت کي ڇڏج مٽائي، من مالڪ سان ملائين ملائي
وٺ.٣- ڪهي ٽيئون ڪر وقت سجايو، غفلت ۾ توُن ڪر نہ اجايو، ڪار سچي ڪا
ڪمائين ڪمائي وٺ.٤- راڳ آشا بچن-٢٠- پياري وس ڪر پنهنجو خيال،
خيال روڪڻ سان خاوند مِلندءِ داتا دين ديال -ٽيڪ- خيال پنهنجي کي خيال
سان روڪي من جي سُڌارج چال، گروُ منتر سان سُرت ملائي جنم مرڻ ڪٽ جال.١-
خيال بگاڙي خيال سُڌاري خيال ڪري خوشحال، خيال ئي بوڙي خيال ئي تاري
خيال ڪٽي يَوَ ڪال.٢- خيال مڪت آ خيال بنڌن آ خيال ئي آهہ جنجال،
خيال ئي جوڙي خيال وِڇوڙي خيال ڪري تو نهال.٣- ڪهي ٽيئون رک خيال پويتر

تئين لعلن جو لعل، خيال خوديءَ جو ڪڍي اندر مان پائج پُرش اُڪال.۴- راڳ آشا پچن-۲۱- جڳ ۾ تي آئين انسان، ڪم انساني ڪر تون پيارا، ڪين بڻج حيوان -ٽيڪ- شان شرم ۽ مان مرم سان هلج رکي تون ڏيان، چوري ياري جوئا نه ڪر تون ماس نه کاءُ اجان.۱- ڪپٽ ايرشا ڪڍي اندر مان پريم رکج پرڏان، ستگر اڳيان سيس نوائج حُجت ڇڏي ايمان.۲- رسنا سان سچ ٻولج منڙو ڪوڙ نه ٻول سُجان، ڪتا ڪيرتن سُٽي ڪنن سان دُرمت هر اڳيان.۳- اکين سان ڏِس ست پُرشن کي غيرت ڇڏي گمان، ٿهل هٿن سان ڪري هميشه ڏن جو ڏي تون دان.۴- ڪهي ٽيئون ڏر ڏيان گرن جو سُمر شري ڀڳوان، من کي ماري شانتي ڌاري ڪر پنهنجو ڪلياڻ.۵- راڳ آشا پچن-۲۲- من تون هيرو جنم نه هار، سمجهي سمجهي هل تون جڳ ۾ مانش جنم سڌار -ٽيڪ- ڪوڙ ڪپٽ جو ڪر نا ڏنڌو سچ جي ڪر تون ڪار، دين دکين جي ڪر تون سيوا ديا ڌرم کي ڌار.۱- پاپ ڪرم کان ڪر تون پاسو ڪام ڪروڌ نِوار، آشا ترشنا چنتا تياڳي شانتيءَ ساڻ گذار.۲- سِيل سنتوش صبر کي ڌاري موهه ممت کي مار، هردم اوگڻ ڏس تون پنهنجا ٻين جا ڪين نهار.۳- سنتن جو ستسنگ سُٽي تون تِن جا وچن وچار، ڪهي ٽيئون گرو نام ڌيائي جنم مرڻ پئي ٽار.۴- راڳ آشا پچن-۲۳- آتم جو ديدار ڪر من آتم جو ديدار -ٽيڪ- نِت ابناسي

آتم آهي، پورڻ برهم پرماتم آهي، جوُنو جڳت اناتم آهي، ايهو کر ويچار.١-
جوُنئي جڳ کان کري کنارو، ستگر سنتن جو وٺ لارو، گيان سُٽي کر آتم
نيارو، تياڳي تن اهنڪار.٢- پنجن ڪوشن جو پڙدو لاهي، اندر ڏس توُن ڌيان
لڳائي، انيؤ ڪرتا آتم آهي، ست چت آنند سار.٣- کهي ٽيئون گروُ شبد وچاري،
لکشٽا سان نِج روُپ نهاري، پيد پرم کي ترت نواري، پائيج موکش دوار.۴- راڳ
آشا پچن-٢۴- سواس جي مالا سور جگياسوُ، سواس جي مالا سور -ٽيڪ- سواس
جي مالا سور سويلو، آسڻ ماري ويهه اکيلو، من موهن سان کر توُن ميلو، اور
انهيءَ سان اور.١- سواس جي بولي سهي سڃاڻج، انئي پهر اندر ۾ آڻج،
مؤج ملي توُن تنهن سان ماڻج، چيتن تي سا چور.٢- سواسن روُپي شُکتي آهي،
شُکتيءَ ۾ هڪ موتي آهي، موتيءَ ۾ جا جوتي آهي، جوتيءَ سان جيءُ جوڙ.٣-
سواس جي مالا ڦِري سدائين، ڪنهن ڪنهن گرمُک سوجهي پائي، کهي ٽيئون جنهن
سُرت سمائي، تن من تنهن تان گهور.۴- راڳ آشا پچن-٢۵- هٿڙا جوڙي
عرض ڪيان تو منهنجي سُڻ ارداس گروُ -ٽيڪ- هردم سُمت سچي ڏي مونکي سين
سکن جي راس گروُ، ڪُمت کنيءَ کي کڍ توُن ڪوري جنم ڪيو جنهن ناس گروُ.١-
منهنجو سانگ ڪجانءِ توُن سُرهو پاتم جو ئي لِباس گروُ، مايا جي چل ۾ نا چلجان
پوُري کر هيءَ آس گروُ.٢- لائي نينهن نِيايان توسان تن ۾ جيسين سواس گروُ،

مشڪل ۾ پيي منڻ نا موڙيان اٿل رهي وشواس گرؤ.٣- پل پل نام جپيان مان
تنهنجو چرنن ۾ ڏي واس گرؤ، ڪهي ٽيئون در تنهنجي تان هيءُ دان منگي تو داس گرؤ.٤-
راڳ آشا ڀڄن-٢٦- پوُري گر جي دوار هلو سڀ پوُري گر جي دوار -ٽيڪ- گر درشن
سان تاپ مِٽن تا، جنم جنم جا پاپ گهٽن تا، جم جا قهري دوُت هٽن تا،
روز ڪيو ديدار.١- پوُري گر جو وچن ڏري جو، تنهنجو سنسو ڀرم ٽري تو، نرڪ
اگن ۾ ڪين سڙي تو، ڪيو وچن ويچار.٢- پوُري گر جو سنگ ڪري جو، رام سندو تنهن
رنگ چڙهي تو، تاري ڪُل پڻ پاڻ تري سو، سنگ ڪيو سُڪار.٣- پوُري گر ۾ شرڌا
ڌاريو، ڪهي ٽيئون نِج جنم سُڌاريو، ڌرمراءِ جو ليکو واريو، صِدق رکي
سدوار.٤- راڳ آشا ڀڄن-٢٧- غافل تي غفلت ۾ بندا مانش جنم نہ
رول -ٽيڪ- ديهہ امولڪ تو جا پاتي، قيمت تنهنجي ڪين سُڃاتي، غفلت ۾
ڪيئہِ غرق حياتي، هاڻ تہ اکڙيوُن کول.١- جا مايا تو ڪيڙي پياري، سا تي
زهري ناڱڻ ڪاري، نيٺ ڏنگيندءِ موُنيد اناڙي، تنهن ۾ چت نا ڏول.٢- هي جڳ
سڀ ڪي ڇڏڻو آهي، آخر هِتڙان لڏڻو آهي، ڪنهنکي نا گهر اڏڻو آهي،
ڳالهہ انهيءَ کي تول.٣- ڪهي ٽيئون آ ڪال قهاري، ڪين ڇڏيندءِ ڪر هوشياري،
ڀڄن ڪرڻ جي تي هيءَ واري، رام نام توُن ٻول.٤- راڳ آشا ڀڄن-٢٨- جڳ
۾ پاپ ڪمائي پنهنجو هيرو جنم نہ هار بندا -ٽيڪ- مانش جنم امولڪ پاتئہِ،

مُورک تنهنجو قدر نہ ڄاتئہ، پاپن سان ڇو نينهڙو لاتئہ، رُئنديں زارون زار بند١.١-
پاپ ڪري ڇو پيٽ ڀرين ٿو، ڏينهن ٿي نا ديا ڏرين ٿو، ايڏو ڇو ايمان ڪرين ٿو،
ڀڳوت جو پؤ ڏار بند١.٢- ڪال ڇنبي ۾ جڏهين چڙهنديں، هئہ هئہ جا هٿ تڏهين هٽنديں،
مُورک نرک اگن ۾ سڙنديں، ساجهر پاڻ سنڀار بند١.٣- ڪهي ٽيئون ڪر ڪار اهائي،
جنهن ۾ تنهنجي ٿئي ڀلائي، ڀلجي ڪنهن سان ڪر نہ بُرائي، ڏاڍي ٿي سرڪار بند١.۴-
راڳ آشا ڀڄن-٢٩- ڇڏ آس دنيا جي ساري تُون، وٺ مؤج فقيرن واري
تُون -ٽيڪ- ساري آيُو وئرٿ ويئي، آتم گهر جي بُوجهہ نہ پيئي، پاڻ ڀَسِڄ خود پاڻ ۾
پيهي، هاڻ ڪري هوشياري تُون.١- ڏسي دنيا جا رنگ تماشا، مُوڙ نہ ڪر تُون ٽِن جي
آشا، رکي هميشھ خيال خُلاصا، موهہ سندي ڪٽ ڄاري تُون.٢- جيڪا پريوۂ بٽٽ
بٽائي، تنهن ۾ راضي رهِج سدائين، هي من ڇڏ بکواد اجائي، صبر ڪري ڪٽ ساري تُون.٣-
ڪهي ٽيئون پيءُ پريم پيالو ، لوڪ ٽنهي ڪان رهي نرالو، نام نشي ۾ ٿي متوالو،
بيخود چاڙهہ خماري تُون.۴- راڳ آشا ڀڄن-٣٠- ڏيان هريءَ جو ڏار ڏار
ڏار ايها ويل ٿئي -ٽيڪ- مانش جنم وري نا ملندءِ، اهڙو ڀاڳ ڪڏهن نا
ڪلندءِ، ڪر سُمرڻ جي ڪار.١- ساٿي جِن ڪي وينين ڇاڏي، اؤکيءَ ۾ سي ٿين نہ
ساٿي، موهہ تنين جو ٽار.٢- جپ تپ سنجم ڀڪتي ڀلائي، توسان ٿيندا سدا سهائي،
ٽِن ڪي دل ۾ ڏار.٣- ڪهي ٽيئون ڪر سنگ سنتن جو، پيءُ تُون پيالو رام ڀڄن جو،

بيڙو جڳ مان تار۴- راڳ آشا پچن-۳۱- ات جاڳ جاڳ بندا، امرت ويلي نام جپي توُن کولهہ پنهنجو ڀاڳ بندا -ٽيڪ- امرت ويلي رهي نرالو، پيءُ توُن پريتم پريم پيالو. نام جپڻ ۾ تي متوالو، ترشنا جو کر تياڳ بندا۱.۱- امرت ويلي چوڙ اُپاڌي، سهج سوَروُپ ۾ لاءِ سماڌي. آتم جو سُک پاءِ انادي، تامين کر انوُراڳ بندا۲.۱- امرت ويلا آهہ عجائب، سواس سواس ۾ سُمرج صاحب. پوُري گر کي کر توُن راحب، ماڻ سچو تہ سُهاڳ بندا۳.۱- کهي ٽيئون ڏس اکڙيوُن کولي، اندر وينو کير تو ٻولي. لعل انهيءَ کي لڀ توُن ڳولهي، جڳ کان کري وِراڳ بندا۴.۱- راڳ آشا پچن-۳۲- ات ٻول ٻول ٻول بندا، امرت ويلي نِنڊ مان جاڳي رام نام توُن ٻول بندا -ٽيڪ- سِج ايري سِر آيو هاٽي، اڃان سمهين تو چادر تاڻي. مؤُج سچي نا جاڳي ماڻين، رهي گرن جي کول بندا۱.۱- رام نام جي ٻولي ٻولي، من بالک کي ڏي توُن لولي. چاهہ سچي جي پائي چولي، پريتم پنهنجو ڳولهہ بندا۲.۱- کهي ٽيئون کر بات پِريَن جي، تن اندر کر تات پِريَن جي. لوُنوَ لوُنوَ ۾ کر لات پِريَن جي، تن من تِن تان گهول بندا۳.۱- راڳ آشا پچن-۳۳- من سور سور سور اُتي، امرت ويلي سواس جي مالا چيتن تي سا چور اُتي -ٽيڪ- سواس جي مالا سوري جوئي، ڀاڳن وارو آهي سوئي. پوُرڻ پد کي پائي ووهي، توُن پي تنهنکي اور اتي۱.۱- سواس جي مالا آ سکدائي، انتکال ۾ ٿئي سهائي. ڌرمراءِ نا کري لڙائي، تنهن ۾

جيءَ ڪي جوڙ اٿي.٢- ڪاٺ جي مالا ڦِري هٿن ۾، ڪنٺ جي مالا ڪنٺ گلن ۾.
سواس جي مالا ڦِري دمن ۾، خيال تنهين ۾ ڪوڙ اٿي.٣- سواس جي مالا سورڻ
اؤلي، ستگر دواران ٽئي ٿي سؤلي. ٽانتي ٽيئون ٿي گر گولي، شبد سواس سان ٽور اٿي.٤-
راڳ آشا پچن-٣٤- وٺ لعل لعل لعل لعل لهي، جهاتي پائي جيءَ پنهنجي ۾ لوچي وٺ
توُن لعل لهي -ٽيڪ- لعل پري ڪڇ توڪان ناهي، لعل امولڪ توُن هي آهين. ڇو نہ پاڻ ڪي
پاڻ ۾ پائين، حال اندر برحال رهي.١- اٿهوُندي پولي تہ ٻُلائِيَہِ ، سچ ڇڏي ڪڇ
ڪي تہ ڪمائِيَہِ. ڪوُڙي سنگ ۾ دوکو پائِيَہِ، جوُنو سِر جنجال سهي.٢- دمڪ لعل جي
آهہ نرالي، خودي ڇڏي تنهن ڏسي جو خيالي. سچي جڳت جو ٽئي سو والي، پل ۾ ڪري
نهال مَهي.٣- ڪهي ٽيئون تي پڙدا لاهي، لعل امولڪ ڏس توُن ناهي. پوُرڻ پد ڪي وٺ
توُن پائي، چرن ڪمل گر ديال گهي.٤- راڳ آشا پچن-٣٥- ڪر ڪار ڪار
ڪار بندا، رام پچن جي ڪار ڪري وٺ من ۾ ٿي هوشيار بندا -ٽيڪ- هِڪ خوُف
ڪجانءِ توُن خالق جو، ٻيو رايو مڇ توُن مالڪ جو. ٽِيون سنگ ڪجانءِ ڪنهن سالڪ
جو، چوٿون چڱو رکج ويچار بندا.١- هڪ غريبت ساڻ گذارج توُن، ٻيو
ٻيائي من جي ٻارج توُن. ٽِيون ترشنا تمنا ٽارج توُن، چوٿون تن جو ڇڏ اهنڪار
بندا.٢- هڪ سڀ سان منڙو ٻولج توُن، ٻيو عئب نہ ڪنهنجو ڪولج توُن. ٽِيون
لعل اندر ۾ ڳولهج توُن، چوٿون سچ جو ڪر وهنوار بندا.٣- هڪ جيءُ هريءَ

سان جوڙج توُن، پيو مايا کان من موڙج توُن، تيون تيئون ٻنڌن توڙج توُن، چوٿون پائج
پد نِرڌار ٻندا.۴- راڳ آشا ٻچن-۳٦- منڙا غفلت ۾ نہ گذار -ٽيڪ.
غفلت توکي جيءُ ٻڌايو، برهم ٻاوَ کان آهہ ٻُلايو، هاٿي پاڻ سنيار.۱-
غفلت نِنڊ مان اکڙيون کولي، آتم رام کي لهہ توُن ڳولهي، ويهي نِت ويچار.۲-
گوبند تنهنجي گهر ۾ آهي، گر گَم سان ڏِس جهاتي پائي، ٻاهر کين نهار.۳-
کهي تيئون توُن پاڻ پڇاڻج، ساکشي چيتن سهي سڃاڻج، ٻولا ٻرم نِوار.۴-
راڳ آشا ٻچن-۳۷- ستگر سوامي ٻرم نِواري تو، جيوَن کي
نِت ٻَوساگر مان پار اکاري تو -ٽيڪ- ستگر آهي انترڀامي، پر اپکاري نِت
نشکامي، در آين دوکِن جا سيئي دکڙا ٽاري تو.۱- ستگر گياني آتم
ڌياني، گيان گٽن جي آهي کاڻي، ويدن شاسترن ۽ انيڱ جا وچن اچاري تو.۲-
ستگر جي جو ٽهل کري تو، تنهنجو نِت ٻندار ٻري تو، مهر ميا سان تتل سين جو
تن من ٽاري تو.۳- کهي تيئون گر دين ديالو، پريمين جو نِت آ رکپالوُ، برهم گيان
ڏئي جَم راجا جو ليکو واري تو.۴- راڳ آشا ٻچن-۳۸- داس گروُ تنهنجو آهيان،
او ستگر تنهنجو آهيان -ٽيڪ- کرم نہ شپ موُن کيَڙو، پاپن ۾ جيوَن وِيڙو.
حال نماڻو ٿِيڙو، تنهنجي مان شرڻ پِيڙو. بديوُن سپ بخشايان.۱- پنهنجو توُن
ننگ سڃاڻي، ستگر تي موُنسان ساڻي. ٻولي توُن آتم ٻاڻي، پاپن جي کر نہ

پُڄاڻي. پاند ڳچيءَ ۾ پايان.٢- ٽيئون ڪر جوڙ پڪاري، آئُس مان تنهنجي دواري.
ڪرپا جو هٿڙو ڏاري، تار منجهان وٺ توهُن تاري. چرنن ۾ سِر نايان.٣- راڳ آشا
پچن-٣٩- تنهنجي در تي آيس ڀڳوان، سُمت جو دان ڏي موُنکي. ڏريان دِل ۾
تنهنجو ڌيان، نہ ڀُلجي من مان ڀڳتي گيان -ٽيڪ- هردم تنهنجو نام جپيان مان
چِڏي خيال ٻيا سارا. رنگ تنهنجي ۾ رتو رهان مان ميٺي من موُنجهارا. ايها ديا ڪيو
دياوان، تنهنجو آ نانءُ سدا مهروان.١- ڪپ ڪرمن ڪان ڪري ڪنارو شپ
ڪرمن چت لايان. ڏرم ڏري مانش چولي ڪي صاحب سڦل ٻڻايان. ڪريان پريوُ
تنهنجا گڻ گان، مِٺان مان تنهنجو نِت احسان.٢- سنتن جي سيوا ستسنگ ۾ تن
من پنهنجو لڳايان. ڪهي ٽيئون گر گيان جي هردي هردم جوت جڳايان. رکي پريم
سچو پرڌان، پايان پوُرڻ پد نِربان.٣- راڳ آشا پچن-٤٠- جو قوُل ڪيئہ
انسان، وچن ڪر ياد سو پنهنجو. رکي مايا جو ايمان، ڀُلائي ڇڏيئہ چو
ڀڳوان -ٽيڪ- وٽجارو تي آئين هِتڙي ڪوُڙو ڪيئہ پسارو. جنهن ڪتنب لاءِ پاپ
ڪمائين سو تي مطلب وارو. ڇڏ تِن جو مانُ گمان، ڌار توُن هردي ۾ هري ڌيان.١-
هڪ ڏينهن جڳ مان هرڪو هلندو ڪوئي نا هِت رهندو. پير پيغمبر وير هليا ويا
توکي بہ هلڻو پوندو. هي جوُڻو آهي جهانُ، چاڙ توُن پاڻ کي هِت مهمان.٢-
ڪهي ٽيئون ڪر سنتن جو سنگ جنهن مان ٿئي نستارو. رام نام جو جاپ جپي توُن

پائج موکش دوارو. چاهين لوک پنهي ۾ مانُ، کري وٽ گوبند جا گڻ گان.٣- راڳ
آشا پچن-٤١- سنتن جو سنگ، کر ساڌن جو سنگ، جي چاهين پنهنجو ڪلياڻ،
سِکي وٽ سنتن کان تون گيان -ٽيڪ- سنتن سنگ بِن سُمت اچي نا سُمت بنا نا
گيان. گيان بنا نا مکتي ملي هي ويدن جو وکيان.١- سنتن بن نا کنهنجو تيو
آ جڳ ۾ نستارو. مَهل اجان پي کين وَئي کر سنتن ڏي لارو.٢- اؤکيءَ
ويل کري نا رکيا سنتن بن کوئي. کهي ٽيئون کر ستسنگ تانتي سُکڙا ڏي جوئي.٣- راڳ
آشا پچن-٤٢- سچي سنگر در هلي تهل تون کر، جي چاهين پلائيءَ کي -ٽيڪ-
سنگر شاهن شاهه اٿيئي کارج راس کري. دک دنيا جا دوُر هٽائي خالي پندار
پري.١- سنگر جهڙو جڳ ساري ۾ داتا کو ناهي. شرڌا سان جو شرن اچي تو سپ قل
سو پائي.٢- سيوا سنگر جي سُکدائي کري جو من لائي. جنم مرڻ دک متي وجي تو
کال نہ تنهن کائي.٣- سنگر جي تي تهل مِلي کنهن پاڳن واري کي. ٽيئون تهل جي
مهل اچي هٿ گرمُک پياري کي.٤- راڳ آشا پچن-٤٣- هلو ستسنگ ۾ پياري،
هلو نِت ستسنگ ۾ پياري. سنتن جو ستسنگ سدا پَوساگر کان تاري -ٽيڪ- ست پُرشن
جو سنگ سدا دک درد نِواري تو، پولا پرم کڍي سپ من جا سنسا سازي تو.١-
کلجڳ ۾ ستسنگ برابر کوئي کرم ناهي، مکتيءَ جو دروازو جڳ ۾ ستسنگ ئي آهي.٢-
پِيل کَسائي چِپا نائي سنسنگ تاريا تي، چور چمارا جاٽ پِچارا سيئي

سڌاريا ٿي.٢- ڪهي ٽيئون ستسنگ جي محما اپر اپاري آ، شيش مهيش ڳڻيش شاردا اڪٿ اچاري آ.٢- راڳ آسا پڇن-٣٣- هل ٿڙي هل ٿڙي ساڌ سنگت ۾ گهر جي ڇڏي ڪم ڪار کي. مِل تون مِل تون ست پُرش سان، جي سُمرن ڪرتار کي -ٽيڪ- ساڌ سنگت ڏي ٻِڪ ڀرڏا سان، جيڪو قدم وڌائي. قدم قدم اشومڌ يڳيه آ، وِيد پُران ٻڌائي. ڏاري ڏاري وچن هردي ۾ پائيءِ موڪش دوار کي.١- موجد ڪُتب جو آ ڏڪنائي، انت سمي ۾ رُئاري، تنهنکي ڇڏي ڪر سنتن جو سنگ، جو ڀوساگر تاري. سنگي سنگي سنت سچا ٿي، ڪاٽن جي جم جار کي.٢- ساڌ سنگت جي نيم ٽيم سان، جيڪو ٽهل ڪري ٿو. ڪهي ٽيئون سنتن ڪرپا سان، سو نا جمي مري ٿو. ٽوڙي ٽوڙي پنڌن جڳ جا، پاڻي پد نِرڌار کي.٢- راڳ آسا پڇن-٣٥- جاڳي جاڳي اوِديا ننڊ مان، پائيءِ آتم ڳيان کي- لاڳي لاڳي گر منتر ۾، ڌارج آتم ڌيان کي -ٽيڪ- جاڳڻ بن نا ڪنهن ٻي ٻاتي، شڪ سچو سنسار ۾. جاڳڻ سان سڀ چور هٽن ٿا، پيدا نه رهي گهربار ۾. ڪوڙي ڪوڙي اڪٽريون اندر جون، جيڃ شري ڀڳوان کي.١- اودِيا ننڊ ۾ سُمهين سُمهين تون، ڪيئي جنم وِڃايا تئي. جاڳي رام جي نام جپڻ لاءِ، ملي منش جي ڪايا تئي. اهڙو وقت وِڃاءِ نه وئرت، ڇڏ تون جُوڻي جهان کي.٢- سُمهڻ وارن کي سائين مِلي نا، هي سنتن جو ٻول آ. جاڳڻ وارن کي سچي سائينءَ جو، درشن ٿيو امول آ. ڪهي ٽيئون هي وچن هنڌائي، پائيءِ پد نِربان کي.٢- راڳ آسا پڇن-٣٦- ڏياڳي ڏياڳي

پرميشور کي، ماڻ سچي آرام کي. ڳائي ڳائي گڻ گوبند جا، پائيج آنند ڌام
کي -ٽيڪ- پرميشور بِن جڳ ۾ تنهنجو، سنگي ٻيو نا آهي. سنت گروُ ٻيي ايئين چون
ٿا، دل ۾ ڌسج هنڌائي. لائي لائي لِنوَ لعلڻ سان، پائيج سُک وشرام کي.١-
پرميشور پرتپالڪ آهي، سڀ جيوَن کي پالي. اوَگڻ ڪنهنجا ڪينَ ڌسي ٿو،
سڀ کي روز سنيالي. پائي پائي پريت تنهين سان، ماڻيج مکتي مُدام کي.٢- پرميشور
سُکدائي آهي، دکڙا درد نواري. کهي ٽيئون هري ڌيان ڌري جو، تنهنکي ڪينَ وساري.
ٻائي ٻائي سو ٻڳوَت کي، جو سُمري شري رام کي.٣- راڳ آشا ٻچن-٢٧-
آيا آيا اڱڻ اسانجي، سنت سچا مهمان ٿي. اکيوُن کولي شرڌا سان ڌِس،
ظاهر هي ٻڳوان ٿي -ٽيڪ- رام سچي جو راضپو کهي، ٻُٽين جو پرتاپ ٿيو.
ستگر ٻيي کهي ڪرپا ڪيڙي، تڏهن اچي ميلاپ ٿيو. درشن سان سڀ دکڙا ٽارن،
داتا ديانِڌان ٿي.١- پر اپڪاري پر دکهاري، کشت کرن ڪافوُر ٿا. سم
ويچاري ڌيرج ڌاري، ٻيد ٻرم کن دوُر ٿا. جم جي قاسيءَ ڪاٽڻ خاطر، ٻوڌوان
ٻلوان ٿي.٢- ترشڻا تياڳِي مهاوٿراڳِي، پري رهن پريوار کان. آتم راڳِي هرِ
انراڳِي، چٽل اٿي سنسار کان. پاڻ ترن ٻِن تارن جڳ کي، وير وڏا ودوان ٿي.٣-
کهي ٽيئون مهِ سکيا منهنجي، سنتن کان وٺ گيان توُن. موهه ممت اگيان متائي،
پنهنجو کر ڪلياڻ توُن. ڀاڳ کولڻ لاءِ آيا آهن، گٽي وڏا گٽوان ٿي.٤-

راڳ آشا پچن-٤٨- لکي ڇپي هرنام سُمر جيئن ، سُڌ نہ پوي سنسار کي.
رهي اڪيلو انترمُک تي، پائڄ ستڪرتار کي -ٽيڪ- لوڪ شُمهن تؤن ننڊ مان
جاڳي، مالڪ کي تہ مناءِ ري. پاڻ لِڪائي لوڪن کان تؤن، روئي رام ريجهاءِ ري. ڳُجھ ۾
ڳر تؤن من ۾ مر تؤن، ڪڏ نہ مُنهان گفتار کي.١- سِر کر سُرندو سُرت ڪِلي ڪر،
محبت تار ملاءِ تؤن. شبد سچي جو سُر آلاپي، ساجن کي سرچاءِ تؤن. چپ نا
چورِج اندر اورج، پتو نہ ڏي پريوار کي.٢- پچي لعل تي مت سي نکرن،
آويءَ اندر ٻرندا جي. ٻِڄ يي قَلي قُلِي سي نِکرن، ڏرتيءَ اندر ڳرندا
جي. دان ڳجهي جو قل تي اوُنچو، سمجھ انهيءَ ويچار کي.٣- کهي ٽيئون کر پاڻ نہ پڌرو،
جاڻائِج نا جاڻ تؤن. ڏن لِڪيَل کي چور قرن نا، ايهو سمجھ اُهڃاڻ تؤن.
سادو سوُدو رهي جڳت ۾، تن جي چڏ سينگار کي.٤- راڳ آشا پچن-٤٩- هاسي
کر نا پاڻ وڏن سان هاسي وڏو وِکار آهِ. جِن جِن هاسي ڪئي وڏن سان ٽيو
تِن اڱڻ اجاڙ آهِ -ٽيڪ- شِوَ جي گَڻن ڪئي نارد سان، هاسي راج دواري. تنهن
تي مُنيءَ چيو وَڃي ٽيندءُ، راڪشس لنک منجهاري. راڻوڻ ڪميڪرڻ سي ٽِيڙا، ڪتا ايها
نِروار آهِ.١- دروپديءَ ڪئي دريوڏن سان، هاسي کُلي آواز ۾. دريوڏن چيو
بدلو توکان، وٺندس راج سماج ۾. سيا ۾ تنهنکي ننگنُ ڪيائين، ڳالھ اِيها اظهار
آهِ.٢- درواسا سان ڪئي يادوَن، هاسي اتِ اهنکار مان. رشيءَ چيو کل ڳهاتک

ٽيندو، پئدا اِنهيءَ نار مان. وستوُ انهيءَ کيو پدُوَنشن جو، سارو ڪل سنگهار آهِ.٢.
هاسيءَ مان ٿئي جهڳڙو پئدا، هاسي دک جو موُل ٿي. تن من ڌن کي ناس ڪرڻ
لاءِ، مانو هي ترشوُل ٿي. ڪهي ٽيئون توُن ڪر نا ڪنهن سان، هاسي نرڪ دوار آهِ.٣.
راڳ آشا پچن-٥٠- ڪري سنتن جو سنگ، لاءِ رام سندو رنگ. رکي من ۾ امنگ، ڪر
پنهنجو ڪلياڻ توُن -ٽيڪ- وري مانش جنم نہ ملندءِ، نڪي ڀاڳ ٿي اهڙو ڪلندءِ.
ڇڏي ڪوُڙو ڪسنگ، پڙه پريم پرسنگ.١- سنگ سنتن جو ساٿي ٿيندءِ، اڳيان دکڙو نہ ڪوئي
ايندءِ. ميٽي مستڪ جو انگ، ڪري پاپن جو ڀنگ.٢- وڃي سنتن جي سکيا سُندر، ڪر
من جو صفا توُن مندر. ساڙي وِڪارن جهنگ، ٻڌ نيهي نِسنگ.٣- آهي سنتن ۾
انترييامي، ڪهي ٽيئون جو سڀ جو سوامي. مهر تِن ڪان مَنگ، لڳي جَم جو نہ ڏنگ.٤.
راڳ آشا پچن-٥١- ساجهر جاڳي ڪري سُجاڳي ڇڏ توُن نِنڊ نياڳي. مانش جنم
سڦل ڪر پنهنجو رام جپي وڏڀاڳي -ٽيڪ- سَسُئيءَ نِنڊ ۾ پُنهل وڃايو، وِرهہ
وِڇوڙي جيءُ جلايو. ڪري هوشياري ترت تياري، طالب ٿيءُ تياڳي.١- غفلت
ڪيئي غافل ڪيڙا، دنيا درياهہ ۾ وَهي سي وَيڙا. غوطا کائي عمر اجائي،
ڪر نا جيوَ اياڳي.٢- اوديا نِنڊ ڪئي ڇڏيا نِهوڙي، ڪهي ٽيئون جڳ بنڌن جوڙي.
نِنڊ ڦتائي موهہ مِٽائي، وِير بٽهج وئراڳي.٣- راڳ آشا پچن-٥٢- هل توُن
پياري ستگر دواري، من ۾ شرڌا ڌاري. شرڌالن جا ستگر سائين، سيئي ڪاج سنواري.

-ٽيڪ- ستگر درشن دکڙا مِٽائي، پريم وارن کي رنگ رچائي. درمت ٽاري جيءُ جيئاري، مانش جنم سُڌاري.١- ستگر ٻاٽي پڙهي جو پراٽي، انگ سنگ تئي تي تنهن سان ساٽي. سنسا ساڙي ڀِيائي ٻاري، ڀيد ڀرانت نِواري.٢- ستگر سيوا سِڪ سان ڪري جو، سڀ ڦل پائي ڀنڊار ڀري سو. ممتا ماري تن من ٺاري، هٺ هردي جو هاري.٣- ستگر ڪرپا ڏي تي مڪتي، ڪهي ٽيئون ڏي آتم شڪتي. برهم ڏيکاري ليکو واري، ڀوَساگر ڪان تاري.٤- راڳ آشا ڀڄن-٥٣- پريتم پيارا منهنجي من ۾ ستگر جي سِڪ آهي. ستگر سائين رهي جِتي تو اتي وڃان مان ڪاهي -ٽيڪ- ڀَنکہ هُجن تان وَڃان اڏامي، جِتي رهي تو ستگر سوامي. ستگر سان گڏ رهان هميشهہ چِت ايئين تو چاهي.١- درشن ڪئي ٽيا ڏينهن گهٽائي، ڪڏهين مِلندو گروُ سُکدائي. ساعت ساعت سارِيان تو مان نيٽن ۾ نِنڊ ناهي.٢- معاف ڪري شل منهنجوُن منداڻوُن، ايندو گهر ۾ ڪري ڀلايوُن. ڀوُري ستگر جي مان اڳيان ڀيٽ رکان سِر لاهي.٣- ديا ڪري شل درشن ڏيندو، ڪهي ٽيئون ڪُل ڪشٽ ڪٽيندو. گيان ڏئي گرُوديوُ ڇڏيندو ليکو جم جو ڏاهي.٤- راڳ آشا ڀڄن-٥٤- نيارو نيارو ساري جڳ کان گرمُک آهي نيارو. سيوَ ڪري ستگر جي ٻٽيو ڀريوءَ جو سو پيارو -ٽيڪ- گرمُک جڳ جي غرض رکي نا، سيوا ٻِن ٻيو سُواد چکي نا. سختيوُن سوُر سهي سيوا کان ڪڏهن ڪري نہ ڪنارو.١- گرمُک ڪنهنجي روڪي رُکي نا، سيوا ڪرڻ کان ڪڏهن چُکي نا. ستگر جي سيوا ۾ پنهنجو جنم لڳائي سارو.٢-

ڪرمڪ ڳُرَ ۾ ويساهه ڌاري، آگيا تنهنجي ڪڏهن نه ٽاري. ڪهي ٽيئون ڳُرَ چرنن ۾ سو
مردم ڪري گذارو.٣- راڳ آشا پچن-٥٥- مان ته ٻُڌي پريم جي ٻاٽي، ٻي
ڄاڻ وٽي ته کهاٽي -ٽيڪ- پريم پريوءَ جو دِل ۾ آيو، هوش عقل جنهن ڇانُ
گنوايو، سچي روئندي رات وِهاٽي.١- پريم ٻاٽيءَ جو سُواد نرالو، سُٽندي
ٿيڙو من متوالو، لٿي لوڪن جي ڪُلُ ڪاٽي.١- پريم ٻاٽيءَ ۾ خاص خماري،
ٻڌڻ سان ٿئي بِرهه بهاري، سا ته سرتيُون ساهه سيباٽي.٣- پريم پيري ڳُرَ ٻاٽي
ٻڌائي، ڪهي ٽيئون دِل مُئل جِيائي، وجي سُرت سُوَرُوپ سماٽي.٤- راڳ آشا
پچن-٥٦- او رام جا پيارا، شري رام کي ريجهائج. جيوَن سڦل بڻائج -ٽيڪ-
مايا جي موهه ۾ تو سارو جنم وڃايو، پريوءَ جو ڌيان ڌاري ڪيو سُواس نا سجايو.
هاٽي ته موهه مِٽائي، لِنوَ رام سان لڳائج.١- رکي پريم پيلٽيءَ هو شري رام
کي ريجهايو، ڇڏي راڄ سُک پرت هو رَگهنات کي منايو. توُن پي ته پريم پائي، پريوءَ جا
گيت ڳائج.٢- تياڳي ڪٽنب وِڀيشڻ شريرام شرڻ آيو، ڌئي راڄ لنڪ جو تنهن
پريوءَ ايئِہ بڻايو. توُن پي ته سِڪ وڌائي، من رام سان مِلائج.٣- جٽايوءَ شيش
پنهنجو هرِ سيوَ ۾ لڳايو، ڪهي ٽيئون رام تنهنکي نِج ڌام ۾ پٺايو. توُن پي ته چِت
لڳائي، پڳوان کي منائج.٤- راڳ آشا پچن-٥٧- ڪر توُن پلائي وو سڀ سان
ڪر توُن پلائي. پُلجي ٻہ ڪجاڻءِ ڪين ڪنهن سان بندا ٻُرائي -ٽيڪ- پلائيءَ جو ڦل ته

مِنا نيت ٿئي ڀلو. بُرائيءَ مان پئدا ٿئي دکن جو سلو. سنت سچن آهِ اِها ساک سُٺائي.١- ڀلي ساڻ ڀلو ڪري جڳت ۾ هرڪو. بُري ساڻ ڀلو ڪري وِرلو نر ڪو. رِشي مُني تنهنجي سدا ڪرن وڏائي.٢- بُرائيءَ سان دُشٽ ٻُڌي ڏاڍو ٿيو دکي. ڀلائيءَ سان چندرهاس سدا ٿيو سُکي. کھي ٽيئون آهِ پرسِدّ ٻالهه اِهائي.٣- راڳ آشا ڀڄن-٥٨- هردم مُک سان رام اچار، پاپ سڀيئي نِوار. رام نام سُک ڌام اٿيئي، تنهنکي ڪڏهين ڪين وِسار -ٽيڪ- رام نام سان پريم رکيو جِن، تِن جو ٿيو ٻيڙو پار. رام وِساريو جِن آ جڳ ۾، تِن جو ٽيڙو ڪين اُڌار.١- رام نام بِن ڪم نا ايندءِ، ڌن ڪٽنب پريوار. موهه ممت جڳ جال ۾ ڦاسي، ڏِس نہ پيارا نرڪ دوار.٢- اڳيان وات اٽائي اٿيئي، تنهنجو ڪر ويچار. رام نام هِڪ ساٿي ٿيندءِ، تنهنجو سُمرن ڪر هروار.٣- کھي ٽيئون ڪر ڀڄن رام جو، جي چاهين سُک سار. رام نام بِن چاٽھ جوُنو، دکمَيہ سارو هي سنسار.٤- راڳ آشا ڀڄن-٥٩- ستگر سوامي انترىامي، ڇڏ نہ وِساري -ٽيڪ- لوڪ وِساري سارو ڪوئي وِچار ناهي. توُن نہ وِسار موُنکي تنهنجو آڌار آهي.١- توُن هِڪ راضي ٿيندين سڀ جڳ ٿيندو راضي. مهر ڪري توُن پنهنجي ڪنهنجي نہ ڏي موتاجي.٢- جهڙو مان تهڙو آهيان شرن توهانجي آيو. کھي ٽيئون ڪرپا ڌاري منهنجي ٌکرَ لاج بچايو.٣- راڳ آشا ڀڄن-٦٠- ستگر سوڙهيءَ ۾ تي ساٿي ساٿي ساٿي.

-ٽيڪ- در تنهنجي جو آهيان گولو، ستگر ميٺج پرمن پولو. لاهج منهنجو
چِنتا چولو، پِياري پريم جو پاٽي.١- جهڙو آهيان تهڙو تنهنجو، ستگر مُور
نہ ڪر توُن اهِنجو. تو بِن ٻيو ڪو ناهي منهنجو، ڏر هٿ پنهنجو ڇاٽي.٢- آئِس
تنهنجي شرني سائين، ڪهي ٽيئون سڀ درد مِٽائين. ڀَوَساگر ڪان پار پُڄائين، پنهنجو
بِرد سُڃاٽي.٣- راڳ آشا پچن-٦١- ستگر مُونکي من مان ڪين وِسارجانءِ،
درشن ڏئي دِل ٺارجانءِ -ٽيڪ- جهڙو آهيان تهڙو تنهنجو، ستگر تو بِن
ٻيو نا منهنجو. ٻاجهہ ڪري ٻاجهارا پنهنجي، منهنجو ساٿ ڪڄانءِ توُن سنهنجو. ناٿ
نظر سان نِهارجانءِ.١- تنهنجي سُمرتي امرت آهي، مُٺل دِليُن کي چڙي جِيائي.
ياد ڪري هِن دين داس کي، غفلت مان وٺ جلد جڳائي. پريم جي سُرڪ پيارِجانءِ.٢-
ڪوُنج ٻچن کي جيئن چِتاري، ڪڇوُ آنڊا جيئن ڏيان ۾ ڌاري. ٻالڪ کي جيئن ماءُ
سنڀاري، داتا جيئن منگتن کي ساري. ساڄن تيئين سنڀارجانءِ.٣- ٻالاپن کان هاٽي
تائين، ڪيَم ڪچايوُن جيڪي سائين. ڪهي تيئون ڏي معافي تِنجي، اڳتي اوَگڻ کان تہ بچائين.
سُمت سچي سيڪارجانءِ.٤- راڳ آشا پچن-٦٢- آهين بندا ڏينهن ٻہ ٽي مهمان
توُن، ڪر نہ اجايو گُمان توُن -ٽيڪ- جي هِت آيا سي سڀ وِيَڙا، ڪين پَتا ڪڇ تِن
جا پِيَڙا. وِير ٻَلي گٽوان گياني، راهہ عزل جي راهي ٿِيَڙا. ڇاٽج ڪوُچ
مڪِان توُن.١- ڇاجي لاءِ تو ممتا ڌاري، اڄ سُڀاڻي تنهنجي تياري. ساڻ نہ ڪٽنديِن

هِڪڙي پائي، ڇڏي ويندين هِت ملڪيت ساري. ڏار اِهو من ڏيان تون.٢- اهڙي رهڻي رَهه رَس واري، جا سيني کي لڳي پياري. ڪهي ٽيئون جيئن تنهنجي ٽُنيان، ياد ڪرن توکي نر ناري. سُمر سچو پڳوان تون.٣- راڳ آشا پچن-٦٣- منڙا منهنجا غفلت ۾ نه گذار تون. جاڳي پاڻ سنڀار تون -ٽيڪ- چوراسي لک جوُڻن اندر، مانش جوُڻي جاڻج سُندر. تنهن ۾ ڳولهج ست چيتن کي، جو آهِ سَروَ سُکن جو مندر. ڏيان تنهينجو ڏار تون.١- ٻال اوَستا سُندر جواني، غفلت ۾ تو کوئِي اگياني. پيريءَ ۾ ٻي پاڻ پَسڻ لاءِ، پرشارٿ نا ڪيُئِه پراني، هاڻي ٻي ڪاج سنوار تون.٢- جنهنکي ڄاڻين سو تون ناهين، ڄاڻڻ وارو تون خود آهين. ٻَڪرِئن جي سنگ ٻُلي شير جِيان ، ڪهي ٽيئون ڇو جنم وڃائين. پنهنجو روُپ نِهار تون.٣- راڳ آشا پچن-٦٤- پريمي پيارا رام نام نه وِسار تون. هيرو هي جنم نه هار تون. -ٽيڪ- اگيان جم جي وات اٽائي، رام نام اُتِ ٽئي سهائي. ڏيان تنهنجو من ڏار تون.١- رام نام جي وڏي وڏيائي، سنتن گرنتن آهي سُٽائي. تنهنکي اندر اچار تون.٢- رام نام بِن نا کو تنهنجو، جِنکي ڄاڻي تو تون پنهنجو. رام جپي دِل نار تون.٣- ڪهي ٽيئون رتِ رام سدائين، لوڪ ٻنهين ۾ سُک کي پائين. جنم مرن دک ٽار تون.٤- راڳ آشا پچن-٦٥- جي سُک چاهين کر تون ستسنگ سان پريت ري. شرڌا سان ويهي ڳائج گوبند جا گيت ري -ٽيڪ- ڪلجڳ ۾ هرنام ۽ ستسنگ ڄاڻج

مُکيہ ساڌن ٻيئي. ست پُرش جا واکيہ اِهي تي ٻڌ توُن پيارا ڪنُ ڏيئي. سنتن سان هرِ جس
ڳائي هاري بازي جيت ري.١- يوگ يگيہ پوُڄا سان جو ڦل ويد پُران ٻڌائي ٿو. سو ڦل
ستسنگ نام جپڻ سان ڪليُگ ۾ نر پائي ٿو. ڪليُگ سم يُگ نا ڪوئي رڪ من
پرتيت ري.٢- سڀ سنتن مِل آهِ پُڪاريو ڪليُگ آيو آيو جي. رام نام
جي ٻِڄ کي پوکي سَروَ سُکن کي پايو جي. ٻي ڪا رُت ناهي اهڙي سمجهہ ڌار چيت ري.٣-
ستسنگ نام بِنا ڀَوَ ساگر کھي تيئون کو ناهِن تريو. جِن پريوُءَ سان پريم لڳايو
تِن جو سارو ڪاج سرِيو. پل پل هرنام اچاري ميٺِڄ ڀَوَ پيت ري.٤-
راڳ آشا پچن-٦٦- ستگر جي ٽهل ڪري توُن شانتي سُک پاءِ ري. آتم جو گيان وني
سنسا مِٽاءِ ري -ٽيڪ- ٽهل بِنا من نِرمل ٿئي نا سنتن ڳالهہ وَڪاٽي آ. نرمل
من بِن گيان ٿئي نا ويدن جي هيءَ واٽي آ. گيان بِنا مکتي مِلي نا هِردي هنڊاءِ
ري.١- ٽهل ڪرڻ سان نيچن جڳہ ۾ اوُنچي پد کي پاتو آ. ٽهل ڪري گڻ گيان پِرائي
نِج سُوَروُپ سڃاتو آ. سيوا ۾ سڀ سُک آهن تنهن سان من لاءِ ري.٢- شرڌا سان
جِن ٽهل ڪئي آ سي شرڌالوُ لعل ٿيا. پڙهي ڏسو ساکيوُن سنتن جوُن ٽهل منجهان جي
نِهال ٿيا. ٽهل ڪري توُن پِي هِردو صاف بڻاءِ ري.٣- کھي تيئون ايمان مِٽائي
گر سيوا ڪر تي گولو. وچن سُٽي هِردي ۾ ڌاري ڪٽ توُن پيد پرم پولو. جڳ جا سڀ
بنڌن چوڙي برهم کي ڏياءِ ري.٤- راڳ آشا پچن-٦٧- پريم سان پريوُ مِلي ٿو پريم هي

پرڏان آ. پريم وارن تي هميشھ ٿيو پرسن ڀڳوان آ -ٽيڪ- پريم بِن پرماتما
جي هي سُڄو سنسار ٿي. پريم ئي ساري جڳت جو اوت ۽ آڌار ٿي. پريم جي ڏوريءَ ۾ حڪڙيَل
هي سڄو تہ جهانُ آ.١- پريم بِن ڪوئي جڳت جو ڪاج پوُرو نا ٿئي. پريم بِن
ڪنهنکي نہ ڪڏهِين شيام ٿو درشن ڏئي. پريم بِن من ٿئي نہ وَس ۾ ويد جو وَکيانُ آ.٢-
گل بِنا سُڳنڌيءَ نہ سوُنهين چندر بِن نا رات ٿي. نير بِن سوُنهين ندي نا سچ بِنا نا
بات ٿي. پريم بِن تيئن ڪنهن نہ ڪم جو جڳت ۾ انسان آ.٣- پريم جو ناتو هريءَ
کي وَڏِڪ ٿو سڀ ڪان وٽي. ڪهي ٽيئون پريم لائي جو هريءَ جو ٿو بٽي. لوڪ ۽ پرلوڪ
۾ تنهنجو سدا سنمانُ آ.٤- راڳ آشا ڀڄن-٦٨- پيري پي پريم جو پيالو، رهي
سنسار ڪان نِرالو. هريءَ سان هيت لائي وٺ، بٽي توُن مست متوالو -ٽيڪ- پريم
پيالي سندي مهما اٿي سڀ پيالن ڪان ڀاري. پيتو جِن پريم جو پيالو ڀُلي تِن
سُڌ وَئي ساري. نشو تِن کي چڙهيو نِرمل اندر تِنجي ٿيو اُجيالو.١- پريم
پيالو جِني پيتو ڪَٽي تِن موهہ جي ڄاري. مِلي منتار سان هِڪ ٿيا ڪڍي ممتا
خودي خوارِي. ڪُلي انيؤ پِيو تِن جو ڀڄي پرمن سندو تالو.٢- ڌُروَ پهلاج
ڌنا سڌنا وِدُر پيپا ڀڳت پي وِيا. ترلوچن نامديو سئني ڪبير جِن پي امر
تي وِيا. ڪهي ٽيئون پريؤ پائي ڪري پويتر وِيا نالو.٣- راڳ آشا ڀڄن-٦٩-
لعل آتم لهہ ڳولهي، لِکل اٿي جو چولي -ٽيڪ- لعل تنهينجو تِجلو ڀاري،

روشن جنهن سان دنيا ساري. ڏِس تون آنيئِہ کولي.١- اُتن سمنڊ ۾ لهريون ڪيئي، لهر لهر ۾ لعل اتيئي. تن ۾ ڏِس تون تولي.٢- گيان سندو تون چشمون پائي، اندر لعل لِکل ڏسُ ناهي. سپ گهٽ ۾ جو بولي.٣- ڪهي ٽيئون جنهن گروُ لکائي، لعل انهيءَ کي سوئي پائي. ڦِر نہ جوُٽِن ۾ ڏولي.٤- راڳ آشا پچن-٧٠- مليو منش جنم توکي آهي، سو وئرت چڏ نہ وڃائي. هر هر اهڙو ملي نہ چولو، وٽ تون سڦل بڻائي ري -ٽيڪ- هِن ديهيءَ کي جيو چراچر، چِت سان سيئي چاهِن تا. ديوي ديوتا ڪِنر گندرو، ياڳ وڏي سان پائِن تا. اهڙي درلڀ ديهيءَ کي چڏ، غفلت ۾ نہ گنوائي ري.١- هِن ديهيءَ جي مهما ياري، ويد گرنٿ ٻڌائِن تا. رِشي مُني ۽ گياني ڌياني، سنت ساڌ پي ڳائِن تا. تنهن ۾ ڀڳتي ساڌن ساڌي، پريوءَ کي وٽ پائي ري.٢- هِن درلڀ مانش تن کي ڪي، وِرلا سڦل بڻائِن تا. پراُپڪار ڪري هرِ ڀڳتي، پوُرڻ پد کي پائِن تا. ڪهي ٽيئون ڪر تون بہ سڦل هي، رام نام گڻ ڳائي ري.٣- راڳ آشا پچن-٧١- ڪر رام پچن پيارا، مِلي مانش ديهي ٽئي. بنُ رام نام جڳ ۾، ڪوئي نہ سنيهي ٽئي -ٽيڪ- شري رام دوا چاڙهِ، سپ روڳ مِٽائي ٽي. تن من کي شانت ڏيئي، سپ تپت هٽائي ٽي. پيءُ پريم ساڻ سا تون، اجان ويل نہ ويئي ٽئي.١- سپ ڪرم ڌرم ڦيڪا، بن رام نام پائي. سپ ساڌن جو هي موُل، شري‌رام ٽي سُکدائي. تون ڪين ڀُلاءِ تنهنکي، آدِ آنت جو نيهي ٽئي.٢- ڪهي ٽيئون ڪر

ويچار، هي جڳ سڀ فاني آ. ست رام جو نالو اٽي، تنهنجي ڪوئي نہ ثاني آ. رک
پريم سچو تنهن ۾، جنهن ۾ سُک تہ سپيئي ٿئي.٣- راڳ آشا پڇن-٧٢- ڀڳتن جو
رکپال پال پال، شري رام آ -ٽيڪ- ڀڳتن تي ڀڳوان ڍري ٿو، ڀڳتن جا ڀنڊار
ڀري ٿو. سنتن جو سُک پال پال پال، شري رام آ.١- ڀڳوت ڪي نِڄ ڀڳت وٽي ٿو،
ڀڳتن جو سو داس بڻي ٿو. پريمين جو پرتپال پال پال شري رام آ.٢- نِرگڻ برهم
آ سَروَ سمايو، ڀڳتن لاءِ سرگڻ ٿي آيو. داسن تي ڪرپال پال پال، شري رام آ.٣-
ڀڳتن جو پريوُ ڏيان ڌري ٿو، کهي ٽيئون ڪُل ڪاج ڪري ٿو. نيهنِ جو ننگپال پال
پال، شري رام آ.٤- راڳ آشا پڇن-٧٣- منڙا منهنجا گيان جو ڏِيئو ٻارجانءِ،
اوديا جي اوُندهہ ٽارجانءِ -ٽيڪ- ڏِيئا ڏيهہ ۾ آهن گهڻائي، ٻاهرين ميٽنِ سي اوُنداهي.
ڏِيئو گيان جو اوديا اوُندهہ، ميٽي من جي ڪري سهائي. روشن مانهنِ گذارجانءِ.١-
اوديا اوُندهہ آهي ڪاري، دکي ڪيا جنهن سڀ نر ناري. ستگر جنهنکي گيان ڏئي ٿو،
سُکي رهي سو جڳت منجهارِي. توُن ڀي سُک ۾ گهارجانءِ.٢- هِردي اندر وويڪ ڌاري، ڀلي ٻُري
ڏِسُ وستوُ وِچاري. ڀَلِي وستوُ مان ٿئي ڀلائي، ٻُري وستوُ تي جنم بِگاڙي. وات چڱيءَ پڳُ
ڌارجانءِ.٣- جنم انهيءَ جو سڦلو آهي، ستگر ڪان جو گيان پِرائي. کهي ٽيئون جو گيان
بِنا نر، منش جنم سو وچي وِڃائي. هيرو هي جنم نہ هارجانءِ.٤- راڳ آشا پڇن-٧٤-
جيڏاهن تيڏاهن آنءُ ڏسان ٿو، پريوُءَ جو ديدار آهِہ، پريوُءَ ٻاجهوُن ٻيو ڪو ناهي،

سڀ ڪڇ ست ڪرتار آهِ -ٽيڪ- پاڻ هي پريوُ ڌرتي ٻٽيو، پاڻ ٻٽيو آڪاش تي. پاڻ هي پاڻي پوَن ٻٽيو ۽، پاڻ ٻٽيو پرڪاش تي. پاڻ هي سِج چنڊ تارا ٻٽيو، پاڻ ٻٽيو انڌڪار آهِ.١- پاڻهي هي هوُ توُن مان ٻٽيو، پاڻ روُپ ۽ نام تي. پاڻ هي هيڏي هوڏي ساجن، هيٺ متي هِڪ رام تي. پاڻ هي پريوُ ٻٽيو پدارٿ، پاڻ هي پوڳڻهار آهِ.٢- پاڻ هي پنڊت پانڪ ٻٽيو، پاڻ هي ويد پُران تي. پاڻ هي نرگڻ سرگڻ تِيَرَو، پاڻ هي پڳت پڳوان تي. پاڻ هي منگتو پاڻ هي داتا، پاڻ هي ٻولڻهار آهِ.٣- پاڻ هي اندر ٻاهر پريوُ، پاڻ سوُڪشم ستوُل تي. پاڻ هي شنڪر پاڻ هي گوُري، پاڻ هي ڪارج موُل تي. ڪهي ٽيئون سڀ پاڻ هي ٻٽيو، صاحب سِرجڻهار آهِ.٤-

## -اوم ستنام ساکي- راڳ وِهاڳ پچن-١-

جيڪي پيوُن جهوليءَ سي هٿڙا ڏئي تو تاريوُن -ٽيڪ- سنگ سَکيُن سان تو ڇِني ڪٻڙيءَ کي پنهنجو ڪيو. ريت الٽي تو سندي هر آٻلڙيوُن تو اٻاريوُن.١- لاڏ ليلان جيئن ڪيا جِن سي جُدا جيئري ٽيوُن. ڪَئروُءَ جهڙيوُن ڪيتريوُن سيوا ڏسي سينگاريوُن.٢- نيچ گنِڪا تار مان تاري سَتيُن کي تو چڙي. ڪرم ڪان ڪرپا نِياري آٻلڙيوُن تو اُڪارِيوُن.٣- ڪهي ٽيئون تو ڪيئي عئبن ڀريوُن تہ آگهائِيوُن. وَرَنُ ذاتي

نا ڏِسي سِڪ واريوُن تو سنواريوُن.۴- راڳ وِهاڳ پڇن-۲- پيرا پري آءُ توُن
مِنا ڪٽيو قدم دانهوُن ڪريان -ٽيڪ- سوُرن سندو سوُدو سِڪي، راتون ڏينهان دِل
ٽي دڪي. تنهنجي ملڻ جي مان ٻُکي، پنڌڙو ڪري آيس پَريان.۱- تيرٿ سيئي
ڳولهي ٽڪِيَس، پنڌڙو ڪري ڪين مان پُنيَس. تنهنجي اجهي پريوُ مان پِيَس، گولي ٻٽي پاٽي
پريان.۲- توُنهين جوڳي توُنهين جَتي، هرجاءِ وَسين آتم سَتي. تونهين پرانن جو پتي،
ٻيو ورُ وڃي ڪهڙو ڪريان.۳- هيءَ جا مُني ڪاتِيُن ڪُني، تيئون ڪهي جهليَم
گهتي. تاڪي اندر جي توُن پَتين، تنهنجي چرن چِتڙو ڌريان.۴- راڳ وِهاڳ پڇن-۳-
جِن لاءِ جيءُ منهنجو جلي، سيئي سڄڻ وِيَڙا لڏي -ٽيڪ- جِن تي ڏِنيوُن موُن ڏاتڙِيوُن،
تِن لاءِ رُئان تي راتڙيوُن. سي پائي جوڳي جهاتڙيوُن، گوُندر وِيا مُئيءَ کي گڏي.۱-
جِن لاءِ دِل دانهوُن ڪري، سيئي وِيا يوُنءِ ڪان پري. تِنجي مِلڻ لاءِ تي مري، ايندا
ڪڏهن منهنجي تڏي.۲- جِن لاءِ گهُميَس ساري لڪا، در در پٽي ڪاڻم ڏڪا.
گهايل لَيي گر جي نہ ڪا، مڙهيوُن مڪان وِيا ڇڏي.۳- جِنجي ڏِنم مُنهن ۾
مٽيان، تِنِجا اکر پڙهيو پڙهان. تيئونءَ ڏنا سِڄ ڪان سُهٽا، آسڻ اڪيُن
۾ ويا اڏي.۴- راڳ وِهاڳ پڇن-۴- جِت باهہ ٻري سا جاءِ جري. دک درد ٻِنا
دانهن ڪير ڪري -ٽيڪ- درد دکن جِت ڪيَڙا ڏيرا، جوش جلايا تِن جا جيرا. جانِ
جنديءَ جيئن ڏيئي قيرا، ڏوُنگر من کي روز ڏري.۱- درد دکن جا اپريا دوُنهان،

ستگر وچني ٿِيَڙا سوُنهان. عشق اگن جوُن ساڙنِ لوُنهان، محبت جي مچ ۾ ته مري.٢-
جنهن گهر جاريو تنهن گهر تاريو، صوُرت ۾ سو ساج نهاريو. ديهه پنهنجيءَ ۾
ديپڪ ٻاريو، ڏيان تنهينجو روز ڏري.٣- درد دکن جوُن ٻُڌجن دانهوُن، سِر ڏيئي سي
سُٺيج سدائوُن. ڪر جوڙي ڪر ڪهتا ٽيئون، پريم سندو آهِ پند پري.٤- راڳ وِهاڳ
ڀڄن-٥- هي سنساري چِت اداري، ڀاونا توُن ڪر ڀلي. ڪر هوشياري ٻڻ وِچاري،
غير واري چڍ ڱلِي -ٽيڪ- ست ڪرم صابڻ ڪٽي توُن صاف دِل کي ڪر سدا. مَٽل
پاپن جي مِٽائي واسنا جي ٻت وَلي.١- شبد سان سُرتي مِلائي ڀڄن ڪر
ايڪانت ۾. جڳت جا ڦرنا هٽائي گر موُرت ۾ رهه رَلي.٢- گيان جو پرڪاش پائي ميٽ
تَم آوديا سندي. برهم جو سُک آچل پائي ٻُڌ وويڪي ڪر ٻلي.٣- ڪهت ٽيئون
سُمر سوهم سَم ڪري ويچار ڪي. برهم ساڪشي چاڻ هِڪ توُن لهر جيئن ساگر
چَلِي.٢- راڳ وِهاڳ ڀڄن-٦- درد وارا سُٺيج پيارا، بِرهه وارن جو بيان.
عشق ۾ اِظهار ٿيا جي، تو ڪيان تِن جو وَکيان -ٽيڪ- بِرهه ۾ ٻيَبانُ مجنوُن
ٻُنبد ٿي ٻن ۾ رهيو. لب اندر ليليٰ اچاري، جنهن ڍُلي ويو هي جهان.١- هِير
لاءِ ٿيو چاڪ رانجهوُ تياڳ تخت هزار کي. ساهڙ کي سُهٽي سنياري، سِر ٻحر ۾
کيو آيانُ.٢- ڀُنهل سسُئيءَ پريت پائي موُمل راڻو مست ٿيو. ءِ زُليخان
ساڻ يوُسف، عشق لاتو ڏر ڏيان.٣- ڪهت ٽيئون ٽوڙ ٻنڌن، سي نِسنگ نِروار

ٿيا. اعنلحق منصوُر چيڙو، هيءُ حقيقت جو گيان.۴- راڳ وِهاڳ پچن-۷-
هي پريوُ تو پريم پئدا چو کيو سنسار ۾. پريم جيوَن کي لڳائي چو وِڏءِ آزار ۾ -ٽيڪ-
پريم اندر ڪئِسُ ڦاٿو نانءُ تنهن مجنوُ پيو. هاءِ ليليٰ تي ڪيائين جهنگ جهر بازار
۾.۱- پريم سان سُهٽي گهڙي تي پئي گِهڙي درياهه ۾. تار ترندي تي وَئي سا من رکي
ميهار ۾.۲- پريم لائي سوُر ڏاڍا بِرج ۾ سَکيُن سَنا. رات ڏينهان تي رُنائوُن سانوري
جي سار ۾.۳- ڪهي ٽيئون پريم پُنيان تا اچن ڏک ڏاڪڙا. پريم ۾ موُن پي سَنا سي
نانهِن سُک کو پيار ۾.۴- راڳ وِهاڳ پچن-۸- پريم پئدا موُن کيو آهِه جيوَ جي
ڪلياڻ لاءِ. درد دک تنهنسان مِلايم سچن جي امتحان لاءِ -ٽيک- دکن
ٻاجهوُن پريم پُختو کين تو کڏهين ٿئي. دکن وارو پريم ٿئي تو شانت سُک ست گيان
لاءِ.۱- پريم پنيان جي ڪڏهن هي سوُر نا شامل هجن. تان سيبئي پريم کن سنسار جي
سُک شان لاءِ.۲- پريم جي ناهي برابر کو پدارٿ جڳت ۾. پُڇُ خبر تِن کان تيا
جي مست هري رس پانَ لاءِ.۳- ٽيئون پيالو پريم وارو پُر ڪري پيءُ توُن سدا. موهه
مايا جو چِڏي من پريم رک پيُوان لاءِ.۴- راڳ وِهاڳ پچن-۹- پريم جو احوال
ڪهڙو مان کيان گفتار ۾. پريم جهڙو ٻيو پدارٿ ناهِن هِن سنسار ۾ -ٽيک- پريم
جي احسان سان حيوان مان انسان ٿئي. منشيه مان ٿئي ديوُ ۽ ٿئي ديوُ هري آڪار ۾.۱-
پريم بِن ڏنوان کي نا مانُ تو درگِهه ملي. پريم سان ئي دين پائي مانُ هري دربار

۾.٢- پريم وَس پرماتما ۽ جڳت سارو تو ٿئي. پريم ئي پرڌان آهي ايشور اوتار ۾.٣- پريم جو واپار کر توُن سِر ڏئي سِڪ سان سدا. پريم تيئون تو مِلي نِت سنت ستگر دوار ۾.٤- راڳ وِهاڳ پچن-١٠- پاپ سان پاپنِ جڏهن سنسار کي لاچار کيو. يگيہ جپ تپ دان پوُڄا ۽ ڌرم کان ڌار کيو -ٽيڪ- پاٺ پوُڄا نيم وِرت ۽ شپ کرم سنگهار کيو. ويد وديا ديوَ مندِر جو گهٽو تِرسکار کيو.١- گانءِ براهمڻ جي مٿان پڻ تيغ سان تِن وار کيو. اتِ ڪُنيتي ڪُشکرم سان هر جڳهہ آزار کيو.٢- تڏهن نرگڻ روُپ مان هرِ سگڻ ۽ ساکار ٿيو. منش چولي ۾ اچي تنهن پريم جو پرچار کيو.٣- سنت براهمڻ جي رکيا لاءِ هٿن ۾ هٿيار کيو. کهي تيئون ڪُشت ماري ڌرم جو جئکار کيو.٣- راڳ وِهاڳ پچن-١١- اي سياڻا سمجهہ وارا دِل دغا کان کر پري. ڏي دغا ڏک تي سدا ڏِس ڏيان توُن دِل ۾ ڌري -ٽيڪ- تي دغا کنهن سان نہ کڏهين آهہِ حامي چاڻ توُن. جو کري تنهن منش جوُن پاڙوُن پٽي پُرزا کري.١- جو ٻين لاءِ تو کٽي کڏ سو اوَس ان ۾ کِري. جو جلائي تو ٻين کي باهہ ۾ سوئي سڙي.٢- کهي تيئون کر مندائي کين کي کنهن جيوَ سان. رک سچائي ۽ صفائي ياوُ هِردي ۾ يري.٣- راڳ وِهاڳ پچن-١٢- پل پل نام اچار بندا، چاٽي جوُنو جڳت پسارو -ٽيڪ- خيال خوديءَ جا ڇڏِج هٽائي، پريت پکي پريوُءَ سان پائي. ڏيان هريءَ جو ڌار بندا، جي چاهين پنهنجو نِستارو.١- موُنڊ

ڪٽنب جو موھ مِٽائي، خواھش دنيا جي دِل تان لاھي. ڪري پريوءَ سان پيار بندا،
پنھنجو ڪر تُون پاڻ سڌارو.٢- جُوڙي پريت جڳت جي ڄاڻج، ستگر سنگ ۾ ھرِ
رنگ ماڻج. پنھنجو ڪاج سنوار بندا، وري نہ ايندءِ اھڙو وارو.٣- ڪھي ٽيئون
سنگ سنتن پائي، ھِردي تِن جا وچن ھنڊائي. ڏيئو گيان جو ٻار بندا، پائِج
پُورڻ موڪش دوارو.٤- راڳ وِھاڳ ڀڄن-١٣- ھٽ ھٽڻ جو ھار بندا، آخر
توکي ھلڻو آھي -ٽيڪ- جڳت مسافرخانو پائِج، تنھن ۾ موھ ممت نا لائِج.
رھندين ڏينھن ٻہ چار بندا، اڪثر توکي چلڻو آھي.١- راوڻ جھڙا راج ڇڏي
وِيا، سِڪندر جھڙا تاج ڇڏي وِيا. تُون ڀي پاڻ سنڀار بندا، انت نہ ڪجھ تو
مِلڻو آھي.٢- ڪال ڪنھين کي ڪين ڇڏيندو، آخر سڀ کي ماري نيندو. ڏاڍو
ڪال قھارُ بندا، ڪنھنجي جھل نا جھلڻو آھي.٣- ڪھي ٽيئون اٿ بندگي ڪر
تُون، سڦلي پنھنجي زندگي ڪر تُون. ڌيان ھريءَ جو ڌار بندا، انت خاڪ ۾
رُلڻو آھي.٤- راڳ وِھاڳ ڀڄن-١٤- ھردم سچ کي ڌار پيارا، سچ
وارن جي جِت ڪِٿ جئہ آ -ٽيڪ- سچ ھي سون برابر آھي، ساري جڳ ۾ شوڀا
پائي. باھہ سگھي نا جارِ پيارا، سچ وارن جي ڪڏھن نہ ڪئہ آ.١- سچ جي ٻيڙي
ڪٽي ڪُڏي تي، پر ڀوَساگر ۾ نہ ٻُڏي تي. نيٺ پُڄائي پار پيارا، سچ وارن کي ڪجھ
نا ڀئہ آ.٢- سچ جي مايا سڀ سک ڏي تي، ڪوڙ ڪپٽ جي اتِ ڏک ڏي تي. سچ جي ڪر

تؤن ڪار پيارا، سڀ برابر ٻي نا شئہ آ.٣- ڪهي ٽيئون جيءُ سڀ سان جوڙج، سڀ
ڪان ڪڏهين منهن نا موڙج. سڀ مٿان سِر وار پيارا، سڀ وارن جي نيٽ وِڄئہ
آ.٤- راڳ وِهاڳ پچن-١٥- منمُک ڪان منهن موڙ پيارا، گرمُک جي سنگ
هري گڻ ڳائِيج -ٽيک- پؤنڊ برابر منمُک آهي، پوڳ وِشيہ جي گندگي چاهي.
ناتو تنهن سان توڙ پيارا، گرمُک سان تؤن نينهڙو لائيج.١- ٻرو وِڇؤنءَ ڪان نانگ
جو ڏنگ تي، تنهن ڪان زهري منمُک سنگ تي. جيءُ نہ تنهن سان جوڙ پيارا، گرمُک جي
سنگ گيان پِرائيج.٢- ڪات ڪُهاڙو تن کي ڪوري، منمُک جو سنگ جيءَ کي جهوري. دک
نہ تنهن سنگ لوڙ پيارا، گرمُک جي سنگ سُکن سَمائيج.٣- ڪهي ٽيئون ڏِسُ تؤن
ويچاري، منمُک جو سنگ جنم بِگاڙي. سنگ تنهينجو ڇوڙ پيارا، گرمُک جي سنگ
مکتي پائيج.٤- راڳ وِهاڳ پچن-١٦- ستگر شاهن شاهہ سوامي، ڀَوَ ساگر
ڪان پار اُڪارِج -ٽيک- ڀَوَ ساگر ۾ ڇوليؤن ياري، مڇ ڪڇ مانگر جيوَ اپاري.
ڪامل مڙد ملاح سوامي، پنهنجي ٻيڙي تي مؤن چاڙهِج.١- ڪامي ڪرودي ۽ اهنڪاري،
لوڀي موهي آهيان وِڪاري. بخشي ڏوهہ گناهہ سوامي، ليکو ڌرمراج جو وارج.٢-
دکن مؤنکي ڇڏيو دکائي، هاڻي داس شرن تو آهي. ڪر تؤن مهر نِگاهہ
سوامي، جنم مرڻ جو دکڙو ٽارِج.٣- ڪهي ٽيئون سُڻ ستگر سوامي، اؤکيءَ
ويلي تيءُ تؤن حامي، هيڻن جا همراهہ سوامي، ٻاجهہ سندو هٿ مؤنتي ڏارج.٤- راڳ

وِهاڳ پڇن-١٧- نام هريءَ جو ياد ڪر تون، عمر نا اَفراد وڃائج.
-ٽيڪ- ڪنڻ لاءِ تون آئين جڳ ۾، پاڻ ڦرائي ويھ نہ دڳ ۾. ڪام ڪروڌ کي ماد ڪر تون،
غافل ٿي نا جنم گنوائج.١- ملڪ مسافر نا هيءُ تنهنجو، سار سنيار
وطن تون پنهنجو. هرِ سُمري دِل شاد ڪر تون، چنتا ميٽي سپ سُک پائِج.٢- من جا
خالي خيال اُڏائي، ڇڏ نہ امولڪ وقت وِڃائي. سنتن سان سنواد ڪر تون، وئرت
نا تون واد وڌائِج.٣- کهي ٽيئون سُندر نر ديهي، وِشيُن ۾ نہ وِڃائج ويهي. تن
من کي آباد ڪر تون، ديوي گڻ جو باغ لڳائج.۴- راڳ وِهاڳ پڇن-١٨- سنتن
جو ديدار پياري، ڪري پريمي پرسن ٿِيَڙا -ٽيڪ- سنتن گهر ۾ پيرا پائي، ڇڏيا سيئي
پاپ مِٽائي. ٿِيَڙو جئہ جئڪار پياري، پريمين جا خوش ٿي پِيا جيئڙا.١- سنتن
روُپي بادل آيا، وچنن جا جِن مِينهن وَسايا. ڏيئي دل کي ٺار پياري، پريمين جا
چِتَ شيتل ڪيَڙا.٢- بسنت رُت جيئَن سُگند لڳائِي، پريمي پنوَرَن جي من ڀائي.
هر هند ٿيو هُبڪار پياري، پريمين جا کِڙي هِردا پِيَڙا.٣- کهي ٽيئون سپ
ڪارج سرِيا، درشن سان ٿيا تن من هَرِيا. آنند ٿيو تہ اپار پياري، پريمين جا دک
دوُر ٿي وِيَڙا.۴- راڳ وِهاڳ پڇن-١٩- ساڌن جي سنگ ۾ هلڻ روز گهرجي.
وچن هرِ ڪٿا جو ٻڌڻ روز گهرجي -ٽيڪ- رکي پريم شرڌا وچي ساڌ سنگ ۾، يکتي
گيان گڻ کي سِکڻ روز گهرجي.١- سچا سنت سَروَر رهي پاس تِن جي، پري پريم

پيالو پيئڻ روز گهرجي.٢- وقت کي سڃايو ڪري ساڌ سنگ ۾، مِنو نام هرَ جو جپڻ روز گهرجي.٣- ڪهي ٽيئون مڪتي مِلي ساڌ سنگ سان، سچو سنگ اهڙو ڪرڻ روز گهرجي.۴- راڳ وِهاڳ پچن-٢٠- بينو تي سِر ڪال پياري، اڪڙيوُن ڪولي جاڳ مسافر -ٽيڪ- غافل غفلت نِنڊ مان جاڳي، رام پچن ڪر تيءُ وڏياڳي. ڪال ڪندءِ بيحال پياري، تانتي تيءُ سڃاڳ مسافر.١- ڪئين هليا ويا ڪئين وڃن پيا، ڪئين وڃڻ جوُن تياريوُن ڪن پيا. اِهو دنيا جو حال پياري، ڏارج من وئراڳ مسافر.٢- جِي جِي چا توُن جڳ ۾ جيئنديں، آخر مؤت هٿان توُن مرنديں. ڇڏي خوديءَ جو خيال پياري، هر سان ڪر اَنُراڳ مسافر.٣- ڪهي ٽيئون توُن ڇڏ گينواري، ثمرُ وٺي ڪر ترت تياري. سُمري دين‌ديال پياري، ماڻهِ پنهنجو ماڳ مسافر.۴-

- اوم ستنام ساڪي - راڳ ڌناشري پچن - ١

پار وڃڻ مونکي آهه ضروُري. وِشيوُن واهڙ واٽن تي آهن گهٽا -ٽيڪ- هِڪڙا مهِ بيا ڪهِ، ٽيون واڳوُ تا وِڙهن. چوٿون گُن ڪڙڪن، پنجون لهريوُن لعلڻ جوُن ويني ڳٽيان.١- هِڪڙو ڪام بيو ڪروڌ، ٽيون لوڀ تو ٽُيائي. چوٿون چنتا تي چُڪائي، پنجون ڀَو انهيءَ ۾ پيئي پُٽان.٢- هِڪڙي رات بِي تات، ٽِين منگّان تي ڏات. چوٿين تئي پريات، پنجون سڏ سچڻ جا پيئي سُٽان.٣- هِڪڙو موهه بِي ممتا،

ٽِيون ٽيئون لڄا ٽيئي. چوٿون پنڌ پُڇان پيئي، پنجون وَرَ پنهنجي کي شال وڻان.۴- راڳ ڌناشري پڇن-۲- ڪري ديا تُون دردوَنديءَ جا، تاپ ڪليش نوار ستگر -ٽيڪ- آنءُ لوھہ تُون ڪانڻ جي ٻيڙي، ڀَوَساگر مان تار ستگر.۱- آنءُ ساري تُون ستگر ڏارو، ساري وِڇوڙي نہ مار ستگر.۲- آنءُ اياڻي تُون گر گياني، سُمتيءَ ساڻ سُڌار ستگر.۳- ڪهي ٽيئون مان نيچ نماڻي، اَٻلي هيءَ اُٻار ستگر.۴- راڳ ڌناشري پڇن-۳- ٻاڻ گرُن جو لڳو جنهن ياري، سائي طبيب پُڇائي جيڏيُون -ٽيڪ- آگ عشق جي جنهن جي اندر ۾، سائي جيءُ جلائي جيڏيُون.۱- اَنئي پهر اُٿن جنهن اُڌما، سا نہ پلنگ پڳ پائي جيڏيون.۲- دم دم دونهن دکن جنهن دِل ۾، سائي پوُر پَچائي جيڏيُون.۳- ڪهي ٽيئون جا ڪُنل قرب جي، سا روئي رات وِهائي جيڏيُون.۴- راڳ ڌناشري پڇن-۴- سنگ ساڌن جو سُنڙ موُن پايو، جڳ ڏِنم تہ جنجال جيڏيُون -ٽيڪ- جيوَ جَڳت جا ڪُڙهن لَهِوارا، سنت تارؤ ترن اوپارا، خاڪي سندن خيال جيڏيُون.۱- جَڳ انهيءَ کي جِن آهي ڄاتو، منش جنم کي ٽِنين سڃاتو، ٿيا لاهوُتي لعل جيڏيُون.۲- آوَت جاوَت جيوَ سيئي، جِن جپيو هري امر سيئي، ڪونهي ٽِن ڀَوَ ڪال جيڏيُون.۳- ڪهي ٽيئون ڪر جوڙ ارداسا، سي نہ وِسرن سواسَئُون سواسا، آهن جي رکپال جيڏيُون.۴- راڳ ڌناشري پڇن-۵- ڪري سدائين سنگ سنتن جو، من جوُن چاليُون ڪوٽيُون مَٽِ تُون -ٽيڪ- ڪام ڪروڌ لوڀ موھہ مارج، هٺ هَٺَڻ جو سيئي هارج،

چاڙهج پاڙ کي هردم گهٽ تون.١- آشا ترشنا ممت مِٽائِج، يوگ وِشيہ جو
جِرس هٽائج، پاڙون پاپن جون نِت پَٽ تون.٢- ٽيئون لڄائون ٽيئي ٽوڙي، مايا
مُهٽيءَ کان من موڙي، رام نام کي دم دم رَٽ تون.٣- راڳ ڌناشري ڀڄن-٦-
پاپي پُرشن جو سنگ تياڳي، ست پُرشن جو ڪر ستسنگ تون -ٽيڪ- سنگ سنتن جو آ
سُکدائي، تِن جي سنگ ۾ رهِج سدائين، مهر ميا نت تِن کان منگ تون.١- ويد
پُراڻن جي سُڻ واڻي، پائِج گيان گڻن جي کاڻي، ڌار ڌرم جو دِل ۾ انگ تون.٢-
من مندر جي ڪر تون صفائي، دل مان درمت ڪڍي ڏُڌائي، ساڙ وِڪارن جو
جهر جهنگ تون.٣- ڪهي ٽيئون سِر گر کي ڏيئي، شبد وٺي سو سُمر سنجهيئي، چاڙهج رام
نام جو رنگ تون.٤- راڳ ڌناشري ڀڄن-٧- پل پل نام جپي پريوءَ جو، مانش ديهي
سڦلي ڪر تون -ٽيڪ- سِک سمجهہ وشواس وڌائي، هِردي ۾ وئراڳ وَسائي، گرمُک
وڃ ستگر جي در تون.١- جوُني پريت جڳت جي چاڙهج، سنتن جي سنگ ۾ سُک
ماڻج، ڇڏي ڪٽنب ڪوڙي جي ير تون.٢- ستگر سان تون پريتي پائج، ناتو تنهن سان
توڙ نِڀائج، پير نہ پوئتي پيارا ڌر تون.٣- ڪهي ٽيئون جڳ بندن ٽوڙي، گر منتر ۾
من کي جوڙي، گهارِج آدي آتم گهر تون.٤- راڳ ڌناشري ڀڄن-٨- ڪتڻ ريءَ
بي ڪار نہ ڪر تون، آُتي اَئِت سان اور سَکيري -ٽيڪ- ڪار ڪتڻ جي ڪر تون هردم،
محبت مَڪڙي موڙ سَکيري.١- مُنهن موُنن ۾ پل پل پائي، ڏاڍي ٻڌ تون ڏور

سَڪيري.٢- ائٽي پهر آنڻ ويهي، چِت سان چرخو چور سِڪيري.٣- ٽيئون ڄُڳت سِڪي ستگر ڪان، سُواس سُواس سان سور سڪيري.۴- راڳ ڌناشري پڇن-٧- رُئِڻ ريءَ ٻي راهه نه ڪائي، روئي ريجهايان رام جيڏيوُن -ٽيڪ- ناهي جاءِ ڪلڻ جي هِتڙي، رُئڻو آهِ تمامُ جيڏيوُن.١- رُئِڻ ٻاجهوُن رام نه ملندو، ايهو پِريَن پيغام جيڏيوُن.٢- حجت هلي تي نا هوتن سان، زاريوُن ڪريان جام جيڏيوُن.٣- ڪهي ٽيئون شل ٻاجهه ڪري سو، جنهنجو ديالوُ نام جيڏيوُن.۴- راڳ ڌناشري پڇن-١٠- سنتن جو سُڻ گيان گرمُک، مهل اِها ٽئي گيان پائڻ جي -ٽيڪ- پاڳِن سان گهر آيا تنهنجي، سالڪ سنت سُڄان.١- وچڻ پُڇاڻان مشڪل مِلنديءَ، گياني سي گڏوان.٢- شرڌا ڌاري پُڇ توُن تِنڪان، ڪيئن مِلي پڳوان.٣- سنت سُٽائِن جيڪي توڪي، تنهنجو ڌر توُن ڌيان.۴- ڪهي ٽيئون سا رهت رهي توُن، پنهنجو ڪر ڪليان.٥-

## -اوم ستنام ساڪي- راڳ توڙي پڇن-١-

ڪتا سُنِ ڪون ڪيئَہ ويچار، اوُجل ديهي ايئين گنوايئِہ ٻنا پڇن ڪرتار -ٽيڪ- ڪتا هريءَ جي آهي جڳ ۾ سڀ ڪرمن ڪان سار. سُٽي سُٽي نا سمجهه پِرايئِہ جنم ڪيئِہ بيڪار.١- موهه ممت مَتِسر نا ڇڏيئَہ ڪام ڪروڌ اهنڪار. ڪرڻ لڳين نِت پڇر پرائي تانتي توهِہ ڌِڪار.٢- وٽجارو تي جنهن لاءِ آئين سو نہ ڪيئِہ

واپار. ڏرمراءِ اُت ڪين ڇڏيندءِ پوُرو ڪندءِ آچار.٣- من جي مَسُ ڪر سُرتي
ليڪڻِ تيءُ توُن لِکٽيهار. ڪهي ٽيئون لِک رام نام اُر پائين موڪش دوار.٤- راڳ
ٽوڙي ڀڄن-٢- منهنجو توُن پلو ڪڄاڻءِ ڪرتار. ڏوهن منهنجن ڏي نا ڏسڃاڻءِ
پنهنجو بِرد سنڀار -ٽيڪ- گرنٿن جيڪي اَوَگڻ چيڙا سي سڀ موُن تہ منجهار. ڪولي ڇا
مان ڇئي ٻُڌايان ڇاڻي ڇاڻٽهار.١- پاپن پنهنجن ڪي تہ ڏِسي مان روُئان ٿو هروار.
اڳيان الائي ڇا ڪندا موُن، آهي ڏرُ ڏاتار.٢- رات وِڃايم شُمهندي نِنڊ ۾
ڏينهن ويو وهنوار. عمر اَجائي منهنجي ويئي چڱي ڪيَم نا ڪار.٣- ڪهي ٽيئون
ڪر جوڙ پُڪاري ديا ڪريو داتار. جيئن وٽئي تيئن ٻيڙو منهنجو ڀَوَساگر مان
تار.٤- راڳ ٽوڙي ڀڄن-٣- جڳت ۾ ڏن ڏن سي جن جاڻُ، مايا موهہ مِٽائي هرِ
سان پريم رکن پرڏان -ٽيڪ- گنگا جمنا سرسوَتيءَ ۾ ڪن ٿا جي اِسنانُ. برهمچريہ
کي پالي نِشدِن پڙهن ويد پُران.١- مات پتا سنتن جو ڪن جي شرڌا سان سنمانُ.
مانُ بڙائي پائي جڳ ۾ رهن سدا نِرمانُ.٢- تن من ڏن سُوَديش ڌرم تان ڪن ٿا جي
قربان. من اندريُن کي جِيتي نِشدِن سُمرِنِ شري ڀڳوان.٣- ڪهي ٽيئون جي رهن
ڪمل جيئن پائي آتم گيان. برهمانند جو رس پي پي جي مست رهن مستان.٤- راڳ
ٽوڙي ڀڄن-٤- هي بندا ڀڳوان سان جيءُ جوڙ توُن. موهہ مايا ممت ڪان منهن موڙ توُن.
-ٽيڪ- ڪٽنب سارو ڪُٽنبن جو بنُ ڄاڻ هي، ٻُڌي وَستر تِن سان مِلي نا ٽوڙ توُن.١-

وقت وِڃئُن ۾ وِڃائج نا قسي، خيال پنهنجو هرِ پڇن ۾ کوڙ توُن.٢- چار ڏينهن آهين مسافر جڳت ۾، سمجهه ڏاري هٺ هٺڻ جو ڇوڙ توُن.٣- کهي ٽيئون ثمر اڳه جو کر ڪنو، پريت پريوءَ سان نيائِج توڙ توُن.٤- راڳ توڙي پڇن-٥- هي پيارا ٻول مُک سان رام توُن. رام سُمرڻ جو سدا کر کام توُن -ٽيڪ- رام مُورت ڏِسُ اکيُن سان سُک پري. من مندر ۾ ڏار سُندر شيام توُن.١- رام کي رکوار پنهنجو کر سدا. رام سُمري پاءِ نِت آرام توُن.٢- رام اؤشڌ دکن جي سنسار ۾. رام امرت جو پري پيءُ جام توُن.٣- کهي ٽيئون رام سان من ميل توُن. رام سُمري پاءِ مکتي ڌام توُن.٤- راڳ توڙي پڇن-٦- هي مسافر جاڳ هاڻي جاڳ توُن. چاڻ دنيا ۾ نہ پنهنجو ماڳ توُن -ٽيڪ- رات ساري تو گذاري نِنڊ ۾، ڇڏي غفلت هرِ پڇن ۾ لاڳ توُن.١- جڳت جي جِنسار ۾ نا رهه پُلي، جوُٺ چاڻي کر تنهينجو تياڳ توُن.٢- وات واهوُ وات تي نا ويهه توُن، کام آدي نڳن کان اُت ياڳ توُن.٣- کهي ٽيئون هرِ جپڻ جي مَهل تي، مِلي ستگر ساڻ ماڻِ سُهاڳ توُن.٤- راڳ توڙي پڇن-٧- هي گروُ توُن تار ٻيڙو تار مان، دان داتا تو منگان دربار مان -ٽيڪ- تو وڃان وَهندو تِکيءَ هِن سير ۾، ٻاجهه پنهنجيءَ سان بچائج ڌار مان.١- ست کرم ۽ ڌرم نا کو موُن کيو، مهر کر مالک وڃان جيئن پار مان.٢- ڏوهه منهنجن ڏي نہ ڏِسُ ڏاتار توُن، بخش بديوُن پاپ کيَم اپار مان.٣- کهي ٽيئون آش پوُري کر اِها، شل ڇُٽان مان سيگهه هِن

سنسار مان.۴- راڳ ٽوڙي پچن-۸- هي ديالوُ ڪر ديا ڏي دان توُن، چرن ڪملن جو سدا ڏي ڏيان توُن -ٽيڪ- هٺ ٻڌي هردم ڪيان ٿو وينتي، برهم آتم ديوَ جو ڏي گيان توُن.۱- موُن اصل ڪان اوٽ تنهنجي آ وَتي، داس چاڪي ناٿ ڪر احسان توُن.۲- هيءُ ويلو آهِ اؤکيءَ جو هري، تي وسيلو واهه ڪر ڀڳوان توُن.۳- کهي ٽيئون مِنٿ مڇ مسڪين جي، ٻاجهه پنهنجيءَ ساڻ ڪر ڪليان توُن.۴- راڳ ٽوڙي پچن-۹- سنتن ۾ آهي رام، شرڌا سان ڪر پرنام. سيوا ڪري پاءِ سو سُکڌام -ٽيڪ- سنت جو درشن هرِ جو درشن، درشن سان ٿئي تن من پرسن، سنت سگڻ تي سندر شيام.۱- سنت جي ٻاڻي هرِ جي ٻاڻي، جِن ڌاري تِن مڪتي ماڻي، پُر ڪري پريم جو ڏِيَن ٿا جامُ.۲- سنت جي سيوا هرِ جي سيوا، جِن ڪئي تِن کي مِليا ميوا، رهن سدا سي ٿا نشڪام.۳- سنت جي دايا هر جي دايا، مهر سان جِن دک درد مِٽايا، کهي ٽيئون ڪن پوُرڻ ڪام.۴.

- اوم ستنام ساکي - راڳ ڀئروي پچن - ۱ -

ڪري ديا گر ڏيو دلداري، ڏيو دلداري مان وچان ٻلهاري -ٽيڪ- شپ ڪرم جا ساڌن سيڪاريو، ڪشٽ وِگهن سڀ پاپ نواريو، وِسرين نه وِسارين توُن موهن مُراري.۱- سُواسن سان ست شبد رٽايو، ڦرنا من جا سَروَ مِٽايو، پرم اداري آهيو

پر اپکاري.٢- پريم پڳتِ جو پيالو پِلايو، وِچڙيل ورتي سُورُوپ مِلايو، برهم وِچاري آهيو نِت اوتاري.٣- کهي ٽيئون کر جوڙ پُکاري، اوُر تياڳي آيو شرن تمهاري، گيان کٽاري کٽي کٽ جم جاري.٤- راڳ ڀئروي ڀڄن-٢- سنگر پريم جو پيالو پيئاريو، پيالو پيئاري تن من ٺاريو -ٽيڪ- سنگر سيوا ٽهل کرائي، ڏن جوين جو مانُ مِٽائي، مَئل اُتاري من کي اجاريو.١- سنگر آتم ڌيان ڌرائي، سواسن سان ست شبد جپائي، وِکِئيپ نواري چِت کي سنواريو.٢- سنگر آتم گيان سُڻائي، ڀيد ڀرم سڀ وَهم وِڃائي، اوديا ٽاري ٻُڌِ کي سُڌاريو.٣- ٽيئون گر سم ٻيو اپکاري، کونہ ڏنو مُون جڳت منجهاري، جنهن ڀُوُ تاري جنم نِواريو.٤- راڳ ڀئروي ڀڄن-٣- ساڌن جي سنگ هري جنم سُڌاريندس. تِن جا وچن سُڻي ڀرم نِواريندس -ٽيڪ- اکيارٿ لوپارٿ وِکِئيپ وِساريندس. پرمارٿ يَٿارٿ وچن اُچاريندس.١- دينتا دويشتا ممتا کي ماريندس. شيلتا وِشيشتا من هري وِهاريندس.٢- پَرمَت دُرمَت جَڙ مَتِ جاريندس. گُرمَت هرمَت گياتا هري گذاريندس.٣- کميا غريبتا کهي ٽيئون ڌاريندس. ڌري ڌيان وٺي گيان ليکو جَم واريندس.٤- راڳ ڀئروي ڀڄن-٤- بِرهہ جو ڀينر پريندس ڀاٽي، چو ٽِيون مُونکي جهليو ٽيندس جوڳياٽي -ٽيڪ- لِکيل ليک هيو پوُرب جنم کان منهنجو، اکر سُچاٽي، پڙهندس ٻاٽي، ويئي ساري رات وِهاٽي.١- آيس آش کري اڳڻ

اَباڻي آنئون، پکر پُراڻي، اصل اباڻي، سا منهنجي ساهہ کي تہ سيباڻي.٢-
تعنا لوکن جا طعام کري تي يانيان، ڏِين ڏِهاڙي، دِل نہ ڪماڻي، ويندس آنئون
عرش اُڏاڻي.٣- کهتا تيئون اکين رَتُ تي رُئان رات ڏينهان، نِدر نماڻي،
عئبن‌هاڻي، ستگر جي در تي تہ وِڪاڻي.٤- راڳ ڀئروي پچن-٥- سَوين ڏنہ
در ٻيا سُهان، پُنهل پُهان، آنءُ پنهنجي وَر ڏي تي وڃان -تيک- جهنگ جبل مان ڳولهي،
تکجي پيئي آهيان، وات ويندن کان تہ پُڇان، اندر لُڇان، سڄڻ اڳيان سِر تي
سَهان.١- سَگُ تہ پُنهل سان منهنجو، سِج چند کان اڳ هُيَڙو، هاڻي هِت کين
نِکان، سِک ۾ سِکان، پند کرڻا پيا تہ اچان.٢- رِت ۾ رڱيندس روئي، کپڙا
پنهنجا سارا، جيسين پِر سان نہ مِلان، جيءُ ۾ جلان، باهہ بِرهہ بدن پُچان.٣- تيئون
تَڳا سبِ توڙي، لوک لڄائون لاهي، کاهي کيچن تہ ڏِسان، پُنهل پَسان، آنئون انهيءَ
کي تي مهان.٤- راڳ ڀئروي پچن-٦- بندا ٻول پار پار، بندا ٻول پار
پار، مانش جنم پائي هتان توُن نہ هار هار -تيک- ٻالاپن پنهنجو راند ۾
رُلايو تو، چگن کمن جي کيئہ کان کار کار.١- جوين سموُرو وِشيہ ۾
وِڃايو تو، کيئہ پاپ کيئي هردي هٺ ڏار ڏار.٢- ٻُڍاپي ۾ موُرک موهہ کي وڏايو
تو، دکن ۾ دينُ تي رُنُئہ اکيين زار زار.٣- کهي تيئون گر بِن عمر وِڃايئہ
ساري، چوراسي چکر ۾ ويندين توُن وار وار.٤- راڳ ڀئروي پچن-٧- سُٽي گوڙِ سنگهہ

جي ڳدڙ ڳم تي ويا، پسُون پکي ڪيترا ڪري ڪنبي ويا -ٽيڪ- ٻتيُون ٻرن ڪيتريُون
ڪِڙن ڪِنوَڻ جِيان، ايريو ڀانءُ اوڇتو ڇِپي نڪت ويا.١- مست مِٽيءَ
ڪائڻ ۾ سوين سَپ ٿيا، ڳجي ڳرُڙ آئِيو ڇِپي سرپ ويا.٢- پکي سڀ ولر ڪري
پڌر ڳهمن پيا، ٻِڙڪي باز آئِيو پکي اڏي ويا.٣- ڪهي ٽيئون قلب اندر
سنسن گهر ڪيا، آيو عشق اوڇتو ڀڄي ڀرم ويا.٤- راڳ ڀئروي ڀڄن-٨-
جوڳي جڙ لائي ويا، سُتل جڳائي ويا. جنم جنم سندا پاپ جلائي ويا -ٽيڪ- جيوَ
سندي جل جل، ميٽي ويا مل ڪل. آتم جو ڏيئي ٻل، ڀال ڀَلائي ويا.١- سُر نر
ڏير مُني، گياني گنيير ڱُني. رام نام لائي ڌني، مؤج مچائي ويا.٢- پارس بادل
سر، سم سي چندن تَرُ. وچن سُٽائي ور، ڀرم ڀُلائي ويا.٣- ڀڄن ڀنڌاري ڀاري،
برهم وِچاري ساري. اوتاري ڳٽڪاري، مرض مِٽائي ويا.٤- دينن ديال پال،
گوبند گوپال لعل. ٽيئون ڪٽي ڪال جال، سُوَرُوپ لکائي ويا.٥- راڳ ڀئروي ڀڄن-٩-
بدنِيَت بندا، ڪن سنت نِندا. سي جنم جنم جا دک سهندا -ٽيڪ- چوَن
سين ڪي پاکنڊي آهن، پاڻ جهڙو نا ڪنهنکي ڀانئِن. ساڏن سان ٿا شور
مچائِن، چِتن ڪتن جيئن پيا لڙندا.١- گيان ڳٽن ڪي مُونِدي نہ ڄاڻن، سچ ۾ ڪوُڙ
کي ڪيِنَ سچاڻن. پنهنجي پاڻ کي سي نہ پڇاڻن، اندر اکين کان آهن انڌا.٢-
مينهِن خود ڪاري آهي ساري، چوي ڳانءِ کي هل ڀُڇ ڪاري. نِندڪ نر تيئن آهن

اناري، پونڊن جيئن اوڳڻ ڪٽندا.٣- سنتن کي ڏسي ڪين سهن ٿا، چڱن ڪمن
۾ وِگهن وجهن ٿا. دئتن وانگي چال چلن ٿا، ايرشا ساڙي سي سڙندا.٤- کهي تيئون
سي واد وِوادي، آهن اصلي وڏا وِڪادي. جِتي وڃن اُت ڪرن اُپاڌي،
ذات ڪتنب ۾ وير وِجهندا.٥- راڳ پيروي پچن-١٠- پڇِڃ هِن پنيور ڪان
هِت وير پيلي پيا. ڏائڻ هِن ڏيهه اندر ڪيئي غرق ڪيا -ٽيڪ- ڪلوُ ڪال ڪري
هاڻ بُرا حال ٿيا. مرم ويو شرم ويو ڪرم ڌرم وِيا.١- ماس ڪائن سُرا
پيئن ڪانَ ڪن ديا. پاپ نڳيوُن ڪين ڇڏن گهمن ٿا گَيا.٢- ڪتا سُٽن پاٺ
پڙهن رهت نا رهيا. ڪوڙ ڪپٽ ترڪ گِلا ڪرن بيحيا.٣- کهي تيئون لوڪ تيئي
وِشيه منجهه وَهِيا. سيئي بچيا جِن تي ڪئي گرن آ ميا.٤- راڳ پيروي پچن-١١-
سچن جو دوُلهه درياهه شاهه، آهي راجا رانولراءُ. ظاهر پِير زمين تي
سو مالڪ بيپرواهه -ٽيڪ- پاربرهم مان جل ٿيو پئدا تنهن مان تي ڌرتي، ڌرتيءَ
مان ٿيا گل ڦل ميوا باغ بٽيا بَستي. باغ گهمي گلزار ڏِنوسين عجب چڙهي
مستي، چوراسي لک جوُٽين کي سو سانول ڏي ٿو ساهه.١- درياهه شاهه جي در جا
آهن چار ورڻ پوُڄاري، ديوي ديوا ڪن ٿا سيوا شرڌا سان سدواري. دنيا جي
سڀ ديشن جا ٿا پوُڄن نر ۽ ناري، ٻاري جوتيوُن گل ڦل چاڙهن چِت ۾ ڌاري
چاهه.٢- سوين هزارين اچن سوالي سڀ جا ڪاج ڪري، پلئه پريم سان پائِن جيڪي

تن جي جهول ڀري. آشونَدن جي آش پُڄائي دکڙا درد هري، ٻُڏلن جا تو ٻيڙا تاري هيٺن جو همراهه.٣- نرمل نام تهينجو جيکي چاهه رکي چوندا، جڻه جڻه جهوُلي لعل اُڏيرو لات اِها لَوَندا. دوُلهه جي ڪرپا سان سيئي پار وڃي پوندا، ڪهي تيئون سو ڪامل آهي بيواهن جو واهه.٤- راڳ ڀئروي ڀڄن-١٢- نانهِن سُکيلو محبت مارگ پُرجهي پير تہ پاءِ بندا -ٽيڪ- وات ڪنن آ پريم پنت جي نا ڪائنر جي جاءِ بندا. هِن مارگ ۾ جيئري مرٽو ڪرٽو سيس فِداءِ بندا.١- پهلي نينهن لڳائيج سمجهي پوءِ نہ توُن پڇتاءِ بندا. نينهن لڳائڻ توڙ نڀائڻ وِيرن جو ڪم آهہِ بندا.٢- راهہ عشق ۾ رَت جوُن نديوُن سمجهي وِک تہ وڌاءِ بندا. ٽيئون جي ٽي پياس پَسڻ جي تان سِر سانگو لاهِہ بندا.٣- راڳ ڀئروي ڀڄن-١٣- پريوُءَ ڪي جي پائڻ چاهين سهجانءِ سختيوُن سوُر ادا -ٽيڪ- ڪٽي ڪُهاڙو واڍو وڻ ڪي جيئين ڪري چڪچوُر ادا. تيِئين سچڻ جا سوُر سهاري پڪا پچائِج پوُر ادا.١- هار گلن جو ڪوئي پائي ڪوئي وَسائي ڏوُڙ ادا. حال ٻنهين ۾ رهہ هِڪ جهڙو وِيرِ نہ وڃ وَهِلوُر ادا.٢- هانِ لاپ جو خيال ڇڏي توُن رهِج دنيا کان دوُر ادا. پريم پڪو پريوُءَ سان پائڻ پنهنجو چاٺج موُر ادا.٣- ڪهي ٽيئون هِڪ لوڪ ٽنهين ۾ ڀڳوَت آ ڀرپوُر ادا. انيئِہ اکيوُن دِل جوُن کولي نرمل ڏِس توُن نوُر ادا.٤- راڳ ڀئروي ڀڄن-١٤- جانِب لاءِ جِگر ۾ جيڏيوُن وِرهہ جي آگ جلائيندس -ٽيڪ- باهہ ڀميور کي ڏيندس

پينر ڏونهان درد ڏکائيندس. ساجن جي مان سِڪ ۾ سرتيون روئي رات وِهائيندس.١-
جبل جلائي ڏونگر ڏاري اڳتي قدم وڌائيندس. رَند وٺي مان ٿيندس راهي پنڌڙا
پُنهل پُڇائيندس.٢- ست جو سندرو ٻڌندس ساهي آس اميد نه لاهيندس. ڪاهي
رَسندس ڪيچ ملڪ ۾ پير نه پوئتي پائيندس.٣- کهي ٿيئون مان مِلندس وَرَ سان ناتو
نينهن نيائيندس. پاند ٻڌيءَ ۾ پل پل پائي پرين کي پرچائيندس.٤- راڳ
ڀئروي پچن-١۵- درويشن جي چال نِرالي چاٽن تا درويش -ٽيڪ- ڪڏهن
گهمن سي خفني پائي ڪڏهن شهاڻي ويس. ڪڏهين ڪارا ڪپڙا پائن ڪڏهين لعل
لِبيس.١- ڪڏهين سِر تي چِتر جهلائن ڪڏهين پيوٽي پيش. ڪڏهن مُنڊائِن سِر کي
ساجن ڪڏهِن رکائن ڪيش.٢- ڪڏهن رهن تا اندر غفا جي، ڪڏهن گهمن پرديش.
ڪڏهن مات جي مؤج وٺن تا ڪڏهن ڪَرِن اُپديش.٣- کهي ٿيئون هر حال رهن تا
مستؤن مست هميشه. لوڪ لڄائون لاهي ڪن تا پريوءَ ۾ پرويش.٤- راڳ ڀئروي پچن-١٦-
آيل آديسن جي آهيان گولن جي مان گولي -ٽيڪ- جمندي سان جِن
ڪٽي خوشيءَ سان ڏني پريم جي لولي. ننڍڙي ڪان مؤن نِينهڙو لاتو ڏسي تنينجي ٽولي.١-
محبت وارو مينهن وَسائي ويا پُسائي چولي. منهنجو من مستان ڪري ويا
منڙي ٻولي ٻولي.٢- پل پل پوُر پوَن تا تِن جا جيئين سمنڊ ڏي چولي. جوڳن
جي نه جُدائيءَ منهنجي جِنڊڙي آهي رولي.٣- سوُرن منجهه ڇڏي ويا مونکي ڏئي ڏکن جي

لولي. ڪهي ٽيئون سي ڪڏهين ملندا آهيان جِنجي ٻولِي.۴- راڳ ڀئروي پڇن-١٧-
جڳ ۾ اهڙو آهي ڪوئي مُونسان رام مِلائي -ٽيڪ- گنگا جمنا ڪاشي ٻولهيم
ٻولهيم مٿرا ناهي. رام اُتي ڀِي ڪين ڪي مِليو هاڻ وڃان ڪِٿِ ڪاهي.١- رام
بِنا هي نيڻ نماٽا روُئن نير وَهائي. ساعت سال برابر گذري پياس لڳي مُون آهي.٢-
پرم پياري پريؤءَ جو مُون جيڪو درس ڪرائي. تن من ڌن ڏيان ڀيٽ تنهين کي ممتا
موهه مِٽائي.٣- رام بِنا مان ڪين ڪي رهندس هِتڙي منهنجو چاهي. ڪهي ٽيئون ڀل
لوڪ نِندي مُون پرواهه ڪنهنجي ناهي.۴- راڳ ڀئروي پڇن-١٨- جاڻ مسافرخانو
دنيا هِتڙي تنهنجو چاهي -ٽيڪ- جڳت نظارو جو ٻه ڏِسين تو چار ڏينهن سو
آهي. بانوَر تنهن تي ڪر نا مُورک نيپهه ڪنهن سان ناهي.١- ڪال ڪرال ڪنور
سين تي وينو ڪَرڻ وَهائي. ڪين ڇڏي تو ڪڏهين ڪنهن کي توڙي پاڻ لِڪائي.٢- پير
پيغمبر ڪيئي ويڙا وارو وير وڃائي. راجا راڻا راڄ ڇڏي ويا ياري ڪوٽ اَڏائي.٣-
ڪهي ٽيئون جڳ جُونو جاڙي ڇڏ تُون موهه مِٽائي. انت سمي ڪو ساڻ نه هلندءِ ڏسُ تُون
ڏيان لڳائي.۴- راڳ ڀئروي پڇن-١٩- مانش تن ۾ توکي پيارا پڇن هريءَ جو
ڪرڻو آ. نِسدنُ نام جپي ستگر جو ڏيان هريءَ جو ڌرڻو آ -ٽيڪ- آشا
ترشنا چنتا تياڳي تاپن ٽِن کي هرڻو آ. پنج وڪار ڪري وَس پنهنجي من دشمن
سان لڙڻو آ.١- ڪوڙ ڪپٽ ڪوٽن ڪرمن مان ُتنهنجو ڪجهه نا ورڻو آ. يوڳ

وِشيہ کان روکي اِندريُون ڀاوَ سان هردو پرٽو آ.٢- کهي ٽيئون هٺ هٺڻ هٽائي جيئري
جڳ ۾ مرٽو آ. سيوَ کري ستگر سنتن جي ڀَوَ ساگر مان ترٽو آ.٣- راڳ ڀئروي
پچن-٢٠- هري مُونکي هردم سچو گيان ڏي تُون. سچيءَ شانت وارو سدا ڌيان ڏي تُون -ٽيک-
رهي تات تن ۾ سدائين توهانجي. سچي پريم وارو سو پروان ڏي تُون.١- سَري کين ساعت
بنا نام تنهنجي. هري نام پنهنجو تہ پرڏان ڏي تُون.٢- ڏسان پريوُ تنهنجو اکين ساڻ
درشن. کهي ٽيئون مُونکي درس دان ڏي تُون.٣- راڳ ڀئروي پچن-٢١- سچو ڌيان ڌارڻ
کپي دل سچيءَ سان. پريوُءَ کي پُڪارڻ کپي دِل سچيءَ سان -ٽيک- کيئِہ قوُل جوئي
جپيندس هريءَ کي. پرِڻ سوئي پارڻ کپي دل سچيءَ سان.١- وني اوٽ ستگر
سچن ست پُرشن جي . سدا من کي مارڻ کپي دل سچيءَ سان.٢- برهم جيوَ وِچ
۾ جو پڙدو پيو آ. اهو پڙدو ٽارڻ کپي دل سچيءَ سان.٣- کهي ٽيئون تو ۾
جو ساکشي رهي ٿو. تنهينکي نهارڻ کپي دل سچيءَ سان.٤- راڳ ڀئروي پچن-٢٢-
من جڳ کان رهڄ اکيلو. ٽي رام جپڻ جو ويلو -ٽيک- رهي ايکانت ۾ شبد
کمائي، گر مُورت ۾ ڌيان لڳائي. کر پنهنجو وقت سُهيلو.١- سنت اکيلا سدا
رهن ٿا، ڳولهي آتم لعل لهن ٿا. ٽِن سنتن جو ٽيءُ چيلو.٢- کهي ٽيئون گُر
گيان پِرائي، ڀيد ڀرانتيُون ڀرم ڀُلائي. کر جيوَ برهم جو ميلو.٣- راڳ ڀئروي پچن-٢٣-
چڏ ماڻ اجايو اِياڻا، کڇ سوچ سمجهہ تُون سياڻا -ٽيک- هِن دنيا ۾

رهڻو ناهي، اڄ سياڻي هلڻو آهي. ٻہ ٽي ڏينهن تون ڇڳنديِن داٽا.١- ڪوڙي آهي ڪايا مايا، رهي نہ ٿِر جيئن وڻ جي ڇايا. تون تنهنجي ڪر نا ماٽا.٢- ڌن جوين جو بانوَر ڇڏ تون، گوبند سان من پنهنجو گڏ تون. رکي نِوڙت هلڇ نماٽا.٣- ڪهي ٽيئون ست ڪرم ڪمائِڇ، ثمر سچو تون اڳ لاءِ ٺاهِڇ. نہ تہ روئنديِن مرڻ پڇاٽا.٤-

راڳ ڀئروي پچن-٢٤- ڌرم سان نِت پيار ڪر تون جو پڇاڻي پار ٿو. پاپ ڪان تون ڌر هميشهہ جو ڪري سنگهار ٿو -ٽيڪ- پاپ پاپي ڇو ڪرين ٿو پاپ جو ڦل ٿي ٻُرو. لوڪ ۽ پرلوڪ دک ڏي واس نرڪ دوار ٿو.١- ڌرم ڪي نر ڌار دل ۾ ڌرم جو ڦل ٿي سنو. لوڪ ۽ پرلوڪ سُک ڏي واس سُوَرگ منجهار ٿو.٢- پاپ دک جو آهہ ڪارڻ پاپ جو چِنتن ٻُرو. پاپ ڪاري نانگ جيئن آخر ڪري پريهار ٿو.٣- ڪهي ٽيئون پاپ تياڳي ڌرم سان چِت لاءِ تون. ڌرم ئي آڌار تنهنجو ۽ ٺئي رکوار ٿو.٤-

راڳ ڀئروي پچن-٢٥- هي جگياسُو جيت من کي هيءُ رکي نِت ريت تون. سنت ستگر جي سنگت سان پاءِ پُختي پريت تون -ٽيڪ- يوڳ جڳ جا روڳ آهن خوشين جي پنيان غمي. تياڳ تِن جو ڪر هميشهہ ڳاءِ گوبند گيت تون.١- ڌيان ستگر ديوَ جو تون ڌار هِردي ۾ سدا. فِڪر ڦرنا سڀ هٽائي رهہ سدا سُرجيت تون.٢- ستگرن جي شبد جو نِت سواس سان سُمرن ڪري. وِرتي ستگر جي وچن ۾ ڇڏ ملائي ميت تون.٣- جوڳ ۽ وئراڳ ڀيئي ڌار انتهڪرڻ ۾. ڪهي ٽيئون هِن رهتِ سان پاءِ من تي جيِت تون.٤-

راڳ ڀئروي ڀڄن-٢٦- ڀوڳ ۾ ڦلجي اگياني جنم کين وڃاءِ ٿون. ڇڏ وشيہ جي واسنا کي گيت گوبند ڳاءِ ٿون -ٽيڪ- جي ڏِسين ٿو ڀوڳ سندر سي اٿي وِک سان پريا. انت تِن جي ڏِس وِچاري دل نہ تِن سان لاءِ ٿون.١- جنم مانش آ مليو توکي وڏي ڪنهن ڀاڳ سان. ڪرڻ چاهين جي سڦل تان رام کي ريجهاءِ ٿون.٢- جڳت سارو جوُٺ ڄاڻي شرن وٺ ستگر سندي. موهہ ممتا مانُ مَتِسر حَسد هِرسُ هٽاءِ ٿون.٣- ڪهي ٽيئون مکتي چاهين گيان سُڻ گروُديوَ جو. پرم سنسا ڀيد ڀرانتي دوُک دوَند مِٽاءِ ٿون.٤- راڳ ڀئروي ڀڄن-٢٧- ستگروُءَ جي شبد جو نِت جو ڪري ابياس ٿو، سو پرم آنند پائي ڪري ڦرنا ناس ٿو -ٽيڪ- روُپ ستگرديوَ جو جنهنجي اکيُن اندر رهي. سو ڏسي سڀ ۾ گروُءَ کي ٿئي سين جو داس ٿو.١- جو مِلائي سُرت پنهنجي تو گروُءَ جي شبد سان. پاپ تنهنجي من اندر ڪڏهين ڪري نا واس ٿو.٢- جو لڳائي شبد جي ويچار ۾ وِرتي سدا. سو سڃاڻي پاڻ کي تن جو ڇڏي اڌياس ٿو .٣-ڪهي ٽيئون ڄُڳت سان جو شبد جو سُمرڻ ڪري. سو رهي نِريئہ نِسنگ ڪاٽي ڪرم جي ڦاس ٿو.٤- راڳ ڀئروي ڀڄن-٢٨- ستگروُءَ جي گيان کي گرمُک سُڻي من ڌار ٿون. مَنن نِدڌياسن ڪري هي منش جنم سُڌار ٿون -ٽيڪ- ڪامنا بِن شي ڪرم ڪر جيت من مستان کي. ٿهل سنتن جي ڪري نِت مَئل من جي ٽار ٿون.١- لوڀ لالچ موهہ متسر پاپ کان پاسو ڪري. ڌرم ڌيرج شيل سنجم سان اندر

سينگار تؤن.٢. چاهه چنتا کي ڇڪائي ڏيان ڏر گرؤديؤ جو. جاپ سوهم جو جپي
نت راڳ دويش نِوار تؤن.٣. کهي ٽيئون کروڌ تياڳي شانتي من ۾ رک سدا. جڳت کان
جيئري ڇُٽي شِشيه پاءِ مکتي دوار تؤن.٤. راڳ ڀئروي پچن-٢٩- تو لِڪائي پاپ پاپي
جي کرين سنسار کان. سي لِکل هرگز نه رهندءِ پريوءَ جاڻڻهار کان -ٽيک- جي
لِکي تؤن پاپ ماڻهن کان کندين ڳجهه ڳوهه ۾. سي ڇپائي کين سگهندين کڏهن ستڪرتار
کان.١. چنڊ سؤرج پئون پاڻي اڳِن پؤن آڪاس پِي. تا ڏِسن سڀ ڏوهه تنهنجا جي
کرين گينوار کان.٢. چترگپتا پِي لِکن تا منش جي پٽيه پاپ کي. شاهدي دل
پِي ڏئي تي ڏِس پُڇي ويچار کان.٣. کهي ٽيئون پاپ سان دک نيچ جؤڻيءَ ۾ ملي. نام
جپ شڀ کرم کر ڊِڄُ پاپ جي وهنوار کان.٤. راڳ ڀئروي پچن-٣٠- رام
وياپک سَروَ ۾ سڀ رام جو ديدار آ. رام سڀ رنگ ۾ رميو سڀ رام جو جِنسار آ.
-ٽيک- رام سؤرج اڳن تارا رام چندر چارُ آ. رام جي آ جوت سڀ ۾ رام جو
چِمکار آ.١. رام راجا رام پرجا رام پالنهار آ. رام منگنو تي منگي تو
رام هي داتار آ.٢. رام اندر رام ٻاهر رام هي چؤڏار آ. رام جل ۾
رام ٿل ۾ رام جو وِستار آ.٣. کهي ٽيئون سَگن نِرگن رام هي نِرڌار آ. رام هي
سڀ راند آهي رام کيلڻهار آ.٤. راڳ ڀئروي پچن-٣١- آهِ پئدا ٿيو جنهين
کُل ۾ ڀڳت ڀڳوان جو. سو سدا آباد آ کل سُپاتر سنتان جو -ٽيک- جو رهي

ڀڳوان جي ڀڳتيءَ ۾ ڀرپوُر تو. ديش ڪل جي سو متان جهنڊو جهلائي شان جو.١- امر پيالو پريم سان پيتو جنهين گروُديوَ جو. ڀاوَ ڀڳتيءَ سان ڀري سو هردو هر انسان جو.٢- تي وسي جنهن ۾ سدا جوتي سچي جڳديش جي. ڀال تنهنجي ۾ رهي چِمڪو تنهين نيشان جو.٣- ڪهي ٽيئون گيان گڻ وارو لکن ۾ لعل ڪو. تنهن متان سيڪو ڪري قربان پنهنجي جانِ جو.٤- راڳ ڀئروي ڀڄن-٣٢- تو ڪريان پرڻام مان تنهن سَروَ وياپڪ رام کي. نام جنهنجي جپڻ سان تو چِت لهي آرام کي -ٽيڪ- پَشُن پکين جيوَ جنتُن کي رَسائي روز تو. ڏيان تنهنجو جو لڳائي سو لهي وشرام کي.١- چنڊ سوُرج جنهن بڻائي جڳت کي روشن ڪيو. پوَن جل ڌرتي اگن سان سک ڏئي تو عام کي.٢- شڪتي جنهنجيءَ سان سدائين تو هلي سنسار هي. جو سدا ڀڳتن سندي پوُرڻ ڪري تو ڪام کي.٣- ڪهي ٽيئون اوٽ اُنجي ۾ رهي ڏينهن رات مان. تو جپيان نِت نيم سان پرماتما جي نام کي.٤- راڳ ڀئروي ڀڄن-٣٣- پريم سان ڪپڙا رَڱي تا سنت ڪن ڪرتار لاءِ. عام لوڪن کي نہ آهي شوُق سِرجڻهار لاءِ -ٽيڪ- خلق مايا تي ڪمائي شان سک سينگار لاءِ. سنت مايا کي ڇڏن تا پرِيَن جي هِڪ پيار لاءِ.١- خلق ممتا تي ڪري پريوار ۽ گهربار لاءِ. موهه ڪوُڙي ڪٽنب جو ساڌوُ ڇڏن سک سار لاءِ.٢- خلق ساري تي جيئي تڪرار ۽ وهنوار لاءِ. سنت جيئن هري ڀڄن ۽ رام جي ديدار لاءِ.٣- ڪهي ٽيئون سئر ڪن تا سنت پر اپڪار لاءِ. پيش پائي

جوڳ ساڌن برهم جي ويچار لاءِ.۴- راڳ ڀئروي ڀڄن-۳۴- تو ڇوان مان صاف ڀيارا غرض جو سنسار آ. بنا مطلب ڪو ٻه مائٽ نا ڪٽنب پريوار آ -ٽيڪ- جي اچي پئسو ڪمائي تان لڳي گهر ۾ مِنو. بڻ ڪمائيءَ ڏيَن مَهٽا هيءُ اصل بيڪار آ.۱- پاس ۾ پئسو نهاري ٿين يار هزار ٿا. ڏن بِنا نا يار بولي جوُنو تِن جو پيار آ.۲- ڪهي ٿيئون سمجهه سياڻا سڀ جڳت تي غرض جو. غرض سان سيڪو ڀُڇي هِڪ غرض بِن ڪرتار آ.۳- راڳ ڀئروي ڀڄن-۳۵- اي مسافر وات واهوُ جاڳ هاڻي جاڳ توُن. ويل ناهي وِهڻ جي اٿ ماڻ پنهنجو ماڳ توُن -ٽيڪ- ڏينهن گهاريو تو گهمڻ ۾ رات ساري سمهڻ ۾. عمر ايئين ئي وڃايئِہ هاڻ ڪر وئراڳ توُن.۱- ڪٽنب سارو پراڻ پيارو جو اڪين سان تو ڏسين. ٺڳن جيئن جاڻي تنهينجو موهہ ترت تياڳ توُن.۲- منش چولو خاص هر جي ملڻ لاءِ توکي مليو. موهہ ممتا ۾ قسي نا لاءِ تنهنکي داڳ توُن.۳- ڪهت ٿيئون ڇوڙ غفلت اُدم ڪر هاڻي آتي. ساڌ سنگ ۾ نام سُمري ڪول پنهنجو ڀاڳ توُن.۴- راڳ ڀئروي ڀڄن-۳۶- رام جا هي رنگ ڏِسيو تو ٿيان حيران مان. ڇا منجهان تو ڇا ٻڌائي تو وڃان قربان مان -ٽيڪ- محل ماڙيوُن رنگن واريوُن ۽ بزاريوُن هوُن جِتي. اڄ اهيئي شهر سندر تو ڏسان شمشان مان.۱- باغ ٿڙيل ها گلن سان پکين جوُن بوليوُن جِتي. اڄ اهي سهڻا بغيچا تو ڏسان وئران مان.۲- پلنگ تان جنهن پير لاهي نا رکيو پٽ تي ڪڏهن. اڄ

اهيئي پير پِيادا تو ڏسان انسان مان.٣- ڪهي ٿيئون رام جا رنگ چا چئي مان چا چوان. بيک پِنندا در درن تي تو ڏسان سُلطان مان.٤- راڳ پڙروي پچن-٣٧- سچا ساڌوُ اڳڻ منهنجي ڪڏهن ايندا ڪڏهن ايندا. سنياريان مان سدا تِن کي، ڪڏهن ايندا ڪڏهن ايندا -ٽيڪ- ديا ڌاري پرم پريمي، سَرَل سيتل نرم نيمي. سداچاري سَروَ ڪيمي، ڪڏهن ايندا ڪڏهن ايندا.١- مِٺي بولي سدا ڀاڻي، پيئارن پريم جو پاڻي. ڪميا سنتوش جي ڪاٽي، ڪڏهن ايندا ڪڏهن ايندا.٢- وويڪي وير وئراڳي، سدا نشڪام اتِ تياڳي. پچن پنڊار انراڳي، ڪڏهن ايندا ڪڏهن ايندا.٣- ڪهي ٿيئون برهم گياني، نِسنگ نِرويرِ نرماني، سچا سي سنت سئلاني، ڪڏهن ايندا ڪڏهن ايندا.٤- راڳ پڙروي پچن-٣٨- جڳت ۾ سنت پوُرڻ سي ، نظر سان نهال ڪن جيئي. سُڌارن جيوَ جڳتر جا، سچي سندر سکيا ڏيئي -ٽيڪ- پکي جِن پريت آ پاتي، سچي لِنوَ رام سان لاتي. سڃاڻي اصل جي ذاتي، برهم سُوَروُپ ٿيا سيئي.١- برهم جو مَڇ مڇائِن ٿا، پننگ جيئن تن پچائن ٿا. هريءَ جي رنگ رچائن ٿا، مِتائِن تاپ ٿا ٿيئي.٢- ڪهي ٿيئون جڏهن ملندا، خوشين جا در تڏهن کُلندا. بسنت جيئن انگ سڀ ڦُلندا، مِٽي ويندا درد ڪيئي.٣- راڳ پڙروي پچن-٣٩- چڏي توُن آش دنيا جي، جپي وٺ رام سکدائي. ڪري شڀ ڪرم جڳتر ۾، سڦل ڪر جنم توُن پائي -ٽيڪ- چوين تو توُن دنيا منهنجي، اٿي سا ڪانَ ڪا تنهنجي. انت ۾ ٿئي نٿي ڪنهنجي، ڪٽي نا ساڻ ڪو پائي.١- دنيا جي

واسطي بندا، ڪرين ڇو تو ڪرم گندا. مندن ڪرمن سندو مندا، اتي ڦل نرڪ دڪدائي.٢-
ڪهي ٽيئون ڪري ارپن، سچي گرُوديوَ کي تن من. وٺي هرنام ڪر سُمرن، وِساري
جڳت جي وائي.٣- راڳ ڀئروي پڇن-٤٠- سچو سُوَرُوپ آتم جو ڏنو جِن ڦسط
مان ڪاهي. لِکن تا ڪين ڪي جڳ ۾ تِنين جي منهن مٽيا آهي -ٽيڪ- جڳت کان سي
رهن نيارا، سچا سالڪ سُمت وارا. سدا سچ جا چلن چارا، نڳيءَ جا ڍؤل
سپ ڍاهي.١- جڳت جُونو جِنين جاتو، سچو هِت هريءَ سان لاتو. نِيائِن نينهن جو
ناتو، تِنين کي آس ٻي ناهي.٢- شبد سان سُرت جِن لاتي، پائي نِت پاڻ ۾ جهاتي.
ڪيو تِن پاڻ اِسباتي، خوديءَ جو پَٽ مٿان لاهي.٣- ڪهي ٽيئون مِلن سيئي، سنياريان
رات ڏينهن پيئي. ڏوئي تِن جا چرڻ ٻيئي، پيئان مان چاهه سان چاهي.٤- راڳ ڀئروي پڇن-٤١-
درد وارن سنديُون اکڙيُون رهن تيُون آب ۾ آليُون. تِنين جي اکين
مان هردم وهن تيُون نير جُون ناليُون -ٽيڪ- ڪُڇن تا ڪين ڪي ڪڏهين رهن تا سي
صبُوريءَ ۾. وٺي نِت مؤج مستيءَ جي پيئن تا پريم جُون پياليُون.١- رهي جڳ جال کان
نيارا ڪرن آرام ڏينهن سارو. گذارن راتڙي جاڳي چلن اُلٽيُون سدا
چاليُون.٢- هميشهه رام جو نالو جپن سي تا سواسن سان. مِلائي شبد ۾ سُرتي
ڏسن تا لعل جُون لاليُون.٣- ڪهي ٽيئون درد وارو تِنين جي رمز ڪو سمجهي. خبر
نا عام لوڪن کي ٻُجهوُن تِن جُون اَٿي ڳالهيُون.٤- راڳ ڀئروي پڇن-٤٢- پيالو

پيالو گروُ ڏي پيالو. پري پريم وارو گروُ ڏي پيالو -ٽيڪ- جڳت ۾ گهڻان موُن پيالا ڏِنا، گلابي شرابي سُنن کان سُنا. پر نہ پريم جهڙا ٻيا کي مِنا، پيئڻ ساڻ جنهنجي اندر ٿئي اُجالو.١- ٻلاشاهہ جنهن لاءِ پيري چڙِهي، وليرام پنهنجي وزيري ڇڏي. گوپيچند پيپي اميري ڇڏي، اُهو پريم پيالو پري ڏي رَسالو.٢- کهي ٽيئون گولو ٿي پاڻي پريان، سدا تنهنجي در جي مان سيوا کريان. کٽي سيس پنهنجو اڳيان تو ڌريان، ڏئي پريم پيالو کيو موُن سُکالو.٣- راڳ پيروي پچن-٤٣- گروُ تار ٻيڙو گروُ تار ٻيڙو. دنيا جي لهر مان گروُ تار ٻيڙو -ٽيڪ- عمر موُن اَجائي وڃائي گروُ، کيم نا سچي کا کمائي گروُ. ورتم هاڻ تنهنجي شرنائي گروُ، نرک جي نهر مان گروُ تار ٻيڙو.١- سچي عمر موُن شپ کرم نا کيو، گناهن کرڻ ۾ شرم نا ٿيو. گروُ سنت جو من مرم نا پِيو، گرپ جي گهِر مان گروُ تار ٻيڙو.٢- نِماڻن سندو ماڻ توُن هي گروُ، نِتاڻن سندو تاڻ توُن هي گروُ. نِتاڻن سندو تاڻ توُن هي گروُ، کنن هِن پَهِر مان گروُ تار ٻيڙو.٣- کهي ٽيئون ستگر نہ موُنکي ڇڏيو، سچي سنگ پنهنجي سدا موُن گڏيو. اچي من مندر ۾ تہ ڏيرو اڏيو، کلوءَ جي قهر مان گروُ تار ٻيڙو.٤- راڳ پيروي پچن-٤٤- اکنڊ آتما کي لهين چو نہ ڳولهي. لکل جو اندر آهي اٿهوُندي اولي -ٽيڪ- سچو جڳت پئدا جنهين مان ٿئي، سدا سِچ بہ روشن تنهينسان ٿئي. جدا هوُ کڏهن کين کنهن کان ٿئي، رهي منجهہ چولي ٻُڏي

ٻول ٻولي.١- جنهين جو نہ رنگ آ نہ ڪو روُپ آ، اِندريُن ڪان پري برهم سُوَروُپ آ. امر سو انادي مهاپوُپ آ، لهِج توُن تنهينڪي فِڪر ساڻ قولي.٢- مايا جي پُتل ۾ لِڪي سو پيو، ڪنن ڪوت ڪايا ۾ قابوُ ٿيو. ملي ساڻ ڇايا تي ڇايا وِيو، پسِج توُن تنهينڪي ٿيئي پڙدا کولي.٣- سچي ستگروُءَ ڪان وٺي گيان توُن، ڇڏي پنج ڪوشن جو ايمان توُن. برهم آتما جو ڏرِج ڌيان توُن، ڪهي ٿيئون ميٺي ڇڏج پرم پولي.٤- راڳ ڀئروي ڀڄن-٤٥- بندا ڪال سِر تي پُڪاري پُڪاري. سدا واٽ تنهنجي نِهاري نِهاري -ٽيڪ- مٿان موُت ڪنهنجي ڪڏهن نا ڇُٽي، اچي اوچتي تو گلي ڪان گُهٽي. وڃي سواس سيني جا ڪنهن .ڏينهن لُٽي، اٿي جاڳ هاڻي گِنواري گِنواري.١- عزل جو هميشهہ وڃي ناد ٿو، ڪري باغ ٽِڙيل سو برباد ٿو. هلي موُت اڳيان نہ فرياد ٿو، ڇڏي ڪال سڀ کي سنگهاري سنگهاري.٢- وڃي ڪوُچ ٿيندو سڄو جهان ٿو، ڏِسين خود اکين ساڻ انسان ٿو. اڃان ڀي ڇڏين توُن نہ ايمان ٿو، حيا موُت وينين وِساري وِساري.٣- ڪهي ٿيئون ڪيئي هِتان ويا لڏي، وڏا وير جوڌا وِيا پوُنءِ ڇڏي. رهندين ڪين توُن ڀي هِتي گهر اڏي، ثمر ڪڻ ڪو اڳ لاءِ سنواري سنواري.٤- راڳ ڀئروي ڀڄن-٤٦- عجب رام ليلا بڻائي بڻائي. رمز ساڻ رانول رچائي رچائي -ٽيڪ- ڪِنين جي مٽي تي ڇَتر ٿو جُهلي، ڪِنين جو پِيو لاش رِڻ ۾ رُلي. ڪِنين جو پلو ڀاڳ ويٺي کلي، ڪِنين کي ڏنڏي مان ملي ڪين پائي.١- ڪِٿي بِغل باجا بيحد ٿا ٻجن، ڪِٿي پِڻ مرڻ جا ثمر

ٿا سَجن. ڪٿي ڏير جوڌا گهمنڊ سان گجن، ڪٿي باغ بستي ڪٿي سڃ صفائي.٢.
ڪٿي گيان گڻ جي چرچا ٿي چلي، ڪٿي هوڏ هستي هٽڻ تو هلي. ڪٿي خوب خوشيُون
ڪٿي جيءُ جَلي، ڪٿي روڄ راڙو ڪٿي آ وَڏائي.٣. ڪهي ٽيئون ڏاڍو عجب تو اچي،
ڏسو ڪيئن ڪل سان ٿي مايا نچي. رهي رام نيارو تو رچنا رچي، وڃان تنهن پريوُءَ تان
مان ٻل ٻل سدائين.٤. راڳ پئروي پچن-٤٧. ري من پريوُءَ سان ڪر پيار. پنهنجو
مانش جنم سُڌار -ٽيڪ- مايا موهه ممت کي تياڳي هردم ٿيءُ هوشيار. ساڌ
سنگت هرِ ڀڳتِ ڪرڻ ۾ ٽُرتئوُن ٿيءُ تيار.١. نانگو آئين نانگو ويندين من ۾ ڪر
ويچار. ڪوڏي هِڪ ٻي ڪٽنڊين نا ڇو ميڙين لک هزار.٢. جوُٺي ڪايا جوُٺي مايا جوُٺو
سڀ سنسار. مطلب جا سڀ سنگي ساٿي مطلب جو پريوار.٣. ڪهي ٽيئون ڪر پريت
پريوُءَ سان ڇڏي جڳت وهنوار. هِت هُت توسان سنگي ٿيندو سوئي ست ڪرتار.٤.
راڳ پئروي پچن-٤٨. من ڪر ڪا هاڻ هوشياري. هيءَ مهل اٿي موچاري -ٽيڪ-
مانش جنم امولڪ پاتئہ، قدر تنهينجو ڪين ڪي ڄاتئہِ. اصل سُوروُپ کي ڪين
سُڃاتئہِ، تو وئڙت عمر گذاري.١. سِر تي بينو ڪال پُڪاري، هِڪ ڏينهن نيٺ ڇڏيندءِ
ماري. جَمَپور ڏيندين ليکو ساري، پوءِ پَوندءِ سُڌ ساري.٢. ڪهي ٽيئون لڳي ستگر
لاري، نام جپي وٺ جنم سڌاري. ليکو ڌرمراءِ جو واري، پائِڄ پد سُکڪاري.٣.
راڳ پئروي پچن-٤٩. اڄ صاحب جا شڪرانا. موهہِ مِليئا سنت سُڄانا -ٽيڪ-

سنت سچا سُوَرُوپ هريءَ جو تنهن ۾ ڀيد نہ ڪوئي. سنت هريءَ ۾ ڀيد رکن جي آهن سي
تہ اجانا.١- صاحب ۾ تي سنت سمايل سنتن ۾ آ سائين، هري سنتن جو سنت
هريءَ جا سمجهہ رکي ڏِس سيانا.٢- سنتن جو اپڪار جڳت ۾ سڀ جيئن تي
آهي. سنت سچا اوتار وني ڪن ڪِروڙن جا ڪليانا.٣- صاحب جي ڪئي سنت
مِتائِن سنت جي هرِ نا ميتي. ڪهي ٽيئون سنتن جي مهما ڳائِن ويد ڀُرانا.٢.
راڳ ڀئروي ڀڄن-٥٠- سنتن کي دِل ياد ڪري تي. تِن ريءَ منهنجي ڪانَ سَري تي.
-ٽيڪ- سنتن لاءِ مان پُوُر پچايان، دم دم دونهان درد دکايان. باهہ بِرهہ جي اندر
ٻَري تي.١- سنتن کي مان هر هر ساريان، رُئندي رُئندي رات گذاريان. نيٽن مان وَئي
نِنڊ پري تي.٢- سنتن بِن مُون ناهِن قراري، سُڃ تي ڀانيان دنيا ساري. ڳَڙتِيُن ۾
جِند روز ڳري تي.٣- ڪهي ٽيئون سي ڪڏهين ايندا، ديا ڪري شل درشن ڏيندا. تِن لاءِ دلڙي
روز رڙي تي.٤- راڳ ڀئروي ڀڄن-٥١- جوڳي جيءَ ۾ جادوُ هٽي ويا، مُرليوُن وڄائي
خيال ڪٽي ويا -ٽيڪ- جوڳين ڏاران ڪين سَري تي، لوُنءَ لوُنءَ تِن کي ياد ڪري تي.
سِڪ جي موُنکي ڏيئي ڪَٽي ويا.١- جوڳين لاءِ مان تي جوڳياٽي، ٻُڌندس تِن جي
انيئہ ٻاٽي. وچن تنين جا موُنکي وٽي ويا.٢- جوڳي وِيَڙا جيءُ جيئاري، پريم
پيالو پاڙ پيئاري. نيِنهن جا ناتا تِن سان ٻٽي ويا.٣- ڪهي ٽيئون سي جڙ ويا لائي،
وطن تنيِن جو ڏسندس ڪاهي. محبت واري ڏيئي مٽي ويا.٤- راڳ ڀئروي ڀڄن.٥٢-

آ توُن ستگر، ٻيڙو منهنجو ڀَوساگر کان تار -ٽيڪ- ڪوُڙو ڪپٽي آهيان ڪامي، ڪين ڏِسِڄ توُن خاوند خامي. هيٺن سان ٿيءُ هردم حامي، پنهنجو بِرد سڄاڻِڄ سوامي. لهُه توُن سُتت سنڀار.١- ستگر تو بِن نانهِن وسيلو، ڪون هلي هِت منهنجو حيِلو. ڏٺم جاچي ڪٽنب قبيلو، سنگ تنين جو آ زهريلو. منهنجو توُن آڌار.٢- ڪهي ٿيئون گر پار اڪارِج، ڀَوَ ساگر جي پيڙ نِوارج. ڪڏهن موُنکي ڪين وِسارج، موُنتي پنهنجو هٿڙو ڌارج. آيُس تنهنجي دوار.٣- راڳ پڀروي پڇن-٥٣- اٿي ساجهر ڪر تہ سُڄاڳي، چڏ نِنڊ گهٽي، ڪر ياد ڏٽي، ماڻ محبت واري ماڳ ڪي -ٽيڪ- تو تہ ڏينهن وڃايو گهمندي، ساري رات وِڃايئِہ سمهندي. رکي پاڻ اندر ڪوُڙو ماڻ اندر، تو ڪويو پنهنجي ڀاڳ ڪي.١- هيءُ عمر وڃي ٿي وَهندي، ڪندي ڪوشش ڪِين ڪي رهندي. ڏِس ڌيان ڌري من سوچ ڪري، ڪيئَن جهاڳِيندين هِن جهاڳ ڪي.٢- چڏ اوديا نِنڊ اياڳي، ڪهي ٿيئون هر جپ جاڳي. شپ مهل اٿي ڪر ٿهل اٿي، توُن ماڻِج سچي سُهاڳ ڪي.٣- راڳ پڀروي پڇن-٥٤- هري پڇن بِنا هي ڀائي، تو عمر اجائي وڃائي -ٽيڪ- نکي ٻول پوُرب جو پاريو تو، نکي من وئراڳ وِهاريو تو، نکي ڌيان هريءَ جو ڌاريو تو، ڀوڳي ڀوڳ اپار جنم ڪيُئِہ غار. رهي بيڪار ڪيئِہ نہ ڪمائي.١- نکي جپيو رام جو نالو تو، نکي پيتو پريم جو پيالو تو. نکي اندر ڪيو تہ اجالو تو، ڪرين تو ڪوُڙ مَتيءَ جا موُڙهہ، سهندين توُن سوُر نرڪ ۾ جائي.٢- نکي

ڪام ڪروڌ کي ٽاريو تو، نکي لوڀ موهہ کي ماريو تو. نکي هٺ هٺيلا جو هاريو تو، پنجن سان پريت رکي تو نيت، پشُن جيئن ريت هلئين دکدائي.٣- کهي ٽيئون گر نا ڏيايو تو، نکي ستسنگ سان من لايو تو. نکي گيان برهم جو پايو تو، نکي شڀ ڪرم ڪيئہ کو ڌرم، نکي من مرم رکيئہ تو رائي.٤- راڳ ڀئِروي پڄن-٥٥- دلبر جو ديدار، پيهي پاڻ ۾ ڀس توُن -ٽيڪ- ڇو تو ڏوُنگر ڏورِئين، ڏيهہ ڏٺي ڏاتار. ڏوري ڏِيل ۾ ڏس توُن.١- بِرهہ سندي بازار ۾، بيخود جو ڪٿ بار. وِرهہ وئراڳ ۾ وَسُ توُن.٢- مالڪ سان من ميل توُن، ماڻيج موُج بهار. هرِ رنگ ۾ پيو هس توُن.٣- ٽيئون اکڙين سان ڏسي، آلک سندو اِسرار. ڳالهہ نہ ڪنهنکي ڏَسِ توُن.٤- راڳ ڀئِروي پڄن-٥٦- کر من درشن دل درپن ۾. ريجهي ويهہ نہ رَسَن ۾ -ٽيڪ- ڪام ڪروڌ لوڀ موهہ غيرِيو، ڪر نہ پريت پنجن ۾.١- پنجن ڪليشن ڪان ڪر پاسو، تپ نہ ٽِن تاپن ۾.٢- بيمُکن جي سنگ کي تياڳي، رک توُن سِک سنتن ۾.٣- ست شبد سان سُرت مِلائي، سُمرن ڪر سواسن ۾.٤- کهي ٽيئون گر گيان پِرائي، ڀُلج نہ توُن ڀرمن ۾.٥- راڳ ڀئِروي پڄن-٥٧- جيڪو درويشن کي دکائيندو، ڌِڪا در در سوئي کائيندو -ٽيڪ- جيڪو وير وِجهي تو فقيرن سان، جَم جَڪڙي تنهنکي زنجيرن سان. سو مرندو ڪشٽن پيڙن سان، وجي نرڪن ۾ دک پائيندو.١- جيڪو درويشن کي جهوريندو، سو ٻيڙو پنهنجو ٻوڙيندو. ڪيو پاپ ڪرم جو لوڙيندو، ۽ آخر ۾

ڀڇتائيندو.٢- جيڪو وير وڄهي واسِنگن سان، ڪهي ٽيئون مري سو نانگن سان. ٽيئن دويش رکي
جو سنتن سان، سو پنهنجو وَنش وِڄائيندو.٣- راڳ ڀئروي ڀڇن-٥٨- گروُ ڪير ٻلي
آهي. من اندريوُن جو جيتي، هرِ شمرن ۾ لائي -ٽيڪ- گروُ ڪير عاقل جڳ ۾. ڇڏي
پاپ ڪرم جوئي، هلي ڌرم سندي ڏڳ ۾.١- گروُ ڪير آهي روڳي. جو ترشنا من ڌاري، رس
ڀوڳي تي ڀوڳِي.٢- گروُ ڪير آهي پاپي. جو پنهنجي سُک لاءِ ڏي، دک ٻئي کي سنتاپي.٣-
گروُ ڪير آهي موُرک. جو مايا ۾ ڦاسي، ٺئي ڀڳوَت کان بيمُک.٤- گروُ ڪير آهي پريمي.
رکِي نينهن نيائي جو، ڪهي ٽيئون تي نيمي.٥- راڳ ڀئروي ڀڇن-٥٩- موُنکي جوڳي ياد
پوَن. جِن نام جو دان ڏنو، سي سامي شال مِلن -ٽيڪ- جِتي جوڳِن ڪيا ڏيرا،
اُتي خوُب مَتا ميڙا. تِن جوڳن ڌاران سي، ٽيوُن مڙهيوُن ڪين سوُنهن.١- جِن جوڳن
جاڳايو، هر رنگ سچو لايو. تِن سنتن کي ساري، تا نيٽين نار وهن.٢- ڪري انيئه
جي ٻولي، دري دل جي جِن کولي. تِن سامِن جا موُنکي، شل درشن سيگهه ٿِيَن.٣-
اُهي ڏينهن ڪڏهن ٿيندا، ڪري مهر اڱڻ ايندا. ڪهي ٽيئون درسُ ڏيئي، شل موُنکي پنهنجو ڪن.٤-
راڳ ڀئروي ڀڇن-٦٠- ڪڏهن ملندا من ميلِي سي پرميشور جا پيارا. من
گهُريا من مُهٽا جي هنِ منهن ۾ مٽيا وارا -ٽيڪ- گيانوان ۽ ڌيانوان جي
دياوان اُپڪاري، آتم اِسٿت انترِيامي نشڪامي نِرڌاري. پرم وِويڪي
ايڪا ايڪِي سمدرشٽي گٽڪاري، برهم نيشٽي برهم شِروتري پوُرڻ ڀڇن ڀندارا.١-

ڳام ڳام ۾ ڳليءَ ڳليءَ ۾ سنتن کي مون ڳولهيو، جهنگ جهرن ۾ ڏرن ٻرن ۾ ڏونگر ۾ مون ڏوليو. رات ڏينهن ۾ ڏتيءَ لڏيءَ ۾ فڪر رکي مون ڦوليو، ڀيا سڀ مليا پر نہ مليا جي دل کي ٺارٺهارا.٢- گنگا يمنا ڌام ڏنا مون ست ڏي پُريون نحاريون، مندر مڙهيون ۾ ڏٺم شِوالا ديوَن جون درباريون. بيک منڊل ۾ پنت ڏنا مون سنت سيائون ساريون، ڀيا تہ ڏٺم پر سي نہ ڏٺم جي درد مٽائِن سارا.٣- ڪهي ٿيئون هر انترجامي منهنجي سُڻ ارداسا، لوڪ ٿِنهين جو راڄ نہ گهرجي نانهِن مانَ جي آسا. رِڌ سِڌ ڪين گُهران تو آ هِڪ سنت درس جي پياسا، محر ڪري سي ميلِهج مونسان ساڌُو سنت سچارا.٤- راڳ ڀيروي ڀڄن-٦١-

ساڌ سنگت جي سڀ ڪرمن کان آهي وڏي وڏائي. جنهن جنهن سنگ ڪيو ساڌن جو تنهن تنهن مڪتي پائي -ٽيڪ- سنت مِلي ڪن ستسنگ جاتي سو ٿل تيرٿ آهي، شرڌا سان جو نائي تنهن ۾ سو سڀ پاپ مِٽائي. گنگا جمنا تيرٿ ڀي سڀ اچن اُتي تا ڪاهي، ليٽِي پيٽِي پاپ لاهِن سي سنتن ساک سُٽائي.١- پاربرهم پرميشور جو جِت سنت ملي جَسُ ڳائن، جاءِ اُنهيءَ جي ڌُوڙ کٽي تا ديوَ لِڱن کي لائِن. جن شرڌالوُ سا رج لائي مستڪ ريک مِٽائن، سنت چرن رج سڀ مرضن جي آهي اُتم دوائِي.٢- سنت سچا تا چرن گهمائي نرڪ تنل کي ٺارن، رام ڀڄن جي ٻل سان ڪيئي پاپي پار اُتارن.٢- ڏرمراءِ ڀي سيوي تِن کي سنت جنِين هٿ ڏارن، لوڪ ٻنهي ۾ جئہ جئہ

تنجي ڄڻ سان سنت سهائي.٣- ساڌ سنگت ۾ سک آ جو سو وئکنٺ کان وڌ چاڙهو، نيم ورت جپ جوڳ يڳين کان وڌ ستسنگ پڇاڙو. ڪهي ٽيئون ٽئي تنهنکي پراپت جنهنجو ڪرم اڳهاڙو، سنتن سنگ ۾ ملي پرم سُک دوُک رهي نا رائِي.٤- راڳ ڀيرُوي پڇن-٦٢- مورک پنهنجو منش جنم چو وڃين مانهن وڃائين. سنتن جو ستسنگ ڪري توُن سڦلو چو نہ بڻائين -ٽيڪ- مات گربِ ۾ حالت تنهنجي هُئي جا سُڻ توُن سائي، اوُنڌو لٽڪيل چُرڻ ڦِرڻ کان بند هُئين توُن ڀائي. ڪُميي نرڪ ۾ غوطا کائي سوُر سَنَئہ تہ گهڻائي، ڀول ڪري توُن جنهن سان آئين تنهنکي چو نہ ڏيائين.١- جنهن ڪم لاءِ توُن آئين هِتڙي چو تو اُهو ڀُلايو، امرت رس جي ڀريل پيالي کي تو زهر بڻايو. لعل جو تو وڪر چِڏي چو ڪچ جو وڪر وِهايو، ڀيڙ ڀَتي توُن چندن جا چو آڪ جا ٻِرڇ لڳائين.٢- ڏاريءَ مان ڦل ڪِري پيَل جيئن ڏاريءَ ۾ نا لڳندو، گانءِ منجهان جيئن کير ڏُڌل ڦِر گانءِ ٿڻين نا پوندو. تيئن توکي هي سُندر مانش چولو وري نہ ملندو، ديوَ سِکن ٽا ديهہ جنهين لاءِ تنهنکي چو نہ بچائين.٣- ڪهي ٽيئون ٽي محل اجان ڀي ستگر در وڃ کاهي، تن من ڌن سان سيوا ڪر توُن من جو ماڻ مِٽائي. پل ۾ پار ڪندو گروُ توکي آتم گيان سُڻائي، سُرت شبد ابياس ڪري چو نہ آواگمن مِٽائين.٤- راڳ ڀيرُوي پڇن-٦٣- ستگر موُنکي صاف سُڻايو کير اندر تو ٻولي. رنگن روُپن جي تہ ڏسڻ لاءِ کير اکيوُن تو کولي -ٽيڪ- قِسم قِسم جي چيز کٽڻ لاءِ هتڙا کير پسارِي، طرح

طرح جي ڪير سُڳنڌي سُونگهي نڪ جي دواري. ڀانت ڀانت جا وچن منوهر ڪير ٻڌي ڪن ڌاري، ڪير سَنئين مارگ ۾ ٻيئي پير ڪٽي ٿو ٽولي.١- من جي دواران ڪير هميشه ڦرنن ڪي تہ اٽاري، ڪير ٻڌيءَ جي دواران هردم پاپ پُڇ ويچاري. ڪير ڪري چِت دواران چِتوَن مئن ۾ ڪير اچاري، ڪير پرانن دواران سيني انگن ۾ ٿو ڏولي.٢- ڪير سدائين وِرتيءَ سان ٿو سئر ڪري سئلاني، مايا آدي سڀ وِشيُن ڪي ڪير لکي لاثاني. ڪير نيارو سڀ رنگن ڪان آهي ڪنهن حئراني، ڪير لَڪائي لعل اُنهيءَ ڪي ڪير تنهينڪي ڳولهي. ڪهي ٽيئون سو برهم آتما وياپڪ سڀ آڌارو، سوئي پريرڪ سڀ ڪڇ ڪرتا سوئي نيے جيئن نيارو. گرمُک ڳولهي تنهين لَڪائي پوُرڻ ستگر پيارو، آتم لعل مِلي ٿو تنهنکي فارق ٿي جو ڦولي.٣-

راڳ ڀئروي ڀڄن-٦٤- ڀاڳن وارو منش ٻٽين تان جيئري من کي مارج. ساڌ سنگت جي سيوَ ڪري تُون پنهنجو جنم سُڌارج -ٽيڪ- جنم امولڪ هِيرن جهڙو تنهنجو قدر سڃاڻي، وِشيُن ڪان وئراڳي بڻ تُون پنهنجو پاڻ پڇاڻي، اهڙو ويلو هٿ نا ايندءِ ڏيان اِهو دل ڌارج.١- پاپ ڪرم ڪان ڪر تُون پاسو ست ڪرمن دل لائي، من موهيندڙ مايا ڪان وٺ پنهنجو پاڻ بچائي، ٽاپن جي سڀ تپت مِٽائي پنهنجي دل کي ٺارج.٢- ڪهي ٽيئون سِک شرڌا سان وڃ ستگر جي در ڪاهي، تنهنجي اڳيان ٻيتا رکہ تُون ڏڙ تان سِر ڪي لاهي، گر منتر تُون وٺي گرُوءَ ڪان سواسون سواس اُچارج.٣-

راڳ ڀئروي ڀڄن-٦٥- ڀلو چاهين جي پنهنجو وٺ تُون

ستگر جي شرڻائي. ستگر جي شرڻيءَ ۾ ڄاڻج پنهنجي سدا ڀلائي -ٽيڪ.
دنيا جا سڀ ساٿي جوُنا نيت ڇڏي تو ويندا، ڀائر ڀاڻيا اڪيءَ ويلي ساٿ نہ ڪوئي
ڏيندا، سنگ سچو هِڪ ستگر ڄاڻج هِت هت ٿئي سَهائي.١- وچن گرُوءَ جو
امرت چاڻي سُڻ سِک سان هِڪواري، سُٺي ڪري توُن ڌارج دل ۾ ميٽي ممتا ساري،
دکڙا تِن جا دوُر ڪري ٿو جِن آ پريت لڳائي.٢- تن من ڌن ۽ واڻيءَ سان
ڪر ستگر جي توُن سيوا، سيوا سان ٿئي ستگر پِرسن ملن سيئي ميوا، ديا گرُوءَ جي
ٿئي جنهنتي سو وات نہ ڏسي آڻائي.٣- آتم گيان وٺي ستگر کان سنسا ڀرم نِوارج،
ڪهي ٽيئون ڀَوَ ساگر کان توُن بيڙو پنهنجو تارِج، جنم مرڻ جو چڪر مِٽائي ڀائِج
پد سُکدائي.٤- راڳ ڀئروي ڀڄن-٦٦- من جو موهہ مِٽايو، گرُوءَ ڪاڻ گيان وٺي.
-ٽيڪ- موهہ جهڙي نا ٻي بيماري، دکي ڪيا جنهن سڀ نر ناري، موهہ جو مرض
نَسايو.١- موهہ جهڙو ٻيو دشمن ناهي، جنم جنم ۾ تو ڀٽڪائي، تنهنکان ڀاڻ
بچايو.٢- سُر نر مُنيجن موهہ ڀُلايا، سوُرويِر رڻڌِير رُلايا، موهہ جو ڀَٽُل
هٽايو.٣- موهہ جي اوندهہ انڌو ٻڻائي، ڪهي ٽيئون سُڌ ٻُڌ تہ وِڃائي، موهہ جي جڙ کي
جَلايو.٤- راڳ ڀئروي ڀڄن-٦٧- ڌيان هريءَ جو ڌاري، سچو سک ماڻ سدا.
-ٽيڪ- ڌيان بِنا سک ڪين ملي ٿو، تاڪ اندر جو ڪين کُلي ٿو. وچن اِهو
ويچاري، سچو سک ماڻ سدا.١- ڌيان بِنا نا شانت اچي ٿي، هر رنگ ۾

دل کين رَچي ٿي. ڏيان سان من کي ماري، سچو سک ماڻ سدا.٢- کھي ٽيئون هرِ ڌيان ڌري تون، ڌيان سان پراپت گيان کري تون. ليکو جَم جو واري، سچو سک ماڻ سدا.٣- راڳ ڀئروي پچن-٦٨- ستگر کي ٿي ساريان، سدا مان روئي کري -ٽيڪ- پريم سچي جي سُرڪَ پيئاري، جيءُ منھنجو جنھن چڙيو جيئاري. پل پل تنھنکي پُڪاريان.١- ستگر باجھؤن کين سَري ٿي، دم دم دلڙي ياد کري ٿي. ڳوڙھا اکين مان ڳاريان.٢- اٿندي وِهندي ساھ سنياري، سپني ۾ ڀي کين وساري. گر بِن غم ۾ گذاريان.٣- کھي ٽيئون جڏهن ستگر ملندو، ڀاڳ منھنجو هي تڏهين کُلندو. نيڻ کٽيو تہ نھاريان.٤- راڳ ڀئروي پچن-٦٩- ستگر کان گيان وٺي سنسو پرم ٽار تون -ٽيڪ- گيان بِنا نا ٽئي ٿي مکتي، گر بِن گيان جي ملي نہ يُکتي. ويدن جي هيءَ آهي اُکتي، ستگر جي شکشا هردم هردي اندر ڌار تون.١- گيان جڳت ۾ روشن آهي، اوديا اوندھ چڙي مِٽائي. گيان دويت جو پڙدو لاهي، ستگر جو گيان ڌاري اندر کي اُجار تون.٢- گيان منش جو جيوَن آهي، گيان بِنا جيوُ جيئرو ناهي. گيان بِنا کو سک نا پائي، ستگر جو شبد سُمري جيءَ کي جيئار تون.٣- کھي ٽيئون ستگر جي دواري، برهماتم جو گيان وِچاري. دنيا جا سڀ گيان وساري، برهم گياني بڻي تَرِي جڳ تار تون.٤- راڳ ڀئروي پچن-٧٠- هرهنڌ ۾ ڏِس رام سچو تون، وياپڪ وِسُ جو ڏٺي ڏٺي. سم درشٽيءَ سان صاحب کي تون پيارا ويندين وٺي وٺي -ٽيڪ-

ڪڪ پن ۾ ڪرتار نهارج ڀيو نا ڪڏهين ڏِس توُن، جل ٿل بن پربت ۾ جوتي جڳديشور جي پَس توُن، ڀيائيءَ واري وِرتي منڙا جڳ مان ڇڏ توُن ڪٽي ڪٽي.١- سنت گُرن جو سنگ ڪري من وِرتيءَ کي توُن ناهج، ڀيد ڀاونا وِشيہ واسنا گيان وني توُن لاهج، سائينءَ جي سڀ صورت ڄاڻج جيڪا آهي ٻٽي ٻٽي.٢- ڪهي ٽيئون هيءَ سندر شڪشا من توُن دل ۾ ڌارج، سڀ ۾ هِڪ سائينءَ کي ڄاڻي سيوا سان هٺ ٽارج، انهيءَ ڀاوَ سان پائي وٺ توُن مڪتيءَ واري مٽي مٽي.٣- راڳ ڀئروي ڀڄن-٧١- ستگر جي وني شرڻ ڪيو سواس سڄايو. پاپن ۾ پَهي ڪين ڪيو وقت اجايو. -ٽيڪ- گرديوَ سچي ڪان وني اپديش نام جو، جپ جاپ جڳياسوُ ٻٽي توُن صبح شام جو، گر شبد سندي تار سدا من ۾ وڄايو.١- گرديوَ سندي سيوَ ڪري اندر اُجاريو، گُر گيان سنديءَ جوت سان اگيان نواريو، سڀ سنسا وهم ساڙي ڀيد ڀرم ڀڄايو.٢- گرديوَ بِنا منش ڪڏهن سک نہ لهي ٿو، ڪهي ٽيئون سدا يار ٿي جڳتر ۾ رهي ٿو، تنهن لوڪ ۽ پرلوڪ اندر پاڻ لڄايو.٣- راڳ ڀئروي ڀڄن-٧٢- ڪر پريم سان پيارا ڀڳوان جو ڀڄن توُن -ٽيڪ- ڪيو مات گرڀ ۾ جو، آ ٻول رام سان تو. ڪر ياد نا وِسارج پاڙج اُهو وچن توُن.١- جنهن لاءِ منش چولو، مالڪ ڏنو امولو. ڪر سوئي سڦل پنهنجو هِيرو جنم رتن توُن.٢- ڪر سواس سڀ سڄايا، ڪوئِج نہ توُن اجايا. جڳديش جي جپڻ جو ڪر جُهد سان جَتَن توُن.٣- ڪر جوڙ ٽيئون ٻولي،

لڳ لعل املھ ڳولھي. گرديوَ جي ديا سان پائِڄ اصل وطن تُون.٤- راڳ ڀئيروي ڀڄن-٧٣-
دنيا ۾ جيوَ ڀُلجي داتار نا ڀلايو -ٽيڪ- دنيا ڏُرنگي آهي، ڀڳوان
کان ڀُلائي. ڦسي موھ ۽ ممت ۾ ڪرتار نا ڀُلايو.١- دنيا جو ڏؤر دائِم، ناهي
سدائين قائم. رس ڀوڳ ۾ ڀُلي نر سک سار نا ڀُلايو.٢- دنيا درياھ سارو،
ڪهي ٽيئون ڪر ڪنارو. لُڙهي لوڀ جي لهر ۾ ڀرتار نا ڀُلايو.٣- راڳ ڀئيروي
ڀڄن-٧٤- ڪاوڙ ڪڍي قلوب مان منو ڀول تُون سدائين. رکي پريم من پيارا ڇڏ
وروڌ جي تُون وائي -ٽيڪ- ڪاوڙ اندر جي ڪٽ تُون، من جي ڪُچال مَٽ تُون. رڳ رڳ ۾
رام رٽ تُون، ڪُمتي ڪڍي ڪُڌائي.١- ڪڍ ڪروڌ ساڙ ڪلپت، ڪر سنت جي تہ صحبت.
رک شيل نياز نِوڙت، من جي ڇڏي منڌائي.٢- ڪاوڙ ڪڍهن نہ ڪر تُون، سنتوش
دل ۾ ڌر تُون. هر جاءِ ڏسج هرِ تُون، ڀوڙي سيي ڀيائي.٣- ڪهي ٽيئون ڪَٽ اُپاڌي،
ڇڏ واد تُون وِوادي. ڀاءِ شانت سک آنادي، سڀ سان ڪري ڀلائي.٤- راڳ ڀئيروي ڀڄن-٧٥-
سوچي سوچي هل تُون، جڳ ۾ سوچي سوچي هل تُون. ڀڄن ڪر ڀڳوان جو ڪٽ پاپ جو
مل تُون -ٽيڪ- ڀڄن بِن ڀڳوان ڪڏهين ڪين ٿئي راضي، مست من کي جيت جڳ ۾ وٺ
ڪٽي بازي، ڀوڳ وشيُن ۾ ڀُلائِج نا پريھُ پل تُون.١- ڀڄن بِن ڀڳوان
جي ڀيو ڪونہ ٿي سنگي، دل دنيا کان تُون هٽائي نام جپ ننگي، ڳڻ روُپي ڌن
ڪٺو ڪر ٽياڳي ول ڇَل تُون.٢- ڪهي ٽيئون سمجھ پياري ڏس ڪري ويچار، ڀوساگر مان

هرِ ڀڄن بِن ڪين ٿئي تہ اُڌار، رام جو نِت ڌيان ڌر جپ رام نرمل تون.٣-
راڳ ڀئروي ڀڄن-٧٦- لوچي لوچي لهہ تون لوچي لوچي لهہ تون لعل، تنهنجو پريوُ آهي
تو وٽ ڪولي ڏس تون خيال -ٽيڪ- لعل تنهنجي اندر ۾ آ ٻاهر ڇو ڳولهين، جهنگ جهر
وئران ڀٽ ۾ مُونڊ ڇو ڦولين، جهاتي پائي پَسُ اندر ۾ ديناناٿ ديال.١- جيئن مِرگ جي
ناڀ ۾ آ ڪستوُري پياري، ٻاهر ڊوُنڊي تو اگياني سمجهہ نا ڏاري، تيئن ٻاهر ڳولهہ نا تون
رام جڳ رڪپال.٢- لعل آتم لهڻ چاهين وٽ گرن جي شام، ڪهي ٽيئون توڙ
بندن پاءِ سک آرام، برهم آنند ۾ سمائج توڙي جڳ جنجال.٣- راڳ ڀئروي
ڀڄن-٧٧- جهڙو تهڙو مان ستگر تنهنجي در جو هان دربان -ٽيڪ- ڏيانِ ۾
تون پرم ڏياني ڳُٽيئون ۾ گڻوان. گيانِ ۾ تون پرم گياني پوُرڻ آنهِن پرڌان.١-
دين‌ديالو گر ڪرپالوُ شاهي تنهنجو شان. مهما تنهنجي مان ڇا ڄاڻان ناهي ٻل ٻُڌ
گيان.٢- ستگر تو در سوالي آهيان ڀڳتيءَ جو ڏي دان. ڏوهن منهنجن ڏي نا
ڏِسُ تون مالڪ ٿيءُ مهربان.٣- ڪهي ٽيئون تو شرني آئِس ستگر پرم سُڄان.
ٻاجهہ ڪري ٻاجهارا پنهنجي منهنجو ڪر ڪليان.٤- راڳ ڀئروي ڀڄن-٧٨- پياري
پياري تون ست چِت آنند پنهنجو پاڻ پڇاڻ -ٽيڪ- برهم روُپ تون برهم مان آئين برهم ۾
تيندين لينُ. پنهنجو پاڻ سڃاڻي جڳ ۾ مؤج سچي تون ماڻ.١- برهم سنڌ مان لهر
جڳت تي ۓ ڦهل رهيو چؤڏار. سو سڀ تون هي بڻيو آهين ليلان پنهنجي ڇاڻ.٢-

کهي ٽيئون توُن هرِ رنگ تي تو پاڻهي ڪيلين کيل. پاڻهي حڪم هلائين سڀ تي پاڻ ڪدين تو
ڪاڻ.٣- راڳ ڀئروي ڀڄن-٧٩- واهه وا واهه وا هي عجب ايشور رنگ رچايو آهِ.
خوُب خلق کي خالق خلقي کيل ڪِلايو آهِ -ٽيڪ- پنجن تتن مان ئي
پرميشور جڳ کي پئدا ڪيو. ساري سرشٽي سِرجي تنهن ۾ پاڻ سمايو آهِ.١- پير
گهمڻ لاءِ نيڻ ڏسڻ لاءِ رسنا ٻولڻ لاءِ. اهڙا انگ امولڪ جنهن ۾ سو تن
ٺاهيو آهِ.٢- چؤراسي لک جوُٽي خلقي صاحب سرشٽيءَ ماهِن. قسم قسم جي
روُپ رنگن سان ٺاٺ بڻايو آهِ.٣- کهي ٽيئون تنهن پريوُءَ جا مان کهڙا گڻ ڳايان.
عجب نظارو ڏسي انهيءَ جو اچرج آيو آهِ.٤- راڳ ڀئروي ڀڄن-٨٠-
پريوُ پريوُ مان دم دم تنهنجي درشن تان ٻلهار -ٽيڪ- سانوري صوُرت موهڻي موُرت
سگن روُپ ساڪار. درشن تنهنجو آهي منهنجي پرانن جو آڌار.١- چنڊ جيئن
چمڪي تو مُک تنهنجو دوُر ڪري انڌڪار. سڀ جي دل کي موهڻ وارو نيڻن جو آ
ٺار.٢- تن ڀي گهوريان من ڀي گهوريان گهوريان ڪل پريوار. درشن تنهنجي تان مان
گهوريان سارو هي سنسار.٣- کهي ٽيئون تنهنجي درشن جي مهما اپر اپار. دکڙا
سيئي دوُر ڪري ڏي آنند جو ڀنڊار.٤- راڳ ڀئروي ڀڄن-٨١- آهي آهي
هي وئڪنٺ جي سم ستسنگ جو ديٻان -ٽيڪ- وشٽوُ وئڪنٺ ماهِن براجي ستگر
ستسنگ جانُ. ڀڳتيءَ روُپي لڇمي آهي سيوڪ هنِ درٻان.١- شيِ گڻ

ماڻڪ موتي آهن امرت آتم گيان. ساڌو پريمي هرِ گڻ سمجهو ويد منتر
گڻ ڳانُ.٢- پاپي وڪنٺ وڃي سگهي نا پُڇي وڃي پرڌان. نندڪ ستسنگ ۾ نا
سُونهين پريمي پاوي مانُ.٣- مايا جا سک وڪنٺ ۾ هِت پڇنانند مهانُ. ڪهي ٽيئون
ستسنگ جي مهما ڳائن ويد پُران.٤- راڳ ڀئروي پڇن-٨٢- آهي آهي هِت
هرڪو پيارا دم پل جو مهمان -ٽيڪ- سئلاني تي سئر ڪرڻ لاءِ سيڪو آيو
آهي. منزل ڪاٿي اصلي گهر ڏي نيٺ هلي انسان.١- ڪٽنب قبيلو ڀائي ٻنڌوُ ساڻ
هلي نا ڪو. مال خزانا سمجهه سپيئي سپني جو سامان.٢- جڳت مسافرخاني ۾
تُون موهه نه رک ڪنهنسان. ڪهي ٽيئون ستگر جي سنگ ۾ ڪر پنهنجو ڪليان.٣- راڳ
ڀئروي پڇن-٨٣- پريمي پريمي تُون هردم مُک سان رام نام هي ٻول -ٽيڪ- رام پڇن ۾
من ڪر اِستر وئرٿ نا تُون ڏول. رام نام جو امرت پي پي سِر پنهنجي ڪي گهول.١-
سنتن ۾ شري‌رام رهي تو ٻاهر نا تُون ڦول. تن من ڌن جي پيٽا ڏيئي رام نام وٺ
مول.٢- ڪهي ٽيئون شري رام سُمر تُون رهي رام جي ڪول. رام بِنا جڳ مانهِه اجايو
مانش جنم نه رول.٣- راڳ ڀئروي پڇن-٨٤- جاڳي جاڳي هي پريتم پيارا پنهنجو
پاڻ سُڃاڻ -ٽيڪ- پنهنجي پاڻ سڃاڻڻ ٻاجهوُن ڪونه ٿئي ڪلياڻ. چاهي جپ تپ
ساڌن ساڌي پڙهي ڪري وکياڻ.١- ڀيرين پاڻ سڃاڻِج پنهنجو صاحب ڪي نه
سُڃاڻ. صاحب جاڻڻ سؤکو آهي اؤکو جاڻڻ پاڻ.٢- پنهنجي پاڻ سڃاڻڻ

خاطر سنگر ڪر نہ سُڃاڻ. سِر ڏيئي تُون شبد وٺي ڪر سُمرن سواسن ساڻ.۳-
پنهنجي پاڻ سڃاڻڻ ۾ ئي پڙدو آهي پاڻ. ڪهي ٽيئون تُون پاڻ وڃائي پائج
پنهنجو پاڻ.۴- راڳ ڀيروي پچن-۸۵- آهي آهي هي گرمُک سڀ ۾ آتم جو
ديدار -ٽيڪ- باغ بغيچا دَرخت ٻوٽا ٽُڙ لاما پن ڏار. رنگ رنگ جي هر ڦُولن ۾
آ آتم جو هُبڪار.۱- ماکي مِصري شَڪر مٺائي ڪٽ رس ٻوڄن چار. طرح
طرح جي سوادن ۾ آ آتم جو رس سار.۲- بَتيوُن بِجليوُن سِج چنڊ تارا. ديپڪ
اگن اپار. ڀانت ڀانت جي جوتين ۾ آ آتم جو چمڪار.۳- ڪهي ٽيئون رنگ
قدرت جا جي بيحد بيشمار. قِسم قِسم جي کيلن ۾ آ آتم جو اِسرار.۴-
راڳ ڀيروي پچن-۸٦- پياري پياري تُون سنتن جي سنگ من پنهنجي کي مار -ٽيڪ- من
گهوڙي جيئن چنچل ڏاڍو ڏِنگي هلي رفتار. وِويڪ جو تنهن چهبُڪ ماري لِنوَ لغام
سان لاڙ.۱- من زهريلو سَرپ برابر ڀوڳ وِشيہ پنڊار. منتر مُرليءَ سان تنهن
مُنڊي ستسنگ ڇَپڙيءَ ڏار.۲- من پکيءَ جيئن اُڏري هرهنڌ آسا پنک پسار.
جوڳ جُڳت جي چار قسائي سنجم پِڃري ڊار.۳- ڪهي ٽيئون من هاٿيءَ جيئن تو
مست ڦِري هروار. برهم گيان جو ڪُنڍو ماري مستي تنهنجي ٽار.۴- راڳ ڀيروي پچن-۸۷-
پريوُ پريوُ مان هردم تنهنجيءَ قدرت تان قربان -ٽيڪ- قدرت تنهنجيءَ
آهِہ رچايو سارو هيءُ جهان. قدرت ۾ قدرت جو رکيل آهي سڀ سامان.۱-

قدرت وڻ ٽڻ قدرت ڳل ڦل قدرت سڀ سُرهاڻ. قدرت ڀونرا قدرت
مالهي قدرت ڳل آسلاڻ.٢- قدرت ڌرتي اڳن هوا ۽ قدرت جل آسمانُ.
قدرت سج چنڊ تارا بجلي قدرت تن من پران.٣- ڪهي ٽيئون ڌن قدرت
تنهنجي ڌن ڌن توُن ڀڳوان. قدرتميه سڀ کيل ڏِسي لو هرڪو لٽي حئران.٤-
راڳ ڀئروي ڀڄن-٨٨- ڪر توُن ڪر توُن من منهنجا هردم سنتن جو ستسنگ -ٽيڪ-
سنتن جو سنگ آ سُکدائي من ڪي ڌئي اُمنگ. سنتن جي ستسنگ مان هردم چڙهي رام
جو رنگ.١- ساڌ سنگت جي سيوا ڪر توُن ٿي نشڪام نسنگ. منمُک جو سنگ موُر نه
ڪر جو وِجهي ڀڄن ۾ ڀنگ.٢- موهه ممت ۾ ڦٿُو نا ڦاسي ڌسي دنيا جو ڍنگ. مايا
ڪاري ناڳڻ آهي هٽي ڏکن جو ڏنگ.٣- ڪهي ٽيئون نِت سنتن در تان دان نام جو
منگ. ڀاوُ ڀڳت ڳڻ گيان غريبي ڪرم ڌرم جو انگ.٤- راڳ ڀئروي ڀڄن-٨٩-
پياري پياري توُن مايا تياڳي رام جو وٺ آڌار -ٽيڪ- رام بنا سک ڪنهين نه پاتو ڪري
ڏِسج وِيچار. مايا ۾ جو ڦاسي ٿو سو پائي دوُک اپار.١- مايا پريوُءَ ڪان نه
ڇڏائي وِجهي موهه جو جار. پنهنجي وَس ۾ ڪري سڀن کي ڀهچائي جَم دوار.٢- مايا
موهيا رشي مُني ۽ پڙهيل پنڊت هوشيار. ورلو ڪو وئراڳي تنهنکان نِڪري ٿيو
نِروار.٣- ڪهي ٽيئون گر ڪرپا سان توُن سُمرِج سِرجڻهار. مايا جا سڀ بنڌن توڙجي
پائِج پد نِرڌار.٤- راڳ ڀئروي ڀڄن-٩٠- اوُکي سوُکي هي پريتم پيارا پنهنجي

توڙ نِڀاءِ -ٽيڪ- لوڪ دنيا جا چا ڀي ڪن پيا تنهن ۾ من نہ لڳاءِ. سيکو ڀوڳي پنهنجي ڪرٽي توُن نا جيءُ جلاءِ.١- هردم پنهنجو پاڙ پَلِڇ توُن ٻئي ڪي نا سمجهاءِ. ڳالهہ وٽي نا جيڪا توکي تنهنڪان پاڙ بچاءِ.٢- ڪڇ گذري ڪڇ گذري ويندي من ۾ نا گهبراءِ. ٽوڙي جيئڻ خاطر پِر ڪان منهنڙو ڪين مَٽاءِ.٣- نينهن نِيڻ ۾ سختيوُن اچن جي تنهن ۾ دل نہ مُنجهاءِ. ڪهي ٽيئون سپ سِر تي سَهہ توُن پُنتي پيرُ نہ پاءِ.٤- راڳ ڀيروي پچن-٩١- سيوَ سياڳن تہ ملي سيوَ سياڳن -ٽيڪ- جِن جي اڱڻ اندر گروُ سنت اچن ٽا. پريم ڀاوُ ڀڳت ڏسي پرسن ٽين ٽا. تِنجا جنم جنم سندا ڀاڳ کُلن ٽا. مُک سان مهما کهڙي ڪيان سندِي وئراڳن.١- جِن جو من سنت گرن اڳيان نِمي ٽو. چڏي ترڪ درشتِ سدا چرن چُمي ٽو. ڪري تِن جي سيوَ سدا سنگ گُهمي ٽو. ڪهي ٽيئون تِن آ پاتو محبتي ماڳن.٢-راڳ ڀيروي پچن-٩٢- بلهار سا نار تاريو پتيءَ ڪي. چوُڙالا پُچايو شِڪرڏوَج گتيِءَ ڪي -ٽيڪ- رکي سَت ساوتري عزل سان لڙي سا. ڪري جُهد زبرا وني ورُ وريِ سا. چئي سنت ڏَنُ تنهن سراهِن ستيءَ ڪي.١- ڪري ڀڳتي تورل پتي‌ديوَ تاريو. ڏئي ٻوڏ ور ڪي مدالسا اُباريو. ڪيو نانءُ روشن ڏاري اوُنچ متيءَ ڪي.٢- ستيہ سان سَتيوَتيءَ سوُرج ڪي ڇپايو. ڪتي ڪوڙهہ پتيءَ جو سندر تَن بڻايو. ڪَتيو جَسُ جڳت ۾ رکي پريم رتيءَ ڪي.٣- ڏن سا سندر نار ڪرم

شبد ڪمائي. ڪهي ٽيئون مڪتي ڪنت جي ڪرائي. رکي مرم من ۾ ناري دل تتيءَ کي.۴-

راڳ ڀئروي ڀڄن-۹۳- وٺ ستگر کان تون گيان، ميٽي تن من جو ايمان. ٽيندو ستگر بن ڪڏهين نا تنهنجو ڪليان -ٽيڪ- گيان بنا نا موڪش ٿئي تو، ستگر بن نا گيان ڏئي ڪو. ڏر ستگر جو تون ڏيان، جاڳي تنهنڪي سم ڀڳوان.۱- ستگر سوچي ڪر تون پورو، برهم نيشني شروتري سورو. مڃ تنهنجو تون فرمان، ڪڍي دل مان غير گمان.۲- پوري گر جي پوري ڀڳتي، شرڌا ڌاري پائج مڪتي. ميٽي اندر جو اگيان، لهه تون پورن پد نربان.۳- ستگر بن نا جيو تري ڪو، ڪهي ٽيئون لکين جتن ڪري ڪو. ايهو نشچو ڪر ٻڌيمان، ڪيو ويدن هي وکيان.۴- راڳ ڀئروي ڀڄن-۹۴- پريو ڪر سوال پورو سواليءَ جو. داتا ڏي دان محبت ماليءَ جو -ٽيڪ- آهيان پريو تنهنجي شرڻي، رک مالڪ پنهنجي چرڻي. ڪر معاف منداڻون منهنجون، جيئن پوي نه جم جي پرڻي. حال بيحاليءَ جو، ڪونهي ڪو حال مون بيحاليءَ جو.۱- تو گنڪا شبري تاري، ۽ ڪرما ڪبڙي ڪاري. اهليا ڀي پار اُڪاري، تيئن مونکي تار مراري. آسرو واليءَ جو، آهي مون آسرو تو واليءَ جو.۲- آهيان جهڙي تهڙي تنهنجي ، ڪهي ٽيئون لاڄ رک منهنجي. مونکي ڪين وسارج وارث، ڪر آهنجيءَ مان تون سهنجي. پوليءَ هن پاليءَ جو، رکجانءِ تون ننگ پوليءَ پاليءَ جو.۳- راڳ ڀئروي ڀڄن-۹۵- ڀڳتيءَ وارا، پريوءَ کي آهن هردم پيارا

پيارا، ڀڳتيءَ وارن جا پريوُ ڪاج ڪري تو سارا سارا -ٽيڪ- دنيا جو ٽوڙي ناتو، ممتا جو واري ڪاتو. جاڳي جن ڏينهان راتون، پريوُءَ سان پريم پاتو. اهڙن ڀڳتن تان تو ڀڳوان وڃي ٻلهارا هارا.١- ڀڳتن تي راض پريوُءَ جو، ڀڳتن تي ناز پريوُءَ جو. ڀڳت آواز پريوُءَ جو. ڀڳت اتي ساز پريوُءَ جو، ڀڳتيءَ وارا آهن ڀڳوان ڪان ٻي پارا پارا.٢- ڀڳتيءَ جي انگ ڪي ڏاري، ڏُرو ۽ پهلاج پياري. جَم جو وِيا ليکو واري، پنهنجو ويا ڪُلُ اُڌاري. ڀڳتيءَ وارن جي مهما ويد اُچارن چارا چارا.٣- ڀڳتن ڪي ڪين وساري، پريوُ تو پاڻ سنڀاري. ڪهي ٽيئون دوش ٽاري، دکڙا ۽ درد نواري. ڀڳتيءَ وارن ڪي پريوُ ڏئي تو موکش دوارا دوارا.٤- راڳ ڀئِروي ٻچن-٩٦- دنيا وارا، دنيا مان ڌرم ۽ ڪڇ دان ڪريو. دينن غريبن ۽ اناٿن جو ڪڇ ڌيان ڪريو -ٽيڪ- مسڪينن مهر ڌاري، ڌرم جو انگ وِچاري. من جي ممتا ڪي ماري، ڪيو ڪوئي سُڪِرت ساري. دنيا وارا، دنيا جو مؤر نا ايمان ڪريو.١- دنيا جو ماڻ مِٽائي، هِرس حواس هٽائي. دل ڪي اُدار بڻائي، ڪرم شڀ خوب ڪمائي. دنيا وارا، آئي جو ماڻُ ۽ سنمان ڪريو.٢- دنيا هيءَ اڄٽي وڃٽي، ڪنهنسان ناهي سنگ هلٽي. ڪري ڪا چڱي ڪرٽي، لايو پريوُءَ جي چرڻي. دنيا وارا، دنيا مان جيوَن جو ڪليان ڪريو.٣- دنيا سا سڦلي آهي، لوڪ پرلوڪ ناهي. ڪهي ٽيئون دکڙا لاهي، آخر جا مکتي ملائي.

دنيا وارا، دنيا سان راضي شري ڀڳوان ڪريو.٤- راڳ ڀئروي پچن-٩٧-
ڀَلي ڀَلي تو ڪري سڀ ڀَلي ري. توُن دل گهبراءِ نا، من کي مُنجهاءِ نا، ڀڳوان ڪري
تو ڀلي ري -ٽيڪ- سدا دل ۾ ڌيرج ڌاري، رک من سنتوش وِچاري. ۏهلوُر نہ وڃ
توُن، پاڻو منو مڃ توُن، چِت جي ڪوُماءِ نہ ڪلي ري.١- جيڪو صبر سان جيوتِ گهاري،
تنهنجا پريوُ سڀ دک ٽاري. سدا هرِ کي ڌياءِ، دک سک ۾ مناءِ، جو صاحب سمرٿ ٻَلي
ري.٢- جيڪا پريوُ بڻت بڻائي، تنهن ۾ ٽيئون دل کي لڳائي. رهہ شانت ۾ سدا، دک
ڪر نہ ڪَدا، وٺ گيان گڻن جي گَلِي ري.٣- راڳ ڀئروي پچن-٩٨- ستسنگ ۾،
پريم رکي نيم ساڻ هل توُن پياري -ٽيڪ- گنگا گيا گوداوري گومتي هردوار، سندوُ
سريوُ سرسوتي ڪاشي ۽ ڪيدار. تيرٿ سيئي رهن جِتي سنت اُداري.١- موکش دوار
چار سم سنتوش ۽ ويچار، چوٿون ستسنگ آهہ سين جو آڌار. ستسنگ ڪري پاءِ
پرم موکش دواري.٢- بيپرواهي ڪيرتي هرِ درشن شانت، ڊوُنڊ ڊوُنڊ مِلي ستسنگ ۾
ڪَٽ پرانت. کهي ٽيئون ستسنگ سڀ ڪشٽ نواري.٣- راڳ ڀئروي پچن-٩٩- منڙا رام
جو نام اچار -ٽيڪ- رام سدا سکڪاري آهي، مهما جنهنجي ڀاري آهي. پريمين
کي جا پياري آهي، تنهنکي دل ۾ ڌار.١- رام نام سان جِن نينهن لاتو، توڙيو
تِن جم جو آ ڪاتو. پوُرن پد تنهن پل ۾ پاتو، توُن ٻي رام پڪار.٢- رام جپي
نر ڪيئي تريا، نيچن جا ٻي ڪارج سرِيا. دوکِن جا سڀ دکڙا ٽريا، توُن ٻي

دکڙا ٽار.٣- ڪهي ٽيئون جِن رام اُچاريو، تِن پنهنجو آ جنم سڌاريو. ڏرمراءِ جو ليکو واريو، توُن ڀي ليکو وار.٤- راڳ ڀئروي ڀڄن-١٠٠- او من رام جي نام سان پيار ڪر. جڳ ۾ پنهنجو اُڌار ڪر -ٽيڪ- رام نام جي منڙي ٻاٽي، انگ سنگ توسان ٽيندي ساٿي. تنهنکي نا ڀُلاءِ توُن، گيت ويهي ڳاءِ توُن. رام کي ريجهاءِ توُن، پاپ کي مِٽاءِ توُن. هِن مانُشي جنم جو سُڌار ڪر.١- رام جپي ڪيئي نيچ تري ويا، پاپ تِنين جا پل ۾ ٽري ويا. ڪارج تِن جو ڀاس ٿيو، يرم پولو ناس ٿيو. پريم جو پرڪاش ٿيو، گيان جو ڏاُجاس ٿيو. توُن ٻ رام نام جپي ٻيڙو پار ڪر.٢- ڪهي ٽيئون ستگر سنمُک ٽي، رام جپج هردم گرمُک ٽي. موهه ممت چوڙ توُن، جڳت بنڌن توڙ توُن. چِت ۾ چرخو چور توُن، پريم جي پائي ڏور توُن. اُٿ ترت توشو اهو تيار ڪر.٣- راڳ ڀئروي ڀڄن-١٠١ ستگر کي مان سِرڙو نِوايان، تن ايمان مِٽايان. ستگر جي چرنن جي ڏوُڙي ڪٽي لِڱن کي لايان -ٽيڪ- ستگر جي مان چرڻ ڪمل جي، سِک سان سيوَ ڪمايان. ستگر جا جي موُنتي ٽورا، ڪڏهِين ڪين ڀُلايان.١- ستگر جي جا منڙي ٻاٽي، مُک سان ويهي ڳايان. ستگر جي سُٺي سندر سکيا، هردي ساڻ هنڊايان.٢- ستگر جي جا موهٽي موُرت، تنهنجو ڌيان لڳايان. ستگر جو ست شبد اُچاري، سڦلا سواس بڻايان.٣- ستگر ڪان نِج گيان وٺي مان، آواگمن مِٽايان. ڪهي ٽيئون مان گر ڪرپا سان، مکتي پدارث پايان.٤-

راڳ ڀئِروي ڀڄن-١٠٢- هل ستگر جي دربار، جِتي صاحب سرجڻهار. آهي ڄاڻي ڄاڻڻهار، تو تاري تارڻهار. سڀ پريمين جو آڌار -ٽيڪ- مَنگ نامِ سندي توُن ذات، کر لوُنءَ لوُنءَ ۾ توُن لات. ڇڏي ٻي سڀ وائي وات، کر تن ۾ تنهنجي تات. گروُ کان پُڇي تو ذات.١- وٺ نام سندو توُن دان، جنهن مان تنهنجو ٿئي کليان. ڇڏي مايا جو توُن مانُ، کڍي دل مان غير گمان. پاءِ آتم جو توُن گيان.٢- گر شبد وٺي لِنوَ لاءِ، سڀ سنسا وهم وڃاءِ. تن من جي مئل مِٽاءِ، هردي مان کُمت هٽاءِ. ۽ شانت سچي توُن پاءِ.٣- کهي ٿيئون منهن نا موڙ، هلي ستگر سان جيءُ جوڙ. سڀ بندن جڳ جا ڇوڙ، ۽ ٻيائيءَ کي توُن ٻوڙ. خود خيال خشم ۾ کوڙ.٤-

راڳ ڀئِروي ڀڄن-١٠٣- سنتن جي شرڻ وٺ پيارا. جِتان ملندءِ موکش دوارا -ٽيڪ- سنتن ۾ پريوُءَ جو واس اَٿي، ايها ويد ڪٿِن ٿا واڻي. رکيو پوُرو جِن وشواس اٿي، تِن سان ٿيو صاحب ساٿي. توُن ڀي رک وشواس ادارا.١- سنتن آهي جوڳ پڇايو، ڏري گيان گُڻن جي کاڻي. من جو جِن موهہ مِٽايو، ڀي پريم ڀڳت جو پاڻي. تِن سنگ پاءِ گيان ڀندارا.٢- سهي دک سک کي اُپکار کرن، تي اهڙا سنت اُپکاري. سڀ جيوَن سان سهکار کرن، لکي انش الک جي سارِي. من تن جا ميٽِن مُونجهارا.٣- پر هِت کارڻ اوتار ڌري، جي آيا جڳت منجهاري. کهي ٿيئون سي شڀ کرم کري، تا رهن اسنگ اَوِکاري. کن پريم سندا

پرچارا.۴- راڳ ڀئروي ڀڄن-۱۰۴- جنهنجو پورو پريوءُ سان پيار آهِ. تنهنجو
ٻيڙو دنيا مان پار آهِ. سهي سختيوُن ۽ سوُر، پڪا ڀڇائي جو پوُر. ٽئي مڙد منصوُر،
مُڙي مرندي نہ موُر. ڪيو سِر جنهن ڏڙ ڪان ڏار آهِ -ٽيڪ- ڳلا غِيبت سِر تي ڏري
جو، ڏک ڏاڪڙن ڪان ڪين ڏري جو. سِر جو سانگو ڪين ڪري جو، ٽيو نيهي نسنگ
نروار آهِ.۱- پل پل پِريَن لاءِ پڪاري، دم دم جو دلدار سنڀاري.
سواس سواس ۾ ساڄن ساري، جنهن ياد سدا ڏاتار آهِ.۲- پير ڪٽي جو پوئتي
هٽي نا، گهايل ٽي ڀي منهڙو مَٽي نا. مرڻ مهل ڀي نينهن گهٽي نا، ڪيو برهہ جنهين
بي‌قرار آهِ.۳- ڪهي ٽيئون جو توڙ نِڀائي، جيئري پنهنجو پاڻ جلائي. تنيءَ
تڏيءَ پريتم ڏي ڪاهي، تن من ۾ جنهنکي تار آهِ.۴- راڳ ڀئروي ڀڄن-۱۰۵-
ڏاري ڏاري شيِ ڳڻ هردي پنهنجو جنم سُڌار ري. پريتم پيارا نام پريوءُ جو
اُچار ري -ٽيڪ- دين غريبن بي‌واهن جي سِک سان سيوَ ڪمائِڇ توُن. تن ڏن سان
سڀ جيوَن کي سک پهچائِڇ توُن. دل ۾ ديا ڀاو ڌار ري.۱- اکين سان ڪر
سنتن درشن مُک سان هرِ ڳڻ ڳائِڇ توُن. ڪَنن سان ڪٿا ڪيرتن سُڻي من هنڊائِڇ
توُن. سنسا ۽ پرم سنگهار ري.۲- پير ڪٽي ستسنگ تيرٿن ڏي جيوَن سڦل بڻائِڇ
توُن. هٿن سان دان سيوا ڪري سک پائِڇ توُن. ممتا ۽ موهہ نِوار ري.۳- ڪهي ٽيئون گر
منتر ۾ نِت پنهنجي سُرت لڳائِڇ توُن. هردي ۾ گيان سندي جوت جڳائِڇ توُن.

پائِڄ موکش دوار ري.۴- راڳ ڀئروي ڀڄن-۱۰۶- منهنجي ستگر لهِڄ سنيار
اچي. پنهنجي نظر سان ناٿ نِهار اچي -ٽيڪ- راتيان ڏينهان تو توکي پڪاريان
پيو. ڪنيو نيڻ نماڻا نهاريان پيو. ڏري دل ۾ ديا، ڪري مهر ميا، گُر
درشن مؤنکي ڏيکار اچي.۱- تنهنجي سِڪ آهي مؤنکي ستايو گهڻو. تنهنجي بِرهه آ
جيءُ جلايو گهڻو. پنهنجي ٻاجهه ڪري، اچ پير پري، ڏيئي درشن دل کي ٺار اچي.۲-
کهي ٽيئون جڳت جو تؤن والي گروُ. مان آهيان تو در تي سوالي گروُ. نام دان ڏيئي، گڻ گيان
ڏئي، مؤنکي ڀَوساگر کان تار اچي.۳- راڳ ڀئروي ڀڄن-۱۰۷- ٻِن ڏينهن جو
مهمان آهين. ڇا لاءِ ايڏو پيو سامان ٺاهين -ٽيڪ- جڳ ڌرمشال سم ڄاڻڄ تؤن.
تنهن ۾ تاڻ نه ايڏي تاڻڄ تؤن. رک سمجهه سچي انسان آهين.۱- سنگ جڳ جا
پدارت نا چلندا. هِٿان خالي هٿين سڀ ويا هلندا. ڄاڻي واڻي ڇو ٿيو نادان
آهين.۲- هيءَ ديهه ٻه آخر خاڪ ٿيندي. پرلوڪ اندر نا ڪم ايندي. ڇو تنهن تي
ٿيو مستان آهين.۳- هِتي رهڻو توکي ناهي سدا. ڪڻ سچ جو ثمر تؤن ٺاهي بندا.
کهي ٽيئون جي کليان چاهين.۴- راڳ ڀئروي ڀڄن-۱۰۸- ستسنگ ۾ آءُ پيارا نيم
سان نِت نيم سان، شرڌا ۽ پريم سان -ٽيڪ- ستسنگ ۾ گيان آهي، ويدن وکيان آهي. پريم
پرڌان آهي، ڌرم ۽ ڌيان آهي. هردي هنڌاءِ پيارا.۱- ستسنگ ۾ رام آهي، سکن
جو ڌام آهي. آتم آرام آهي، مکتي مُدام آهي. تنهن سان نينهن لاءِ پيارا.۲-

ستسنگ ۾ سار آهي، شريشٽ آچار آهي. وِرت ويچار آهي، ڀڳت ڀنڊار آهي. هري گن ڳاءِ پيارا.٣- ستسنگ ۾ ڏات آهي، سُمت ۽ شانت آهي. اٽل ايڪانت آهي، ڪهي ٽيئون ڪِرانت آهي. سِر ڪي نِواءِ پيارا.٤- راڳ ڀئروي ڀڄن-١٠٩- گهر ۾ ڳولهج آتم رام، ٻاهر ڪين ڪي ڳولهج تون -ٽيڪ- جيئن گلن ۾ سڳند سمائي، جيئن ڪمند ۾ آهِ مٺائي. تيئن تو ۾ آهي سڪڌام، جهنگ جهر ۾ نا ڦولج تون.١- جيئن ڪير ۾ مکڻ سمايل، ٻِرڇن ۾ جيئن آگن ڇپايل. تيئن تو ۾ آ هرِ ايرام، هِت هُت ڪين ڪي ڏولج تون.٢- مِرگ جي ڏن ۾ جيئن ڪستوري، ٻاهر ڳولهي ڇاڻ نه پوري. تيئن تنهنجي اندر گهنشيام، ٽڪرن ۾ نا ٽولج تون.٣- ڪهي ٽيئون ستگر جي دواري، پنهنجي دل ۾ ڏس ويچاري. پائِج پورڻ سک ٻِسرام، ناحق روح نه رولج تون.٤- راڳ ڀئروي ڀڄن-١١٠- ستنام ساکي جپ تون منڙا، ڦُرٽا من جا دور ڪري -ٽيڪ- ستنام ساکي منتر انادي، سنت جپي ويا آد جُڳادي. تن من جي سڀ ڪٽي اُپاڌي، ڀڳتيءَ ۾ ڀرپور ڪري.١- ستنام ساکي نام نيارو، ڀوَساگر کان تارڻهارو. جو سُمري هرِ لڳي پيارو، ڪال نه تنهن مجبور ڪري.٢- ستنام ساکي جي نه جپن ٿا، تاپن ۾ سي ڪين تپن ٿا. ڪهي ٽيئون جڳ ٻنڌن ڪپن ٿا، چِت جي چنتا چور ڪري.٣- راڳ ڀئروي ڀڄن-١١١- ساکيءَ جو ڪر سُمرڻ من سان، ساکي تنهنجو روپ اٿي -ٽيڪ- تو ۾

مُون ۾ جوئي ساڪي، سيني ۾ سو ساڪي آ. ساڪيءَ ٻاجهؤن جاءِ نه خالي، ساڪي برهم سُورُوپ آتي.١- تن من ٻُڌ اِندرين جو پريرڪ، هِڪ ئي آهي ساڪي سو. ڪرتا ڪرم ڪِريا کي جاڻي، ساڪي گيان سَرُوپ اتي.٢- آڪاش جيئن سو اندر ٻاهر، اِستِت آ نا ڏولي تو. ساڪيءَ جو نا ٻيو ڪو ساڪي، ساڪي آچل انوُپ آتي.٣- سڀ کان ويجهو سڀ کان نيارو، سيني کي جو جاڻي تو. ڪهي ٽيئون تؤن سُمر تنهينکي، ساڪي الک اروُپ آتي.٤- راڳ ڀئروي ڀڄن-١١٢- من موهن ٽئي من مندر ۾، ٻاهر نا تؤن ڳولهه بندا -ٽيڪ- جهنگلن جبلن ۾ تؤن ڀٽڪي، جنم نه پنهنجو رول بندا. پنهنجي اندر جهاتي پائي، فِڪر رکي تؤن قول بندا.١- تن جو تن آ من جو من آ، سڀ گهٽ ٻولي ٻول بندا. هردم توسان ساڻ رهي سو، ساڪي روُپ اڏول بندا.٢- گيان جي ڪُنجي وٺي گرن کان، اوِديا تالو کول بندا. انتر آتم درشن پائي، تن من تنهن تان گهول بندا.٣- ڪهي ٽيئون تؤن ٻاهرمُک ٿي، در در تي نا ڏول بندا. انترمُک ٿي نِج آتم سان، هردم ماڻ ڪلول بندا.٤-
راڳ ڀئروي ڀڄن-١١٣- منهنجيِ منهنجي هي ستگر سائين، سک سان توڙ نِڀاءِ. -ٽيڪ- مايا جو مان چڪر ڏسي تو، دل ۾ گهبرايان. ستگر پنهنجي ڪرپا ڌاري، تنهنکان تؤن نه بچاءِ.١- سيڪو پنهنجي دک ۾ پريل، منهنجي سُڻي نه ڪو. ستگر شرڻ توهانجي آئِس، دل جا درد مِٽاءِ.٢- پاپن ۾ مؤن عمر وڃائي،

پُڇ ڪيُم نا ڪو. ستگر پنهنجو بِرد سڄاڻي، پنهنجي چرن لڳاءِ.٣- ڪهي ٽيئون
هٿ جوڙي ستگر، عرض ڪيان تو مان. هردم توسان نينهن نڀايان، ايها آش پڄاءِ.٤-
راڳ ڀئِروي ڀڄن-١١٤- مرم جنهنجي آهِ من ۾، سو سچو انسان آ. مرم
ٻاجهؤن جو جڳت ۾، منش سو حيوان آ -ٽيڪ- ويد شاستر سڀ سِمرتيُون، راڄ وديا ڀي
پڙهي. پر مرم ٻِن منش جو سو، نِپٽ ئي نادان آ.١- روُپ جوبن ويس ڀوُشڻ، ۽
ڌجي ڌنوان ڀي. پر مرم ٻِن منش جو سو، مَندمَت مستان آ.٢- مرم وارو
منش جڳ ۾، رام جو سوُروُپ ٿي. لوڪ ۽ پرلوڪ ڀيئي، تنهن مٿان قربان آ.٣-
ڪهي ٽيئون بي‌مرم جي، سنگ ۾ دک تو ملي. مرم واري جي سنگت ۾، شانت سک ڪليان
آ.٤- راڳ ڀئِروي ڀڄن-١١٥- من سُمر سچو ڪرتار توُن، جاڻ ڪوُڙو هي سنسار
توُن -ٽيڪ- ڪوُڙي مايا ڪايا، بادل جي جيئن آهي ڇايا. ڪر اُن تي نا
اهنڪار توُن.١- ڀائر ڀائتيا ڪٽنب قبيلو، جيئن پکين جو وڻ تي ميلو.
ڪر تِن تي نا اعتبار توُن.٢- ڪهي ٽيئون جڳ سپنو جاڻي، رام نام کي جپي پراڻي.
ڪر پنهنجو پاڻ اُڌار توُن.٣- راڳ ڀئِروي ڀڄن-١١٦- جنهنجي رڳ رڳ رميو
رام آ، منهنجو تنهنکي نِت پرڻام آ -ٽيڪ- پاڻ جپي هرِ ٻين کي جپائي،
پاڻ تري ٻين پار پُڄائي. جنهن پيتو پريم جو جام آ.١- رام روُپ جڳ سارو
جاڻي، غير نه من ۾ ڪنهن لاءِ آڻي. جنهنجي ٻاڻي مڌر تمام آ.٢- ٻُرو ڪري

تنهن ڪري ڀلائي، سڀ مان ڳڻ جو ڪٿي سدائين. جيڪو نِرويري نشڪام آ.٣- ڪهي ٽيئون
سڀ ڀيد مِٽائي، سڀ جيوَن ڪي سک پهچائي. جنهنجي من چِت ۾ آرام آ.٤-
راڳ ڀئروي ڀڄن-١١٧- تون ست چِت آنند سار آهين، نڪي تن سندو آڪار
آهين -ٽيڪ- تِنهين ڪالن ۾ تون ست آهين، ڪنهن جي ڀي تون آسري ناهين. تون سرشٽيءَ
جو آڌار آهين.١- تن من واڻيءَ ڪي تون جاڻين، توکي ڪوئي ڪون پڇاڻي. تون
ساکي سرجڻهار آهين.٢- سڀ ۾ تنهنجو آنند آهي، آنند جو ڪِپ توکي
ناهي، تون آنند جو ڀنڊار آهين.٣- ڪهي ٽيئون گُر ڪان گَم پائي، ڀرم بدن جو
ڇڏج ڀُلائي. تون انيڪ روُپ اپار آهين.٤- راڳ ڀئروي ڀڄن-١١٨- سنت
پريوءَ جا پيارا، ڳڻ گيان جا ڀنڊارا. لاءِ تِن سان لاءِ دل تون، جي ٿا ڪن نِستارا.
-ٽيڪ- سنت صاحب جي صوُرت آهن، ويد گرنٿ ٻُڌائِن ٿا. شرڌا سان جي شرڻ
اچن ٿا، تِنکي رام ملائِن ٿا. چؤراسي لک جوُڻ چڪر ڪان، آهن
ڇڏائڻ وارا.١- ڌرم ڪرم شڀ ڳڻ مريادا، ڀاو ڀڳت سيکارِن ٿا. گيان
ڌيان وگيان سُڻائي، سنسا ڀرم نِوارن ٿا. من جو موهه مِٽائي هردم، جڳ ڪان
رهن نيارا.٢- پر اپڪاري سڀ هِتڪاري، آهن ڌيرج ڌاري سي. جم جي ڀئہ
مينٽي نربئہ ڪن، پورڻ پُرش اُداري سي. مئل مِٽائي نِرمل ڪن ٿا، ڏيئي شُڌ ويچارا.٣-
ڪهي ٽيئون سنتن جي مهما، ڪهڙي مک سان ڳايان مان. برهم گياني آتم ڌياني،

ڙِن کي هردم چاهيان مان. اوِديا جو انڌڪار مِٽائي، اندر ڪن اجيارا.٢-

راڳ ڀئيروي پڇن-١١٩- اهڙو ستگر آهي، تو سيني جا دک لاهي. جيڪو شرڻ وني تو تنهنجي، تنهنڪي راهه رَسائي -ٽيڪ- ستگر دين ديالوُ آ، پريمين جو رکپالوُ آ. ڪڏهين ڪين وساري تو، پولا پرم نواري تو. گيان ڌيان جي ڏئي ڀڪتي، نِج آتم جي ڏئي شڪتي. ٻوڏ سندي ٻيڙي تي چاڙهي، پل ۾ پار پڄائي.١- ڀڳت ڀاونا کي ڌاري، جوئي اچي تو گر دواري، تنهنسان هردم ٿئي همراهه، ٻِرد سڀاٽي شاهنشاهه. ناٿ مهر جي نظر ڪري، هردو گڻن سان ڇڏي ڀري. جنم جنم کان ڀُليل جيوَ کي، مالڪ ساڻ مِلائي.٢- وچن گُرن جو جيڪو ڪٽي، سوئي ستگر کي تو وٽي. آگيا گرن جي سدا مڃي، ڀيرو در تان ڪين ڀڃي. تنهنڪي ستگر ڪري پنهنجو، هردم سات ڪري سنهنجو. ڪهي ٽيئون اوِديا جي نِند مان، جهِڊن سان جاڳائي.٣-

-اوم ستنام ساکي- راڳ ضلع پڇن-١-

من منهنجي جو نِت خيال رهي، گرديوَ توهانجي چرڻن ۾ -ٽيڪ- پل دنيا سان نا ياري هجي، نا دوستن جي دلداري هجي. پر منهنجي ناتيداري هجي، گرديوَ توهانجي چرڻن ۾.١- نکي لوڪن جي پرواهه ڪيان، نکي ڪُل ڪٽنب جي چاهه ڪيان. پر پوُرڻ پريت اٿاهه ڪيان، گرديوَ توهانجي چرڻن ۾.٢- نکي من ۾ ماڻُ وڏائي رهي،

نکي آش اندر ۾ ڪائي رهي. پر منهنجي سُرت سمائي رهي، گرديوَ توهانجي چرڻن ۾.٣- هِڪ ٽيئون تنهنجي تار رهي، تن من ۾ سار سنڀار رهي. شل پريم سچو هروار رهي. گرديوَ توهانجي چرڻن ۾.٤- راڳ ضلع ڀڄن-٢- جو پريت گرن سان لائي ٿو، سو سَروَ سکن کي پائي ٿو -ٽيڪ- جو گروءَ اڳيان ارداس ڪري، گروُ ڪارج تنهنجا راس ڪري. جو گر چرنن ۾ واس ڪري، سو جَم جي چوٽ نہ ڪائي ٿو.١- گروُ گوبند جي سم جاڻي جو، نِج آتم روُپ پڇاڻي سو. ملي موَج تنهينسان ماڻي سو، ۽ سهج سُوَروُپ سمائي ٿو.٢- جو گر وچنن ويچار ڪري، سو سيئي سنسا ڀرم هري. کهي ٽيئون ڀوَسنڌ پار تري، ۽ آواگمن مِٽائي ٿو.٣- راڳ ضلع ڀڄن- ٣- جو من پنهنجي کي ماري ٿو، سو پاڻ تري جڳ تاري ٿو -ٽيڪ- جو گر منتر اڀياس ڪري، سڀ ڦرنا من جا ناس ڪري. سو ٽُرِيا گهر ۾ واس ڪري، نِت آتم جوت نهاري ٿو.١- جو من مارڻ جي ڪار ڪري، سو ڀوَساگر ڪان پار تري. ٿو جڳ تنهنجو ستڪار ڪري ، ۽ گوبند گود وِهاري ٿو.٢- جو من تي ٿو وشواس ڌري، سو نرڪن ۾ تہ نِواس ڪري. جو وئرت پنهنجا سواس هري، سو غم گوُندر ۾ گهاري ٿو.٣- من پوڳ وشيہ سان جوڙي جو، تو ڀيڙو پنهنجو ٻوڙي سو. کهي ٽيئون من کي موڙي جو، سو ليکو جم جو واري ٿو.٤- راڳ ضلع ڀڄن-٤- جو ڌرم پنهنجي کي ڌاري ٿو، سو مانش جنم سُڌاري ٿو -ٽيڪ- جو ڌرم کي هردم ياد ڪري، سو سارو ڪل آباد ڪري. جو ڌرم پنهنجو برباد ڪري، سو

پنهنجي پاڙ اُکاڙي ٿو.١- جو ڏرم تان سِر قربان ڪري، جَسُ تنهنجو ٿو تہ جهانُ
ڪري. جو ڏرم پنهنجي ۾ گِلان ڪري، سو جيِوَتِ دکي گذاري ٿو.٢- جو ڏرم جي خاطر
سوُر سهي، سو سرڳ ۾ سک پرپوُر لهي. جو ڏرم پنهنجي ڪان دوُر رهي، سو گهور نرڪ ۾
گهاري ٿو.٣- جو ڏرم ۾ ٿو انراڳ ڪري، تنهن جيوَ سندو ٿو ياڳ وري. جو ڏرم پنهنجي
جو تياڳ ڪري، سو ٿيئون جنم بگاڙي ٿو.٤- راڳ ضلع پچن-٥- هِڪ نام
سندو واپار ڪپي. پيو جڳ جو نا وهنوار ڪپي -ٽيڪ- سچو نام سندو واپار سدا،
آ جنهن ۾ لاڀ اپار سدا. جو ڪتي ڪرم جو چار سدا، سو سؤدو موُن سُڪار ڪپي.١-
مان نام سچي جي ڪار ڪيان، تي جڳ ۾ جيوَن مڪت جيئان. ڪهي ٿيئون سُکي
ترلوڪ ٿيان، هرِ پڳت پاو پندار ڪپي.٢- راڳ ضلع پچن٦- پري نهارين
چو ٿو پِرَ ڪي پنهنجو پاڻ سچاڻ بندا -ٽيڪ- هي جو دم سان دم هلي ٿو تنهن ۾
تي اُهچاڻ بندا. سوجهي تنهنڪي صاف سهي ڪر ميٽي من جو ماڻ بندا.١.١- صاحب تو
۾ ايئين سمايل جيئن گلن سُرهاڻ بندا. پوُرڻ گر ڪان راهہ وني توُن تنهنجي ڪر تہ
پچاڻ بندا.١.٢- من مندر جو آهہ منوهر تنهن ۾ موهن چاڻ بندا. ڪهي ٿيئون توُن
مِلي تنهينسان مؤج سچي ڪا ماڻ بندا.١.٣- راڳ ضلع پچن-٧- پريوءَ ڪي تي پريم
پيارو پريم پريوءَ سان پائج توُن -ٽيڪ- من مان ممتا موهہ مِٽائي دل مان دميِ
وِچائِج توُن. لوڪ ڪتنب ڪان منهنڙو موڙي لِنوَ لعلڻ سان لائِج توُن.١- پريم برابر

ٻيو ڪو ناهي پريم جي راس رچائِڄ تون. پريم بنا نا پريو ڀرچي دل ۾ پريم وڌائِڄ
تون.٢- پريم سچي ڪي دل ۾ ڌاري تنهن ۾ سُرت لڳائِڄ تون. ٽيئون پريم هِندوري ويهي ڳڻ
گوبند جا ڳائِڄ تون.٣- راڳ ضلع پچن-٨- پرميشور جي پريم بنا ٻي جوُني
ناتيداري آ -ٽيڪ- موُرک مايا ڪي توُن چاٽڄ دم پل جي دلداري آ. باغ بغيچا
سندر ماڙيوُن جوُني دنيا ساري آ.١- جنهن ناريءَ سان پريت رکي تو ساري عمر
گذاري آ. ساڻ هلي ٿي در تائين سا خود مطلب جي ناري آ.٢- ڪٽنب قبيلو
ڪم نا ايندءِ جنهن سان تو دل ڌاري آ. مرڻ پڇاڙان گهڙي نہ رکندءِ جوُني تن جي
ياري آ.٣- ماس هڏن جي ديهي جا تو شوُنق رکي سينگاري آ. سا ٻي توسان ساڻ نہ
هلندي ٿِيٽي خاڪ جي ڪاري آ.٤- جوُني جڳ سان پريت رکي جِن ٿِنجي هِت
هت خواري آ. ڪهي ٽيئون ڪر پريت پريوءَ سان جنهن ۾ جئہ جئڪاري آ.٥- راڳ
ضلع پچن-٩- منهنجا من پريم رکي هل ستسنگ ۾ هروار -ٽيڪ- ستسنگ
سمجهي موڪش دوارو تنهنسان ڪر توُن پيار. جنم مرڻ جو روڳ مِٽائي ڪر پنهنجو
نِستار.١- سنتن جو سنگ سيتل آهي تپت مِٽاوڻهار. شرڌا سان ست وچن
سُڻي توُن دل پنهنجيءَ ڪي ٺار.٢- سنتن جو سنگ نرمل آهي مَئل اُتارڻهار.
ياوَ پڳت سان ٺهل ڪري توُن پاءِ پدارٿ چار.٣- ساڌ سنگت جي اؤشڌ ڪائي پاپ
ڪليش نِوار. ڪهي ٽيئون ستسنگ مان ٽيندءِ پل ۾ ٻيڙو پار.٤- راڳ ضلع پچن-١٠-

ديا كر دين ٻنڌوُ توُن ڏينن تي داتار -ٽيڪ- جهڙا تهڙا تنهنجا
آهيوُن ڏوهه نہ ڏس ڏاتار. پرم پِتا توُن پريوُ آهين سڀ جو پالنهار.١- اوٽ
اجهو ٻيو ناهي ڪوئي تو بِن جڳ آڌار. ڪين وِسارج دل مان ڪڏهين ڪر ڪرپا
ڪرتار.٢- ڪنن سمو هي آهي ڀاري ڏکِي توُن ڏکٽهار. ٻاجهہ پنهنجيءَ جا هٿڙا
ڏيئي ڀَوساگر مان تار.٣- ڪهي ٽيئون ڏي سُمت سدائين ڀڳتي گيان ڀنڍار. هردم
نام جپي هرِ تنهنجو پايوُن موکش دوار.٤- راڳ ضلع ڀڄن-١١- رام ڀڄن. ڪرڻو
آهي جوين جوانيءَ ۾ -ٽيڪ- جوين ۾ هرڪو ڪري تو ڪم سچو سنسار جو. پڙهڻ
وديا هنر سکڻو ۽ ڪرم وهنوار جو. ست ڪرم ۽ ڌرم ڌارڻ ڪرڻ پريم پرچار جو.
گيان پائڻ ڌيان لائڻ پَسڻ ستڪرتار جو. چاڙهيءَ تي چڙهڻو آهي جوين
جوانيءَ ۾.١- جوين ۾ انسان ڊاهي تو جبل جي اوٽ ڪي. جوين ۾ سِر تي سهاري
تو ڪنجر جي چوٽ ڪي. جوين ۾ انسان پڪڙي شير هاٿيءَ موٽ ڪي. جوين ۾ انسان
ڪاٽي تو ڪرم جي ڪوٽ ڪي. مؤت سان لڙڻو آهي جوين جوانيءَ ۾.٢- جوين ۾
پائي برڇ تو قوُل قل وستار ڪي. جوين ۾ درياهہ ڪري تو گوڙ ۽ گجڪار ڪي. جوين
۾ تو شير ماري هاٿين جي تہ قطار ڪي. جوين ۾ انسان جيتي من سنديءَ رفتار ڪي.
جيئري جڳ مرڻو آهي جوين جوانيءَ ۾.٣- جوين ۾ ڪر سنت سيوا دان پراپڪار
توُن. جوين ۾ وئراڳ ڌاري نسنگ ٿي نِروار توُن. جوين ۾ گر شبد جو ڪر

سواس سواس اچار ٿؤن. ڪهي ٽيئون ڄُهد سان لڳ پرم پد پرڊار ٿؤن. ڀوسِنڊ مان ڀرڻو آهي جوين جوانيءَ ۾.٢٠- راڳ ڪلياڻ پڄن-١٢- سنتن جو آهي سنگ سچو ڪر ٿؤن سدائين، جو تاري لو پائي -ٽيڪ- ستسنگ منجهان ليهه اؤلهه منش تري ويا. تن جا جنم جنم سندا پاپ ٽري ويا. دک درد ۾ ستسنگ سدا لڳي لو سهائي.١- شبھ ڪرم ۽ ست ڌرم ۾ ستسنگ لڳائي. اگيان سنديءَ پنڌ مان لو ترت جڳائي. ستسنگ سدا دل جي ڪري صاف صفائي.٢- ستسنگ مانهين گنگا آد تيرٿ وسن ٿا. ستسنگ منجهان پاپ وِگهن تاپ تَسن ٿا. ستسنگ اندر رِڌي سِڌي آهي سمائي.٣- ڦل اشوميڌ يگين منجهان جوئي ملي لو. ستسنگ ڏي هڪ پير ڪٽل سان سو ملي لو. ستسنگ جي مهما شري ڀڳوان ٿڻائي.٤- ستسنگ منجهان گيان ڌيان ڀڳت مِلي ٿي. ٽيئون پريم نيم سندي ڄُڳت ملي ٿي. مڪتيءَ ڪان ستسنگ جي آ وڏي وڏائي.٥- راڳ ڪلياڻ پڄن-١٣- سنسار سچو ڪرم جو ڪرتار بڻايو. هي کيل ڪِلايو -ٽيڪ- سرتاج بڻي تخت جو ڪو حڪم چلائي. ڪن ڪي نه ملي پنيو ٽُڪر حيا ڪلائي. هن ڪرم آهي جڳت سڄي کي نه نچايو.١- ڪي روڳ ماهين روڳي بڻي روز رڙن ٿا. ڪي جڳت اندر ڀوڳ ڀوڳي خوب لرن ٿا. آ ڪرم سان سين دک سک کي پرايو.٢- تو ڪهي ٽيئون جيئو جهڙا ڪرم ڪمائي. ڀاوين هسي رڙي ڦل تنهنجو پرائي. ڀڳوان آهي ڪرم سندو رنگ رچايو.٣-

## -اوم ستنام ساکي - راڳ بسنت پچن-١-

جو جيئري جڳ ۾ مرندو ري، پِوَساگر ترندو ري -ٽيڪ- من جي ممتا مڙئي مٽائي
سڀ سان ڪري نيازي. هٺ ڇڏي جو هلي هينائين رام ٿئي تنهن راضي، جو ڏاتر ڪل ڏات
ڏرندو ري.١- عَدُل جي هٺِ جاءِ نہ آهي فرق فضل سان ٿيندو. ڏسي غريبي سڀ
ڏوهن جي مالڪ معافي ڏيندو. ۽ خوش ٿي ٻولڻ ڀرندو ري.٢- جنهن جنهن غرب
گمان وڌايو تنهنجو ڪُلُ سڀ وِيڙو. کهي ٿيئون جنهن پاڻ وِڃايو تنهنجو ٻيڙو
جڳ ٿيڙو. سو چوراسي نا ڦرندو ري.٣- راڳ بسنت پچن-٢- سنت سچا هردم
پريوءَ جو، سڀ کي نام جپائن ٿا -ٽيڪ- سچ جو سي اپديش سڻائي، هردم غيبي
ساڻ هلائي. ڌرم جي راهہ لڳائن ٿا.١- جڳ ۾ سي اُپڪاري آهن، جن کي
جو نسنارو چاهن. پوَجل پار ترائِن ٿا.٢- گيان سچي جي جوت جڳائي،
پيد پرانتيوُن پرم ڀِلائي. آتم ساڻ مِلائن ٿا.٣- کهي ٽيئون تن تان ٻلهاري،
گهوريان تن من سِر سدواري. جم کان جي نہ ڇڏائِن ٿا.٤- راڳ بسنت پچن-٣-
رات ڏينهن تو جنهنکي ڳولهين، سو ٿي پنهنجو پاڻ ادا -ٽيڪ- جهنگلن ۾ ڇو جهانيون ڀائين،
جبلن ۾ ڇو جانِ جلائين. اندر پاڻ سنڀال ادا.١- گندو ٻڻي گدگا ٿي مرين ڇو،
بندو ٻڻي هرِ پچن ڪرين ڇو. توُن خود وصل وِصال ادا.٢- جيئن روشن سوُرج کي

ڳولهي، جيئين پتاشو کنڊ کي ڦولي. تيئن تنهنجو اُهڃاڻ ادا.٣- کهي ٽيئون گر کان وٺ
اک تون، اصلي صورت پنهنجي لک تون. ڇڏي ديهه جو ماڻ ادا.٤- راڳ بسنت پڇن-٢-
من جا ڦرنا سيئي مِٽائي، نِسقرني جپ نام ادا -ٽيک- سُمرن سان تون
سُرت مِلائي، جوڳ سندو پيءُ جام ادا.١- پل پل هردي جهاتي پائي، ڳولهج
آتم رام ادا.٢- چنچل چِت کي اِستِت کر تون، ماڻ اچل آرام ادا.٣-
کهي ٽيئون کل کتي اپاڏي، پائِج پورڻ ڌام ادا.٤-

## -اوم ستنام ساکي- راڳ تلنگ پڇن-١-

پائي پاند ڳچيءَ کيان عرض اديون، لڳو آهي نينهن نيڻن جو -ٽيک- کچيءَ جو قؤل
مون کيڙو، وني واسينگ جيئن وَيڙو. ڏاڍو ڏنگ لڳڻ، سوين جهاڙون وجهڻ، ڇُٽڻ ناهي
ڦت قيٽن جو.١- چارڻ جي چنگ کان سهٽو، مِرُن مشتاق من محٽو.
پنهنجو پاڻ کُهڻ، ۽ وِڏي ڏيڻ، اِهو کم آهي لکيٽن جو.٢- اناريِن کنڊ کان ته
پري، اکنڊ جِت جوت ٽي ته بري. اُت پاڻ لکڻ، ۽ ڏيان ڌرڻ، اِهو کم نانهن
هيٽن جو.٣- کر جوڙي کهي ٽيئون، پيالو مست پيتو مون. سوهم يري پيئڻ، ۽ ٻئي کي
ڏيڻ، سچو هي دان سيٽن جو.٤- راڳ تلنگ پڇن-٢- جيئن باهه ٻري تيئن بدن
جَري، آهي اهو عشق عاشق کي -ٽيک- اندر هردي ٻري اگني، سهي کيُم صاف مون سجني.

جيئن سُورج ڪِڙِي، تيئن ذرن ٻري، آهي اِها چر عاشق ڪي.١- ٻري سو شمع ٿيو شاهي،
سڙي سينگار ٿيا راهي. جيئن مڇڙو مڇي، تيئن پتنگ پڇي، آهي اِها آگ عاشق ڪي.٢-
تپي سو تيڄ مان ڇايو، بِرهہ جي باهہ تپايو جيئن خفن پهِري، تيئن ڏِير ڏري، آهي
اِهو ويس عاشق ڪي.٣- ڪر جوڙي ڪهي ٿيئون، اندر ٻاهر جپي سوهم. جيئن اِندر
گجي، تيئن ناد وڄي، آهي اِهو ساز عاشق ڪي.٤- راڳ تلنگ پڇن-٣- جنهن در ۾
درد ناهي پيچ توُن پري تنهن در ڪان. بيغم هُجي گياني گوشو ڪجانء تنهن گهر ڪان -ٽيڪ-
ڪلي‌ڪال ڪنن آيو، بيڪِنِ جڳت ڀُلايو. پنهنجو جنم رُلايو، سي ڏار ٿيا تہ
ڏُر ڪان.١- سيوا ڪئي نہ گر جي، تاڪي ڪلي نہ گهر جي. پوُڇا ڪري پٿر جي، بيمُڪ ٿيا
تہ هرَ ڪان.٢- گر گيان جِن پرايو، سچ صاف تِن سُٽايو. جڳ پاڪنڊِنِ
نڇايو، منمُک ٿي ايشور ڪان.٣- ٿيئون لڇائوُن توڙي، ٻنڌن سيئي ڇوڙي. مذهب ڪان
منهن موڙي، پيچ بيک پنٿ ۾ر ڪان.٤- راڳ تلنگ پڇن-٤- هِن عشق سان جي وڏيا
وڏبا نہ سي عزل ڪان. خالق جو عشق خوُني عاشق آٽي اصل ڪان -ٽيڪ-
جِت عشق پاڻ آيو، اُت بِرهہ مڇ مڇايو. ڪنهن پتنگ تن پڇايو، ٿي ڏار
جڳ جنجل ڪان.١- هي عشق آ عجائب، سِر ساهہ جو تہ صاحب. رَب راهہ جو تہ
راحب، آهي وڏو عقل ڪان٢- هي عشق آگ آهي، جِند جانِ تو جلائي. هٽ
هٺڻ جو هٽائي، اوُجل ڪري امُل ڪان.٣- ٿيئون ٹُبي ڏين ٿا، عاشق مري جيئن

ٽا. دم ڊار نا ٽين ٽا، وحدت سندي وَصُل ڪان.۴- راڳ تلنگ ٻچن-٥- سِر عشق
۾ ته ڊرجو، جيئري جنهين ۾ مرجو. لائي پريت پختي، پنتي نه پير ورجو -ٽيڪ- هي
عشق نِپَٽ نانگو، سِر جو ڇڏائي سانگو. پائي ڳِلا جو ڳهانڳهو، تنهن عشق ڪان نه ڊرجو.١-
هِن عشق جوُن جي پٽيوُن، پريمين پڙهي سي ڏٺيوُن. قاڙي ته ڪرم ڇِنيوُن، ڏي واس امر ڳهر
جو.٢- هي عشق عجب وستي، جِت نانهن هٺئڻ هستي. چاڙهي سُ موُج مستي، محما
تنحينجي ڪرِجو.٣- هي عشق آهِ اندر ۾، ٽيئون نه رُل ٽَڪر ۾. ڪر جلد من مندر
۾، درشن تنحينجي در جو.۴- راڳ تلنگ ٻچن-٦- سڻ سمجهه سڄڻ پيارا، شري رام
نام رٽ توُن. شري‌رام ڪي رٽي نِت، پاپن جي پاڙ پَٽ توُن -ٽيڪ- سنسا سيئي مِٽائي،
وشواس ڪي وڌائي. ڳل پاند ڳچيءَ پائي، سِر ساڌ سنگت سٽِ توُن.١- پڙهه پڙهه
پنان ڳسائين، هردي نه توُن هنڊائين. ست شبد پڙهه سدائين. من جا خيال مَٽ توُن.٢- جيڪو ڪري
ٻرائي، تنهن ساڻ ڪر ڀلائي. ڇڏ هرش شوڪ ڀائي، ڪنهنڪي نه چاڻ ڳهٽ توُن.٣- ساڌوُ
ٿئين سنياسي، رهه جڳت ڪان اُداسي. ڪٽ واسنا جي ڦاسي. جيءَ جوڳ ساڻ جٽ
توُن.۴- ڏن ديهه مانُ ناري، ڇڏ آش تِن جي ساري. ڳر گيان ڪڻ ڪٽاري، جڳ جال
ڪي ته ڪٽ توُن.٥- پيءُ پريم جو پيالو، انيئه جو ڪول ٽالو. دل مندر ڪر
اُجالو، ٻاري وويڪ وَٽِ توُن.٦- ٽيئون ٽبي لڳائي، پَس پاڻ جهاتي پائي. من جي کودي
مِٽائي، ڏس برهم سَروِ گهٽ توُن.٧- راڳ تلنگ ٻچن-٧- مُرلي موهن جي سٽگر

سُٽائي. بدن جي بِرج ۾ ويهي مؤن وڃائي -ٽيڪ- سَوين هزارين سکيؤن سُٽن ٽيؤن. دم دم
ڏيان ۾ پلٽيو پوَن ٽيؤن. وِسريو تِن وهنوار رهي ڪَل نہ ڪائي.١- ٻُري
جِن ٻُڌڙي آيو تِن آرام. ڳھمن ڳوُنگن جيئن پائي گهٽ ۾ شيامر. ملي من
موهن سان مني ڪن سي وائي.٢- وشٽوُ مهيشور ڪرشڻ اُچاري. برهما بنسيءَ سان پڙهي
ويد چاري. ديوي ديوتا سيوا ڪن سدائين.٣- ٽيئون لوڪ ٽيئي جپن ٽا سيئي. سچي
سُڌ ڳُرن ري ڪنهنکي نہ پيئي. جپي جاپ دم سان پاتي مؤن صفائي.٤- راڳ تلنگ پچن-٨-
سليان سچڻ ڪنهن سان اندر جوُن تہ آهوُن. اُپريو اچن ٽيؤن منجهان درد دانهوُن -ٽيڪ-
پوَن پوُر پل پل پِريَن جي پَسڻ جا. اُٽن ٽا تہ اُڏما انهن جي ڏسڻ جا.
ٻچان روز پيئي تِني جوُن تہ راهوُن.١- لڳل آهي جهوري جِگر ۾ جِنين جي. طلب آهِ
تن ۾ هميشهہ تِنين جي. ٻچان ٽي پَسڻ لاءِ سين ڪان صلاحوُن.٢- ڪڏهن ميل ٽيندو
تِني ساڻ منهنجو. ڪندس مان تہ روئي سچو حال پنهنجو. جِنين جي اچڻ لاءِ سُڪيؤن
ٿمر سُڪائوُن.٣- ڪهي ٽيئون دم دم پِريَن لاءِ پڪاريان. اچي ڪين آرام نيٽين
نهاريان، ملن شال مونکي سُٽي هي سدائوُن.٤- راڳ تلنگ پچن-٩- پڙهہ سو پيارا
اکر آدِ ساري. ٽيا ويد جنهن مان پُران آناري -ٽيڪ- آٽي سو عجائب اکر آد
سوهمر. جنهين ۾ سمايل آٽي ايڪ اوئمر. جپہ جاپ تنهنجو ڳُرن جي سهاري.١-
ڳٽن ۽ تتن مان بدن ڪي بٽائي. رکي ڪَل قدرتي پوَن سان هلائي. رهي پاڻ تنهن

۾ سين کي سنياري.٢- آتي آتما ست سمجهه تون سُجانا. جوتي هِن جڳت ۾ پُلي پيا ديوانا. ڇڏي آش جڳ جي ڏِسج تن وِچاري.٣- تيئون ٽُبيءَ سان لهج لعل ذاتي. هر هر هِردي ۾ پرِين پاءِ جهاتي. پَسج پاڻ پنهنجو سچي جوت ٻاري.۴- راڳ تلنگ پچن-١٠- وِجهي سنتن سان وير، پاڻ پنهنجو ڇو ناس کرين تو -ٽيڪ- سنت برِڇ جيئن پراُپکاري، پريمي پنوَرا وتن بهاري. ڏسي گلن جو ڍير، پوند جِيان ڇو پاڻ ڇَرِين تو.١- سنت واسينگ سپڙا پانئين، تِن سان وڙهي ڇو وَنس وڃائين. ڪٽج پروُڙي پير، راهه ڇڏي ڇو جهنگ مرين تو.٢- چور چوَن سِج لهي سويرو، ڦُريون ملڪ کي هُجي انڌيرو. رکي پاکنڊ جو پير، پاپ کري ڇو پيٽ ڀرين تو.٣- کهي تيئون ڦل پرتِيَکش پائين، تڏهن به پاڻ نتو سمجهائين. سنت سدا نِروير، نِردوشن ڇو دوش ڏرين تو.۴- راڳ تلنگ پچن-١١- من پنهنجي کي مار، من ماري پا مکتي پياري -ٽيڪ- من هاتيءَ جيئن مست ڦِري تو، پوڳن جي کڏ ماهِن کِري تو. پوڳن کان من وار، گيان کُنڊي جي شکتي ساري.١- سُوان برابر من هي آهي، پوڳن ۾ نِت پٽکا کائي. ترشڻا من جي ٽار، وئراڳ واري وِرتي ڏاري.٢- سرپ برابر آ من کارو، پوڳ زهر سان پريل سارو. من جي زهر پرِهار، گر منتر سان سُرتي چاڙهي.٣- مرکٽ سم من چنچل پاري، نچي ٽپي نا کري قراري. من جو ناچ نِوار، ويدن جي تون اُکت وِچاري.۴- کهي تيئون من ماري جوئي، پوُرڻ پد کي پائي سوئي. وچن اِهو ويچار، ڏاري شرڌا پکتي

اُداري.٥- راڳ تلنگ پچن-١٢- ڌرم سناتن ڌار، ڌرم پنهنجي کان منهن نا موڙج، -ٽيڪ- ڌرم سناتن آ ايشور جو، ناهن ٻڌايل ڪنهن نر جو، ڌرم سدا شڪتشالي ڌرم پنهنجي سان جيءُ کي جوڙج.١- ڌرم سناتن وڻ جيئن جاڳو، ٻيا ڌرم سڀ ڌار ڀڳاٺو. تنهنجو ٿيءُ رکوار، ڌرم سناتن کي نا ڇوڙج.٢- ڌرم سناتن آهِ انادي، ڀارت ديش تنهينجي گادي. تنهن سان ڪر تون پيار، ڌرم مٿان تن من ڌن گهورج.٣- ڪهي ٽيئون سِر سختيون سهه تون، ڌرم پنهنجي ۾ اِستِٿ رهه تون. هردم ٿي هوشيار، غافل ٿي نا ڌرم کي ڇوڙج.٤- راڳ تلنگ پچن-١٣- تنهنجو ڪُل ٿئي ناس، سنتن سان جو وير وِڌائي -ٽيڪ- پائي سرڳ سندي راجائي، تنهن رِشين جي دِلڙي دکائي. سرپ جوڻ ۾ واس، ڪيو رشين کان ڌولي ڪٽائي.١- سگر شٽن وڃي سنت ستايو، پرتيڪش پنهنجو ڪيتو پايو. جلي ڀسم ٿيا خاص، ڪروڙ ڪپل جي ڇڏِيُن جلائي.٢- ڏرواسا سان هاسي ڪيڙي، ٻري ڏِنين جي حالت ٿيڙي. يادو ونش وِناس، ٿيڙو سنت سراپ کي پائي.٣- سنتن کي جو منش ستائي، ٿيئون سو سروَنس وِڃائي. پڙهي ڏسو اِتهاس، راوڻ وِيو ڪل ناس ڪرائي.٤- راڳ تلنگ پچن-١٤- لِڪ لِڪوتيءُ راند، ڪر تون پنهنجو پاڻ وڃائي -ٽيڪ- لِڪ دنيا کان جانِ ڇڏائي، انترمکُ ٿي من اُلٽائي. اُتي ولِيج ايڪانت، جاتي لوڪن جو لُڙ ناهي.١- سنگر جو تون شبد ڪمائِج، هر دم ۾ سا هُونگ هلائِج. وِجهه نا

وِچ ويساند، چِڏج شبد ۾ سُرت سمائي.٢- انحد واري بين وڄائِيج، انيڻ
واري جوت جڳائِيج. سُن ۾ لاءِ سماڌ من جا ڦرنا سيئي مِٽائي.٣- ڪهي ٽيئون
گُم تيءُ اگم ۾، ڇڏج مِلائي خيال خشم ۾. ميٽي سَڪل آپاڌ، پاڻ ۾ ڇڏ
تون پاڻ ڇپائي.٤- راڳ تلنگ پچن-١٥- مون تون واري مام، سحي سڃائج قلب
۾ قاضي -ٽيڪ- نفيءَ خفيءَ سان نينهن لڳائِيج، سِريءَ رُوحيءَ ۾ سُرت سمائِيج.
ذاتيءَ جو پيءُ جام، رمز انهيءَ ۾ رهه تون راضي.١- سبق شريعت وارو پڙهه
تون، ترِيقت جي چاڙهي چڙهه تون. هٿي حقيقي حام، معرفت ۾ ڪر تون نيازي.٢-
اعنل حق جو هڻ تون نعارو، مُرشد جو هي سمجهه اِشارو. توڙ ڏئيءَ جو دام، گهيڙ
انهيءَ ۾ گهِڙ تون غازي.٣- ٽيئون عشق حقيقي لائيج، لائي نينهن سو توڙ نِيائيج.
رهه تون مست مُدام، ڪين ڪمائِيج عشق مِزازي.٤- راڳ تلنگ پچن-١٦- وڃان
گروءَ تان گهول. جيءَ منهنجي ڪي جنهن تہ جيئاريو -ٽيڪ- هردم مونتي مهر ڪري سو،
مشڪل ۾ پي ٿيو نہ پري سو. ڪري پنهنجي ڪول، پريم پيالو جنهن تہ پيئاريو.١- اوڳڻ
منهنجا ڪين وِچاري، هردم پنهنجي گود وِهاري. ڏيئي نام اَمول، چنچل چِت ڪي
جنهن تہ سڌاريو.٢- ڪهي ٽيئون گر تان بلهاري، تتل دلڙي جنهن آ ٺاري. ٻولي
مِنڙا ٻول، ڪارج منهنجو جنهن تہ سنواريو.٣- راڳ تلنگ پچن-١٧- منهنجو
ماڳ مڪان، عرش فرش ڪان آهِہ نيارو -ٽيڪ- انيڻ سرُوپ آهي جوئي، پرگهٽ گيان

وگيان. سھي ڪيو مؤن سير ۾ سارو.١- ٻيائيءَ جي جت ٻولي ناهي، آهي ھڪ
يگوان. نام روپ سڀ جڳت پسارو.٢- جيؤ برهم جو ڀيد نہ جاڻي، ھڪ چيتن
پرڏان. ناهين ڀرم اگيان انڌارو.٣- ڪھي ٽيئون جت سڄ چند ناهي، ساڪي
آهہ سُڄان. اندر ٻاهر جنھنجو اُجارو.٤- راڳ تلنگ ڀڄن-١٨- پنھنجو
ڪر ديدار، پل پل هردي جهاتي پائي -ٽيڪ- وَنھن آڪرب ڪان تي ويجهو، وِتي نہ
آهي وار. پاڻ کي پَس توُن پاڻ وِڃائي.١- صوُرت بصري مَلڪِي حقي ڪر، ذاتيءَ سان
اظهار. روُحي ذِڪر سان رمز رَلائي.٢- جو مالڪ آ سڀ گهٽ ماهين، جڳ جو
سِرجڻهار. تنھن سان رهہ توُن خيال مِلائي.٣- ٽيئون ٽبي ڏيئي وحدت ۾، ڪڍ توُن غير
غُبار. اعنلحق جو ناد وڄائي.٤- راڳ تلنگ ڀڄن-١٩- جڳت ۾ چال چِٽي
جو چلي. پوُرڻ سک کي پائي سوئي دک درد سڀ ٽَلي -ٽيڪ- مرم شرم سان نِت ٻالحائي، پاپ
ڪرم ۾ پير نہ پائي. پاڻ وِشيہ ڪان پلي.١- شيل سنتوش صبر ۾ گهاري، ديا ڌرم کي
دل ۾ ڌاري. موُرک من کي مَلي.٢- سنتن مان گڻ گيان پِرائي، سيوا سُمرن سان دل
لائي. هِت سان هر ڏي هلي.٣- ڪھي ٽيئون مري جيئري جوئي، امر جُڳان جُڳ ٻڃي سوئي.
چوت نہ جَم جي جهلي.٤- راڳ تلنگ ڀڄن-٢٠- ڪر من دير نہ هر سُمرن ۾. مؤت
متي تي بيٺو آهي وقت وِڃاءِ نہ ڪمن ۾ -ٽيڪ- يوڳ دنيا جا جوُڻا آهن، نيئَھہ
ڪنھن سان هرگز ناهِن. اڇن وڇن ڇِن ڇن ۾.١- انيئہ اڪڙيوُن ڏس توُن ڪولي،

آتم لعل کي لڌ توُن ڳولهي. ڏِٺ لڳاءِ دمن ۾.٢- ڪهي ٽيئون گر شبد ڪمائي، انترمُک تي جهاتي پائي. ٻِئل رهڃ ٻچن ۾.٣- راڳ تلنگ ٻچن-٢١- منهنجا من پاپن کان تيءُ پري. پاپ پاپيءَ جي پاڙ پٽي تو ڏِس توُن ڏيان ڏري -ٽيک- راوڻ پاپيءَ پاپ ڪمايو، انت سَمي ڏاڍو پڇتايو. سارو پنهنجو وَنس وِڃايو، ڏِيئڙو گهر نا ٻَري.١- ڪنس پاپيءَ پاپ ڪمايو، ڪايا مايا ماڻُ وِڃايو. انت اکين مان نير وَهايو، ڪوئي پِنڊ نا ڀري.٢- دريوڌن ڀي پاپ ڪمائي، ڇڏيو پنهنجو راڄ رُلائي. مرڻ محل ۾ سو دک پائي، وِيڙو هٿ هٿ ڪري.٣- پاپ ڪري جو جڳ ۾ ياري، ڪهي ٽيئون ٽئي تنهنجي خواري. روئي ڇِت ڇٽ زارون زاري، ڦِر ڦِر جنمي مري.٣- راڳ تلنگ ٻچن-٢٢- ستگر ڏي چرنن جو موُن ڏيان، آس رکي مان من ۾ آئيس نام سندو ڏي دان -ٽيک- ستگر آئيس تو در سوالي، داتا موُنکي ڇڏ نا خالي. مالک تي مهربان.١- ستگر تنهنجي سيوَ ڪمايان، من پنهنجي جي مٿل مِٽايان. غيرت ڪڍي گُمان.٢- ستگر توکي روز ڏسان مان، صوُرت تنهنجي اندر ڀسان مان. ايهو ڪر احسان.٣- ڪهي ٽيئون ڪر جوڙ ارداسا، پوُرڻ ڪر توُن منهنجي آسا. آتم جو ڏي گيان.٣- راڳ تلنگ ٻچن-٢٣- ستگر تنهنجي درشن سان دل ٺري. درشن سان سڀ پاپ مِٽن تا درمَت من جي ٽري -ٽيک- ستگر تو در اچڻ سوالي، موُر نه موٽن سيئي خالي. ڪارج تِن جو سَري.١- ستگر تو در ٽهل

ڪمائين، چار پدارٿ سڀئي پائين، ڀاڳ ڀلي جو وري.٢. سگر ڪنهنجو نام
جپن جي، ترڪ اڳن ۾ ڪين ٽين سي، جم ٻئي ٿين ٿان ڏري.٣. ڪهي ليهون ٿل ساگر
سوامي، هيٺين جو ٿون آهين حامي. هرن پوئي سو ٿري.٤. راڳ تلنگ پنچن.٢٤.
سرڻيون منهنجو سڀ سنتن سان لڳي، ليهن لڳون مون ڪين ڪي الو سڀ چند ٿان هو آڳيي،
ٽيڪ. انگ اصل جو لڪيل آهي، ڪير سگهي نا نسنتي ڏاهي، لوڪ ڀاڻي ڀڄو وڃي.١.
سنتن ٻڌيو ڏن آ جولي، ڪاٽي ڪرجي ڪٽي نه سوڪي، لڳ نه ڪولي لڳي.٢. من
اندرين جو ويڪ هٽائي، سنتن سار ڏنو سمجهائي، جهل مل جولي ڇڏي.٣. سڀ
سنتن جو ڪين چڱيائيدس، ليهون من ٿين سان ٿيائيدس، پوندس ٿين جي پڳي.٤. راڳ
تلنگ پنچن.٢٥. سنتن مان سوڪي پريمي ڪٽي، جو ٿين من جو مان هٽائي سو سنتن
۾ سڀي. ٽيڪ. ڪل ڪالاب جو موهه هٽائي، هرڏا سان نيشڪل ڪمائي، ڏک ڏسي نا
هتي.١. ٻاڻ لڳائي ڪڍيس نه پاڻنجو، اوڳ ڪين ڏسي ٻئي ڪنهنجو، ٻاڙ ٻاڻ جي
پاڻي.٢. ڦرنا من جا سڀئي ڪهائي، ڪتا ڪيرتن سان لڳو اڳئي، رام نام ڪي رٽي.٣.
ڪهي ليهون جو پريتي پائي، آخر ناٿين ٿوڙ نڀائي، منهنجو ڪڍين نه ڪٽي.٤. راڳ
تلنگ پنچن.٢٦. جڳ ۾ جيڪو جهڙا ڪرم ٿو ڪري، پوءِ ڀي نتيجي ڦل ڀي سوڪي روڪي
پاوين رڳي. ٽيڪ. جڳ ڪرمن جي ٽيپي آهي، جو جا پوکي سو سا ڪاٽي، ٿاري ڪين ڪي ٽري.١.
ڪرمن سان هر سڀني رهائي، پوءِ جيڪو ڪرم ڦل پائي، ڪرمن سان جمي مري.٢.

پٽيہ ڪرم آهي سڪدائي، پاپ ڪرم آهي دڪدائي.ڏس توُن ڌيان ڌري.٣- ٽيئون ڪرم سنگي آ سڀ جو، ست ڪرمن سان هِت ڪر پنهنجو. جنهنسان ٻيڙو تري.٢-راڳ تلنگ پڇن-٢٧- جيڪو جن ڀڳوَت جي ڀڱِہ ڪري. ڀوَساگر ڪان ٻيڙو تنهنجو پل ۾ پار تري. -ٽيڪ- ڀڳوَت ڀڱِہ جو من ۾ ڌاري، سو جن جڳ ۾ سڪ سان گهاري. ڪنهنڪان ڪين ڏري.١- ڀڱِہ وارو نر ايڱِہ رهي ٿو، ڀڱِہ بِن نر سڀ سوُر سهي ٿو. هر هر جنمي مري.٢- ڀڱِہ وارو نر خطا نہ ڪائي، ڀڱِہ بِن ڪيئي پاپ ڪمائي. ليکو جم جو ڀري.٣- کهي ٽيئون رک ڀئتا من ۾، حاظر ڄاڻي هر گهر بن ۾. ڀڱِہ ڪان ٽيءُ نا پري.٤- راڳ تلنگ پڇن-٢٨- تو رام اندر ۾ وسي وسي. ڪوئي پريمي تنهنکي پسي پسي -ٽيڪ- سڀ جي هردي ۾ هرِ آهي، موُنڊ ڏسي نا جهاتي پائي. هريجن ڏسي تو هسي هسي.١- ڀوڳ رسن ۾ مورک ڦاسي، ڪين ڏسي گهٽ گهٽ جو واسي. وِشيہ وَنسِ مَت ڪسي ڪسي.٢- سنتن سنگ ۾ هرِ گن ڳائي، هريجن هردي رام ريجهائي. موهہ ڦاس نا ڦسي ڦسي.٣- کهي ٽيئون جو پاڻ پڇاڻي، مؤج الستي سوئي ماڻي. ديش اگم سو رَسي رَسي.٤- راڳ تلنگ پڇن-٢٩- جهاتي اندر ۾ پاءِ پريتم. شبد ۾ سُرت سماءِ پريتم -ٽيڪ- پَسُ پريوُءَ کي پنهنجي چولي. اکڙيوُن کولي، اندر ڦولي. انيئہ جوت جڳاءِ پريتم.١- لڪ لعلڻ کي لِنوَ سان ڏوري. ڪُبڌِيا ڪوري، من کي موڙي. جڳ ڪان پريت هٽاءِ پريتم.٢- وٺ پريوُءَ کي پاڻ ۾ ڄاڻي. صاف سڃاڻي، پاڻ پڇاڻي. روُح ۾ رام ريجهاءِ پريتم.٣-

ڪهي ٽيئون نِج درشن پائي. نِرت مِلائي، سهج سمائي. انحد ناد وڄاءِ پريتم.۴.
راڳ تلنگ پڇن-۳۰- جاڳ اٿي تون جاڳ پيارا. ماڻ تون پنهنجو ماڳ پيارا.
-ٽيڪ- وِشيه وِڪارن کي بندا ڇڏ. خيال مندا ڇڏ، ڪرم گندا ڇڏ. ڌار وويڪ
وئراڳ پيارا.۱- هِت آئين تون وٺج وِهائڻ. سچ ڪمائڻ، ڌرم وڌائڻ. رام
سچيءَ ۾ لاڳه پيارا.۲- هي جو ڏسين تو جڳت نظارو. ٽيندو سارو، ڪوڙ پسارو.
جيئن گلن جو باغ پيارا.۳- ڪهي ٽيئون ڇڏ ننڊ نياڳي. غافل جاڳي، ڪري
سڄاڳي. ڪولهج پنهنجو ڀاڳ پيارا.۴- راڳ تلنگ پڇن-۳۱- توسان سنگر
ٽيندو ساٿي. پڙهه پريم سان تنهنجي ٻاٽي -ٽيڪ- غفلت جي ڇڏ نِنڊ هٽائي. من پنهنجي
جو ماڻ مِٽائي. رک نِوڙت ٽيءَ نماٽي.۱- نام گرن جو ياد ڪري تون. اڱڻ
پنهنجو آباد ڪري تون. وٺ ڄاڻ الک جي ڄاٽي.۲- ڪهي ٽيئون ڳڻ گوبند ڳائي.
رام پنهنجي کي وٺ ريجهائي. پيءُ پريم سچي جو پاٽي.۳- راڳ تلنگ پڇن-۳۲- سچو
سنتن جو ستسنگ آهي -ٽيڪ- سنتن ۾ نِت امرت وَرشي. گرمُک چاترڪ پي پي حرشي.
اُت آنند جو اُمنگ آهي.۱- سنتن جو آهِ ٻول امولو. ٻول ٻُڌي ڪر سڦلو
چولو. تِن جو وچن آينگ آهي.۲- سنتن جي رج جو سِر لائي. تيرٿ جو ڦل
سوئي پائي. اُت پاپن جو ڀنگ آهي.۳- ڪهي ٽيئون جي سُک کي چاهيو. سنتن سان ڳڏ حرِ
گن ڳايو. رام سندو جِت رنگ آهي.۴- راڳ تلنگ پڇن-۳۳- گروُ آسيس ڪر

مونتي، وتان ڳڻ گيت ڳائيندو. جڳي هر جو منو نالو، وتان ٻين کي جپائيندو -ٽيڪ-
سدا نشڪام تي من ۾، ڪيان پرچار مان سچ جو. پريم وارو پيالو پي، وتان ٻين کي
پيائيندو.١- سچي وئراڳ کي ڌاري، رهان دنيا کان فارق مان. ڇُٽي سنسار ٻنڌنن کان،
وتان ٻين کي ڇُڏائيندو.٢- سچي وشواس پڳتيءَ سان، پڻسان پنهنجي تہ پريوءَ کي. مِلي
جڳديش سان جڳ ۾، وتان ٻين کي مِلائيندو.٣- کهي ٽيئون جپي سوهم، ڪيان نِج
ديوَ جو درشن. لکي سُورُوپ آتم کي، وتان ٻين کي لکائيندو.٤- راڳ تلنگ پڇن-٣٤-
ڇٽو هي پريم پنت جو حال -ٽيڪ- شان وجائي مانُ گنوائي، جهنگل جبل گهر
گهٽيون گهمائي. ڪري ٻڪاري بيک پنائي، بيهد ڪري بي‌حال.١- پيد ڦلائي موهہ
مٽائي، نسنگ نريئہ تو تہ بٽائي. بار ٻڌين جو خوب ڪٽائي، ڪونہ ڪري ڪو خيال.٢-
راج ڇڏائي، تاج ڇڏائي هوش عقل کي ترت اُڏائي. لڄ لُٽائي ناچ نچائي،
اندر ڏي تہ اُڇال.٣- کهي ٽيئون جيءَ جوش جڳائي، دردن جو دل دُونهون دکائي. نيٽن
جي تو ننڊ ڦٽائي، اِهو سندس احوال.٤- راڳ تلنگ پڇن-٣٥- طالب
ڏسجانءِ ڏيل ۾ ڏوري، برهہ وارن جي بستي تون -ٽيڪ- صورت بصري سهي ڪر ساري،
مَلڪيءَ ۾ خود ملڪ نِهاري. حق جي ماڻهُ هستي تون.١- ذاتيءَ سان ڏس
جوتي ٻاري، رُوحيءَ خفيءَ سان خيال اُجاري. نفس نفيءَ ڪر نَستي تون.٢- وحدت
ڪثرت صاف سڃاڻي، سِر ۾ سِرُ سو نُور پڇاڻي. ماڻ اِلاهي مستي تون.٣- کهي ٽيئون

ڪر سُرت صفائي، دم جي مالا سور سدائين. آنند پاءِ الستي تؤن.۴- راڳ تلنگ ڀڄن-۳٦- محبت ،جي مئدان اندر تؤن، پُرجهي پائِڇ پير ادا -ٽيڪ- هردم هل تؤن وات هينائين، متان سڏائين سيرُ ادا.۱- مُئلن جي مجلس ۾ ويهي، من ماري ڪر ڊير ادا.۲- عشق آڏيءَ تي ڪامل ڪُسجي، تيءُ تؤن مڙد دِلير ادا.۳- ڪهي ٽيئون سِر گر ڪي ڏي تؤن، ٻٽجي سؤرهيه شير ادا.۴- راڳ تلنگ ڀڄن-۳۷- عشق عجيب اڱڻ مؤن آيو، برهه ڪئي برسات اديؤن -ٽيڪ- محبت من ۾ مؤج مچائي، طلب رهي نا تات اديؤن.۱- لوڪن ڪان تي پاڻ لِڪائيم، عشق ڪيو اِسبات اديؤن.۲- عشق اُتي ڪيو داخل مؤنکي، جِتي ڏينهن نه رات اديؤن.۳-ڪهي ٽيئون سِر صاف سُڃاتم، محڪم تي محلات اديؤن.۴- راڳ تلنگ ڀڄن-۳۸- پنهنجي پاڻ سڃاڻڻ خاطر، مايا ڪان منهن موڙج تؤن -ٽيڪ- لوڪن جا لاڳاپا لاهي، خيال خشم ۾ ڪوڙج تؤن.۱- سڀ ۾ هڪڙو ساجن جاڻي، ڀيائي من جي ڀوڙج تؤن.۲- ويڙهي ورق دنيا جا سيئي، جيءُ جانِب سان جوڙج تؤن.۳- اعنل حق جو ماري نعارو، ٽيئون ٻنڌن ٽوڙج تؤن.۴-راڳ تلنگ ڀڄن-۳۹- رام ڀڄن ڪر ڀٽڪ نه جڳ ۾، جونو تي سنسار بندا -ٽيڪ- رام ڀڄن بِن سنگ نه ڪوئي، مطلب جو پريوار بندا.۱- رام ڀڄن بِن شانت مِلي نا، حيلا ڪرين هزار بندا.۲- رام ڀڄن بن آهي جڳ ۾، منش جنم بيڪار بندا.۳- ڪهي ٽيئون هي ڪار چڱي

ڪر، رام ڀڄن سان پيار بندا.۴- راڳ تلنگ ڀڄن-۴۰- سنت سچا سنسار ۾ ھردم،
من جيتي سک پائن تا -ٽيڪ- اندر ۾ سي پارس آھن، ٻاھر لوھ سڏائن تا.١-
سالڪ تي سِر صاف سڃاڻي، پنھنجو پاڻ ڇپائن تا.٢- آد جڳادي عئن
روپ سي، عئن پاڻ کي پائن تا.٣- ڪھي ٽيئون سي ٻُجھ جوُن ڳالھيوُن، ٻين کي ڪين ٻُڌائن
تا.۴- راڳ تلنگ ڀڄن-۴١- منمُک من ۾ غوطا کائي، ڪوتا ڪرم ڪمائي تو -ٽيڪ-
سچ کي تياڳي ڪچ ڏي ڪاھي، موُرک موُر وِڃائي تو.١- پر نِنديا جو پنھنجي سِر تي، ڀاري
ٻوجھ اُٺائي تو.٢- من جي پنيان ھلي ھميشھ، جڳ ۾ چوٽان کائي تو.٣- ڪھي ٽيئون تي
بيمُک گر ڪان، مانش جنم گنوائي تو.۴- راڳ تلنگ ڀڄن-۴٢- جھاتي پائي پاڻ ۾
پيارا، پريتم پنھنجو پائِج توُن -ٽيڪ- گر موُرت ۾ نِرت مِلائي، سُرتي شبد سمائِج
توُن.١- مِٺڙو مُک سان ھردم ٻولي، سڀ سان پريم وڌائج توُن.٢- ڪام ڪروڌ ڪري وَش
پنھنجي، پاپ ڪان پاڻ بچائج توُن.٣- ڪھي ٽيئون ھٺ ڇڏي ھٺڻ جو، نِوڙت سان نينھن
لائج توُن.۴- راڳ تلنگ ڀڄن-۴٣- پريتم پريوءَ سان ڪر پيار، سدا ڪر سچ جو
توُن وھنوار، ڀلائي تنھن ۾ تنھنجي آ -ٽيڪ- جڳت ۾ ھرڪو آ مھمان، سچڻ ڪر
جوُنو نا ايمان. سمجھ ھي سُپني جو سنسار، سُمر توُن رام نام نِرڌار.١- ڪٽنب
سڀ ڪوُڙو ٺئي پائي، تنھنسان پريت نہ رک پائي. سمجھ ھي مطلب جو پريوار، ڪري سنگ
سنتن جو ڪٽ سار.٢- مِٽائج ممتا توُن من مان، ڪڍي ڇڏ ٺمنا توُن تن مان. برھم

جو چِنتن ڪر هروار، ٻائي ڇڏ جڳ جو جنسار.٣- چوي سڄ ٽيئون ٿو توکي،
ڀڄن سان پاڻ ولِڄ موکي. ڀڄن بِن جيئون آ بيڪار، سُمر تون ساکي سرجڻهار.٤-
راڳ تلنگ ڀڄن-٤٤- ولي تون سنگر کان ست گيان، ڌار ڀڄ آتم جو تون ڌيان،
جنهين مان موکش سچو پائين -ٽيڪ- ڇڏي ڏي مايا جي تون آس. ڪٽي ڇڏ موهه ممت جي ڦاس.
سُمر تون سواس سواس ڀڳوان، سدا ڪر گوبند جا ڳڻ ڳان.١- ڪٽنب جو
ڪوڙو آ ناتو. جنهينسان نينهن آٽي لاتو. سچو هڪ پرميشور پهچان، ڀيو ٿي
سنتن سنگ پرڌان.٢- ڪهي ٽيئون جو ست ڪرتار. تنهين سان هردم رک تون پيار. ڇڏي
تن من ڌن جو ايمان، ڪري وٺ پنهنجو تون ڪليان.٣- راڳ تلنگ ڀڄن-٤٥-
ساجن دم ماري ويهه دم ۾. دم اندر جو دم ٿو ٻولي، راز ڇپيل ٿي آنجي
اولي. سُٽهج سڄڻ تون ڪن ٻُڌي ڪولي، خيال نه ڏي ٻئي ڪم ۾ -ٽيڪ- دم ٻدم ۾ دم جو
هي دم ٿي، دم بِنا ٻيو خالي ڀرمُ ٿي. دم ۾ ٿئي سڀ سرشٽي ختم ٿي، ڪوڙج
خيال خشم ۾.١- دم ديپڪ ۾ دم ٿي جوتي، دم سِپ اندر دم ٿي موتي. دم
بِنا سڀ آهي فوتي، چِت نه لڳائِج چم ۾.٢- دم ۾ ٿي اسرار سمورو،
ٽيئون دم کي سمجهي سُورو. جنهنکي مليو سنگر پُورو، دم بِن گهار نه غم ۾.٣- راڳ
تلنگ ڀڄن-٤٦- ڪرم جي ريکا مِٽي نا، جا لِکي ڀڳوان آ. لکڻ واري جي
نه ڀُل ڪا ٻُلبل هي انسان آ -ٽيڪ- ڪرم کهڙا ٻي ڪري ڪو جيئُ مانش جوڻ ۾.

ليک تنهن موجِب لِکي ٿو لِکڻهار سُڄاڻ آ.١- جتن کهڙا ڀي کري کو کرم ٽارڻ واسطي. پر بِنا ڀوڳي ٽري نا کرم ات ٻلوان آ.٢- کوٽ لوهي ۾ لِکي کو ۽ عرش پاتال ۾. کرم ڀوڳڻ بِن ڇُٽي نا ويد جو وکيانُ آ.٣- کهي ٽيئون جنهن مٿان کو سنت کرپا ٿو کري. ٽئي گنڍو سوُريءَ مان تنهن لاءِ وچن هي پرمان آ.۴- راڳ تلنگ ٻچن-۴٧- جڳ بازيگر جي بازي. رهه تنهن ۾ رنج نہ راضي -ٽيک- بازيءَ ۾ چِت کين ڦسائيجِ، بازيگر سان پريت لڳائيجِ. جڳ ڇڏي جڳديش مَنائيجِ، کري اَنئي پهر ٿوُن آزي.١- بازيگر ڀڳوان ٻُلائي، بازيءَ سان جو خيال مِلائي. جنم امولک سو نہ رُلائي، سهي جنم مرڻ جي تازي.٢- بازيگر هِک باغ بڻائي، تنهن ۾ وينو پاڻ ڇِپائي. ڄُهد کري جو تنهنکي پائي، کري سيکو تنهنکي نيازي.٣- کهي ٽيئون سو سالک آهي، بازيگر سان جو دِل لائي. سيکو تنهنجي کِيرت ڳائي، کڍي کنهنجي سو نہ موتاجي.۴- راڳ تلنگ ٻچن-۴٨- ڇڏ من پنهنجي کي ماري. لڳي ستگر جي ٿوُن لاري -ٽيک- باندر جيئَن من چنچل آهي، تنهنجو روکڻ مشکل آهي. گر پوُري کان انکل پائي، کر وويک سان وَسُ پياري.١- گهوڙي جيئَن من پربل آهي، ڌيان رکي چڙهه تنهنتي ناهي. شبد لغام سان وٺج ورائي، چل چيتن جي ٿوُن چاري.٢- ڀوُت جيئَن من هردم ڊوڙي، دکي کيا جنهن جيوَ کِروڙين. گر منتر جو لکڙو کوڙي، تنهنتي لاهي چاڙهي.٣- کهي ٽيئون من ماري جوئي،

ترت تري پوَساگر سوئي. من ماري بِن تري نہ ڪوئي، ائين ويد پُران پُڪاري.٣- راڳ تلنگ پچن-٣٩- ڪر ساڌ سنگت جي سيوا. جِتان مِلندءِ منڙا ميوا -ٽيڪ- ساڌن جِي جي سيوَ ڪندين توُن، لوڪ پنهين سُرهو رهندين توُن. جمپور جا ڏک نا سهندين توُن، لهندين سوُڪ آڪيوا.١- سيوا ساڌن جي سڪدائي، ويد پُراڻن ساک سُٽائي. گوبند مُک سان مهما ڳائي، نارد ڪئي نِشچيوا.٢- سئنا سڌنا ڌنا سُڌرِيا، ٻالميڪ رويداس اُڌرِيا. سيوا سان سپ پار اُترِيا، پوُجهِن تنهِن نر ديوا.٣- ڪهي ٽيئون جي مڪتي چاهين، سنتن جي ڪر سيوَ سدائين. سيوا تي تي پرسن سائين، ڏيندءِ مڪت آيوا.٢-
راڳ تلنگ پچن-٥٠- ٻُڌ ٻوڙا توُن ڪن ڏيئي. دم ٻولي ٻولِي ڪيهِي -ٽيڪ- مِنڙي ٻولي آهي دم جي، ٻي ٻولي ناهي ڪنهن ڪم جي. خبر جنهينڪي آ گر گم جي، سو چاڻي سُواد سنيهي.١- آدي آهي دم جي ٻولي، ڪنهن ڪنهن گرمُک معنيٰ کولي. ويد ڪِتيبن ڪان بہ امولي، هيءَ چاڻ نہ جيهي تيهي.٢- مُرليءَ جي سُر نانگ نچايا، نادن جي سُر مِرگ ڦِلايا. منش ڪئي هِن مست بڻايا، جِن ياد رهي نا ديهي.٣- امرت ويلي آسڻ لائي، ويهُ اڪيلو خيال مِتائي. ڪهي ٽيئون سُڻ ڌيان لڳائي، اتي هِن ٻِر ساز سيئي.٢- راڳ تلنگ پچن-٥١- هر نام جپيچ نِرڌاري، هيءَ آهي مهل موچاري -ٽيڪ- جنم سجايو ٽيندءِ تڏهين، هر جو نام جپيندين جڏهين. بِن هر نام ڪين ڪي ڪڏهين، ڳنندين جڳ مان ساري.١- هري نام ڪيو جِن آ

سنگي، سي نہ ڏسن تا ڪڏهين تنگي. تن جو ننگ رکي ٿو ننگي، ڪاٽي ڪرمن ڇاري.٢-
ڪهي ٽيئون هر نام اُچارج، ليکو جم جو ترت نِوارج. پنهنجو مانش جنم
سُڌارج، پائج پد سُکاري.٣- راڳ تلنگ ڀڄن-٥٢- جم جي ڦاسيءَ کان
تہ ڇڏائي، گيان گيان گيان -ٽيڪ- بِنا گيان جي موهہ نہ مِٽندو، نڪي جڳ جو بندن ٽُٽندو.
موهہ ممت اگيان مِٽائي، گيان گيان گيان.١- بنا گيان جي شانت نہ ايندي، نڪي
تپت اندر جي ويندي. هردو شيتل شانت بڻائي، گيان گيان گيان.٢- بنا گيان جي
مڪتي نہ ملندي، نڪي اوديا جي ڳنڍ کُلندي. ڪهي ٽيئون ٿو مڪتي مِلائي گيان گيان
گيان.٣- راڳ تلنگ ڀڄن-٥٣- اُٿي ساجهر جاڳ سويلو، او بندا، اُٿي رام
جپڻ جو ويلو -ٽيڪ- اهڙو وقت وري نا ملندءِ ڇو ٿو هٿؤن وڃائين. ڀوڳ رسن
۾ پورا ڀُلجي پوءِ متان پڇتائين. ڪر مانش جنم سُهيلو.١- ڪوڙ ڪپٽ ۽ ڪُبِڌيا
سان تو مُورک مايا جوڙين. ستگر سنتن ايشور کان تؤن ڇو ٿو منهنڙو موڙين. هلي ساڻ نہ
توسان اڌيلو.٢- ٿوري جيئڻ خاطر جڳ ۾ ڇو ٿو پاپ ڪمائين. پاپن جو ڦل
ڏک تي ڏاڍو سوچي ڏس من ماهين. هِتان ويندين رُئندو اڪيلو.٣- لوڪ پنهين ۾ سک
جي چاهين ڪر پريوءَ کي پيارو. ڪهي ٽيئون من پنهنجو ماري پائِج موکش دوارو. من
موهن سان ڪر ميلو.٤- راڳ تلنگ ڀڄن-٥٤- ڪر ايشور جي تؤن ڀڳتي، او بندا،
ڇڏ وقت نہ ايئين وِڃائي -ٽيڪ- مانش چولو هريءَ ڏنو تي ديوَ جنهينکي چاهن.

چوراسيءَ کان اُتم جنھن ۾ سڀ انگ سندر آھن. ڀاءُ گيان جي تنھن ۾ شڪتي.١.
ڪٿا ڪيرتن سٽسنگ ڳنن سان مُک سان ھري گڻ ڳائي. اکين سان ڪر درشن
ھرَ جو سواس شبد ۾ لائي. سِک جوڳ سندي توُن ڄڄَتي.٢. پيرن سان ھل ساڌ
سنگت ڏي ھٿن سان سيوَ ڪمائي. چِت ۾ چنتن ڪر چيتن جو ٻڌ ۾ اِستِت پائي.
اِھا ويدن جي آھي اُڪتي.٣. کھي ٽيئون جي جيتڻ چاھين جيتڻ من کي پيارا.
پوُڄڻ چاھين پوُڄي آتم پائڄ پد نِرڌارا. تيءُ جڳ ۾ جيوَن مڪتي.٤. راڳ ٽلنگ
پچن-٥٥- ستگر جي دواري، ھل پريم سان پياري. شرڌا سان ڪري سيوا وٽ جنم سڌاري.
-ٽيڪ- گرديوَ ڪرپالوُ، آتي دين ديالوُ. جو شرڻ ۾ اچي تو تنھن تار مان تاري.١.
ستگر جي مِٺي ٻاڻي، امرت جي آھي کاڻي. پڙھ ڀاوَ ۽ ڀڳت سان سنسن
کي نِواري.٢. ستگر جو سندر درشن، تن من تو ڪري پرسن. دک درد سڀ مِٽائي
جو ڏيان کي ڌاري.٣. ستگر ۾ پريم پوُرو، کھي ٽيئون رک سموُرو. ڀاءُ موکش پد پيارا
ستگر جي سھاري.٤. راڳ ٽلنگ پچن-٥٦- تن لِڱ ڪر توُن، من لِڱ ڪر توُن،
۽ تِڱ ڪر پنھنجو خيال. توکي ملندو دين ديال -ٽيڪ- خيال جنھين آ اِسڙ
ڪيڙو تنھنجو ٿيو ڪليان. سنت سچو سو پوُرڻ جاڻڄ چوَن لا ويد پران.١.
آتل خيال سان ڏرو اٽل ٿيو پڙھ تنھنجو آکيان. اٽل نِشچي سان پيدا ڪيو
پھلاج نرسنگھ ڀڳوان.٢. نامديوَ چِت ايڪاگر سان سڀ ۾ رام ڏٺو. ڀوُت پريت

پناڻ ڪُتي ۾ پاتو موهن منو.٣- وشيہ ڀوڳ کان هٽي جڏهن چت ايڪاگر ٿيندو. ڪهي ٽيئون سُمرن مان آنند تڏهين تو ايندو.٤- راڳ تلنگ پچن-٥٧- رهُ رام رضا تي راضي. ڀاڻو مهي ڀڳوَت جو پيارا ڪٽ توڻ هاريل بازي -ٽيڪ- جيڪي ڪري ڀڳوان تنهين ۾ چاڻهہ پنهنجي ڀلائي. لک شڪرانا مڃ پريوءَ جا جي سک چاهين سدائين.١- سَروَ ڪلا سمرٿ هري پوُرڻ جيڪي ڪري سو پوُرو. سڀ ۾ راز رکيل آهِ تنهنجو سمجهي ڪو تنهن سوُرو.٢- ڪهي ٽيئون جو صبر ڪري هرِي تنهنجا دکڙا هري. ڀاڻو مهي جو ڀڳوَت تنهنجا نيٽ ڀنڊار ڀري.٣- راڳ تلنگ پچن-٥٨- بندا ڪنهن سان وِروڌ نہ وير ڪجي. صاحب جي سڀ صوُرت ڄاڻي ڪنهن سان ڦند نہ ڦير ڪجي -ٽيڪ- جيوَ سموُرا گل ڦل آهن، باغ جڳت جي شوڀا وڌائن. ونجي سڳنڌ سڀ گلن جي، توڙي نہ تِن ڪي ڍير ڪجي.١- لکين پدارٿ جڳت منجهارا، ڪي مِنڙا ڪي آهن کارا. ڪنهنسان نفرت پيار نہ ڌاري، ساڪي ٻڌجي سئر ڪجي.٢- شڌ چيتن ۾ ڀوُ نا ڀولو، من سندو ڪُل آهي رولو. اهڙي من جو مارڻ خاطر، فِڪر سچي جو ڦئر ڪجي.٣- سک دک ڏيندڙ ٻيو ڪو ناهي، سڀ ڪڇ ڪرمن جي وَس آهي. ڪهي ٽيئون ڀُل پنهنجي ڄاڻي، ڪنهنسان غصو نا غير ڪجي.٤- راڳ تلنگ پچن-٥٩- هِڪ پريم پريوءَ سان مِلائي ٿو. پريم بنا چاهي جوڳ ڪري ڪو، پريوءَ کي نا پائي ٿو -ٽيڪ- پريم پريوءَ سان جِن جِن لاتو، تِن هي پوُرن پد کي پاتو. پريم جهڙو نا ساڌن ڪوئي،

آواڳمن مِٽائي ٿو.١- پريم هي ڳل ۾ گيان وڌائي.
پريم هي اوديا اوُندهہ ميٽي، انيڪ جوت جڳائي ٿو.٢- پريم ڪري جو ڪين هٺي ٿو،
جم جي ڦاسي سوئي ڪٽي ٿو. ڪوئي سوُرو پريم جي اندر، جانِ جي بازي لائي ٿو.٣-
ڪهي ٽيئون ٿي پريم مهانگو، ڪين ڪي جاڻج سستو سهانگو. هِن سوُدي ڪي پائي سو جو،
قربوُن ڪَند ڪَپائي ٿو.٤- راڳ تلنگ پچن-٦٠- پڙهايو پريم جو پُستڪ، مِٽي جنهن
مان اندر جو شڪ، گروُ تنهنجي شرڻ -ٽيڪ- مڪتب جاچي ڏٺم گهڻائي، ڪُلفت
جي سڀ ڪرن پڙهائي. سچي مڪتب وِهائج توُن، برهہ جو باب پڙهائج موُن، لڳس
تنهنجي چرن.١- پريم وارو مان پستڪ پڙهندس، محبت واري مڇ ۾ مرندس. چڙهي
جنهن مان موُج مستي، مِٽي من جي هٺڻ هستي، وڃي جيءُ جي جرن.٢- پريم پستڪ جا
عجب اشارا، جِن سمجهيا ٿيا باغ بهارا. ٽِنين جي منهن ۾ ٿي مٺيا، سدا سي
رام ڪي وٺيا، چمن نا سي مرن.٣- ڪهي ٽيئون گر ڪر مهرباني، پريم پيالو
ڏي لاثاني. مِٽي جنهن مان جڳت آسا، جڳي هر درشن جي پياسا، ٻُڏا ٻيڙا ترن.٤-
راڳ تلنگ پچن-٦١- عمر ڏسان مان وڃي وَٽاٽا، پنهنجي وطن وري. ياد پوَن
ڏوتي ڏاڏاٽا، سانگين ريءُ نہ سري -ٽيڪ- ادا تو هيءُ نماڻي چو وِڇوڙي وَڳر ڪان
آندي. سنياريان ٿي سَنگهارن ڪي رکيئہ چو بند ۾ باندي. ظلم زوري نہ ڪر
ظالم منت مڇ توُن ڪٽي منهنجي، ڪڍي چڏ ڪوٽ مان موُنکي مران مارُن ريءُ ماندي.

سدا ساريان ڪين وساريان، اٿم جيءَ ۾ جري.١- عمر ريشم سندا تنهنجا
ڪڏهن ڪپڙا نہ پائيندس. اباڻي لعل جا لوئي نڪي تنهنڪي لڄائيندس. ڪڙيون
ڪنمال ۽ ڪنگڻ وٺن تنهنجا نہ مون زيور، ڀون ٻن محل ۽ ماڙيون پڪن سان
پريت پائيندس. واريءَ تي وچي ڪندس وِڇاڻا، گهاريان هِت نہ گهڙي.٢- اِهائي آش
آ مونکي ڀنوهارن ڀت وَسائيندس. ٻاٻاڻن جي تہ ٻڪرين جا ننڍا ڇيلا نِپائيندس.
ڀلڙ پاڻي پيئاريندس اڃايل انهن کي هردم، وچي جيڏين سان گڏجي ٻَلي
ڪنڊ ڪير ڪائيندس. پيرون ڇونڊيندس پاند پنهنجي ۾، ڪَٻڙن پاس ڪَڙي.٣- ڪهي ٽيئون
اباڻن ڏي ڪٽي اڪڙيون نهاريان تي. مِنن ماڙن ٻِنا هِتڙي غمن
۾ مان گذاريان تي. ڀون تا ياد جي پل پل ملڻ منهنجو تتَي تِن سان، اچي
آرام نا مونکي اکين مان آب هاريان تي. دردن دل ۾ دونهن دکايا، ٻاهہ
ٻِرهہ جي ٻري.٤- راڳ تلنگ پچن-٦٢- پِرين ڏاران گهڙي نہ گهاريان، ساعت
پايان سال اديون -ٽيڪ- نيڻ ڪنيو مان روز نِهاريان، اڱڻ اچن سي شال اديون.١-
پل پل مونکي پِرين پسڻ جا، آڇيو ڪٺن خيال اديون.٢- ايندا نيندا
نال نِماڻي، قياس ڪري ڪرپال اديون.٣- ڪهي ٽيئون سي ڪڏهين ملندا، ڪري ٻِلايون
پال اديون.٤- راڳ تلنگ پچن-٦٣- سنت سچا جي پرميشور جا، سڀ جو مانگن
خير ادا -ٽيڪ- ڀلو ڇوي ڪو ٻرو ڇوي يا ڪو، ڪنهن سان ڪن نا وير ادا.١- بي دعوي تي

دنيا اندر، سالڪ ڪن ٿا سئر ادا.٢- صاحب جي سڀ صوُرت جاڻي،
رڪن نہ من ۾ غير ادا.٣- ڪهي ٽيئون سي ماڳ وَسائن، جِتي رڪن هوُ پير ادا.٤-
راڳ تلنگ پچن-٦٤- ساڪيءَ جو ڪر سُمرڻ من سان، ساڪي سڀ ۾ سار
اٿي -ٽيڪ- نام روُپ پرپنچ سچي جو، ساڪي هِڪ آڌار اَٿي.١- چوراسي لَک
جوُٽين اندر، ساڪيءَ جو چِمڪار اٿي.٢- ٽِن ڪالن ٽِن وَستائن جو،
ساڪي جاڻڻهار اٿي.٣- مان اڪر جي معنيٰ اصلي، ساڪي سِرجڻهار اٿي.٤-
ڪهي ٽيئون سو ساڪي تنهنجو، آدي روُپ اپار آٿي.٥- راڳ تلنگ پچن-٦٥-
وِجان ٽِن سنتن تان پلهار. ڪام ڪروڌ ۽ لوڀ نہ جِن ۾، موهہ ممت
اهنڪار -ٽيڪ- نام هريءَ جو جپن جپائن، پاپ ڪرم ڪان بچن بچائن. پاڻ
تَري ٿا ٻين کي تَرائن، ڀَوساگر ڪان پار.١- خود جاڳي ٿا ٻين کي
جڳائن، پريم پيالو پيئن پِيائن. پاڻ ڇُٽي ٿا ٻين کي ڇڏائن، ڏيئي ست
ويچار.٢- هردم سڀ سان ڪرن ڀلائي، ڀُلجي ڪڏهين ڪن نہ ٻُرائي. سوارٿ
پنهنجو تياڳي ڪن جي، سيني جو اُپڪار.٣- سڀ گهٽ آتم رام ڏسن ٿا،
گهٽ وڌ ڪنهنکي ڪين چون ٿا. ڪهي ٽيئون ڪن وِروڌ نہ ڪنهن سان، سڀ سان ڪن جي
پيار.٤- راڳ تلنگ پچن-٦٦- هي من اوم جو ڪر جاپ. اوم نام جي جاپ
جپڻ سان، هر سان ٿئي ميلاپ -ٽيڪ- اوم نام جي مهما ڀاري، اوم اندر آ

شڪتي ساري. جنھنجي تور نہ ماپ.١- جاڳرت سُوَپن سُشوپت تُرِيا، اوم اندر
ٿي چارون پُرِيا. سڀ ۾ سمايل آپ.٢- اوم ويد جو منتر آهي، تنھن سان
سُرتي چڙھ مِلائي. مِٽي وڃن سنتاپ.٣- آتندي وِهندي اوم اُچارج، کھي ٿيئون
ھِڪ دم نہ وِسارج. لڳي نہ ڪوئي پاپ.٤- راڳ تلنگ ڀڄن-٦٧- گرمُک
سڀ مان ڪڍ تُون سار. سار ڪڍڻ ڪم آ سياڻن جو، مُورک ڪڍن اسار -ٽيڪ-
جيئن ماکيءَ مک ڪٺي منائي، ڀؤنرو گلن جي وٺي سُرهائي. ھنسو کير آهار.١-
دتاتِرييہ جيئن سار ڪٺي جو، اُتم مانش سوئي ٻٽي تو. جڳت ڪري ستڪار.٢-
سار ڪٺي سو شانتي پائي، ڪروڌ اِيرشيا ڇڏي مِٽائي. ڪري اتم ويچار.٣-
کھي ٽيئون ڪڍ سار سياڻا، اوَگڻ ڪنھن مان ڪڍ نہ اِياڻا. ھرھند ڏِس ڪرتار.٤-
راڳ تلنگ ڀڄن-٦٨- پريمي سنتن کا سِک گيان. گيان سِکي سڀ سنتن
کان تُون، پائِج سک ڪليان -ٽيڪ- گيان بِنا سڀ جوڳ اجايا، گيان بنا سڀ
يوڳ اجايا. جوڳ يوڳ جي سڦل ڪرڻ لاءِ، گيان کي ڪر اڳوان.١- گيان
بنا آ تياڳ نہ سڦلو، گيان بنا آ راڳ نہ سڦلو، تياڳ راڳ جي سڦل ڪرڻ
لاءِ، گيان آٿي پرڌان.٢- گيان بنا ڪو ڪرم نہ پُورو، گيان بنا ڪو ڌرم نہ پُورو.
ڪرم ڌرم جي سڦل ڪرڻ لاءِ، گيان آٿي ٻلوان.٣- گيان بنا آ جمڻ
آڪيارٿ، گيان بنا آ مرڻ اڪيارٿ. جمڻ مرڻ جي سڦل ڪرڻ لاءِ، گيان

جو ڪر سنمانُ.٤- جنهن وستوءَ جو گيان نہ جنهنکي، کھي ٿيئون سک مِلي نہ تنهنکي.
سڀ وستن مان سک تہ وٺڻ لاءِ، گيان اتم پهچان.٥-

## -اوم ستنام ساکي- راڳ حسيني پچن-١-

ماتا ڏي خوشيان موڪل، مُونکي پُور پوَن پل پل. جي جَهلين تہ بہ ڪين ڪي رهندس -ٽيڪ- بابا ڏاڏا ڪاڏي ويَڙا، ڏرتيءَ ۾ سڀ داخل ٿِيَڙا. ماتا پوندي وڃي چل چل.١- ڪار ڪيان ڪيئن گهر گذاريان، باهہ بِرهہ جي ٻارڻ ٻاريا. ماتا سُورن ڪيا مُون سَل.٢- اندر آلائي منهنجي ڇاهي، رات ڏينهان تو اڳتي ڪاهي. ماتا ڪانَ پوي تي ڪَلَ.٣- کھي ٽيئون اُت باغ بهارا، جِن جا اچن تا مُون هٻڪارا. ماتا سي نہ وِسرن گُل.٤- راڳ حسيني پچن-٢- مُونکي آهي تِن جي آکير، جِن جي سُهٽي آ تصوير. جهل نہ پايو جيڏيُون -ٽيڪ- ست ڪرمن کي وِيا سُڃاڻي، پُر پڙهيائُون پُورب ٻاڻي. رُئندي تن لاءِ رات وِهاڻي، تازا هٽي ويا تير.١- من مُنڊي وِيا ڏيان لڳائي، ساز بِنا آواز سُڻائي، پاڻ انل جيئن عرش اُڏائي، ٽوڙي وِيا تہ زنجير.٢- آگ عشق جي جِن تن لاڳي، تن من تِن جو ٿيو وئراڳي. صُورت سهٽي ڏني جِن جاڳي، سي تہ هليا وِيا وِير.٣- کھي ٽيئون وِيا ڪاپڙي ڪاهي، رَئن مِٺائي يانُ جَڳائي. آچل آتم لعل لڪائي، سامي وِيا تہ سُڌير.٤-

راڳ حسيني پڇن.٢- سادڙ جن آهن عجب امير. تن جي جت ڪِت آهِ
جڳير -ٽيڪ- چارون سادن چٽرنگ سئنا باروُد بِرهه ٻهير. رام نام ڏن انيڪ
سمپت گادي گيان گنيپر.١- جيتيل اِندريوُن نرمل نؤڪر شڌ ٻڌ آهِ
وزير. شبد سُواري سُرتي راڻي پُٽر وِگياني ويرِ.٢- سم سنتوش جو پيڇن
ڪائي پيئن پريم جو نِير. ڪميا وستر پُجري تن تي شُمرَن شري رگهوير.٣- من دشمن
کي جيتي جڳ ۾ ڪن ٿا راڄ شرير. ٿُرِيا گهر ۾ سُک سيجا تي سُمحن شانت سُڌير.٣
سک دک ۾ سَم رهن سدائين ڪڏهن نه تياڳن ڌِير. کهي تيئون سي راجن راڄا
چاڻن لوک فقير.٥- راڳ حسيني پڇن-٣- ستگر پِياري پريم نري.
کهڙي کيان مان مهما تنهنجي آهي سرسُ سري -ٽيڪ- تاپ ڪليش ڪروڏ جي اگني پيئندي
پيئي نري. سمتا شانتي حاصل تِيَڙي دُرمَت دوُر هري.١- من جي دوڙ مِٽي هِڪ
کِن ۾ يڳتيءَ سان دل يري. آشا ترشنا چِت جي چِنتا ممتا ويئي مري.٢-
چڙهي خماري بيخود واري هردي لَڌم هري. چيتن جوتي چِت ۾ جهلڪي اوِديا
رئن ٽري.٣- کهي تيئون گر سنگ پيئي جو ترت وِجي نه تري. جنم مرڻ جي مها چڪر
۾ موُر نه اچي وري.٣-

## -اوم ستنام ساکي- راڳ ڪوهياري پچن-١-

آيو عشق عجب اِسرار ڪري، سِر سؤ پيرا قربان ڪريان -ٽيڪ- اوّل عشق مان آدم ٿِيَڙو، آدم آحد کي پرگهٽ ڪَيَڙو. آنءُ اُن ۾ پاڻ ايانُ ڪريان.١- ڪاچ عشق جو رت ۽ روُمي، نظر انجي آهِ نظوُمي. چا بِرهه سندو تہ بيان ڪريان.٢- عشق ڪيا ڪيئي متوالا، لوڪن کان سي رهن نِرالا. تِن سچڻن جو سَنمانُ ڪريان.٣-کهي ٽيئون اچي عشق جڳايو، راهه حقيقت جي تہ لڳايو. مان دم دم تنهنجو ڌيان ڪريان.٤-راڳ ڪوهياري پچن-٢- سانگ بڻاوڻ آهي سؤکو، آنءُ تو چاڻان اؤکي فقيري -ٽيڪ- ٻانيڻ ٽي جي ويد وکاڻِن، جيوَ اِيش جي سُڌ نہ پڇاڻن. گرهه پرم جي ڪن بزگيري.١- ٻاوا ٽي نِج بوڌ نہ ٻُڌائِن، چڙهي چيتن کي پٽر پوُڄائن. جوڳ نہ ساڌِن ڪرن اميري.٢- ڪوُڪ مُلان ڪر لوڪ سُٽائن، آلا اَڪبر سپ ۾ نہ پائن. عالم سان سي ڪرن گديِري.٣- سانگ بڻائي شاهه سڏائن، ڌاڳا ڦيٽا تعويز هلائن. ڪري پاکنڊ ڏيکارن پيِري.٤- ٽيئون آنل جيئن عاشق آهن، پڳ ڌرتيءَ ٽي ڪڏهن نہ لائِن. گهُمن گگن سي گٽي گنپيري.٥- راڳ ڪوهياري پچن-٣- هيءُ وڻ تہ وڏڻ کان اتوَ پري، اوهين ڏِسجو دِل ۾ ڌيان ڌري -ٽيڪ- هِن وڻ جي آهِ پاڙ پتالي، آد انت مڌيہ

آهِ آڪالي. جل ٿل جنهنجي جوت ڀري.١- هِن وڻ جا ٿي ڏار وڏائي، تِنِ جي ڪر تؤن سيوَ سدائين. تن ڏن جو ايمان هري.٢- هِن وڻ جؤن ٿي شاخؤن سُهاڳي، تِن کي ڇاڻن ڪي وڏڀاڳي، اوڳڻ پنهنجا دوُر ڪري.٣- هِن وڻ جا پن پارس آهن، چاهہ رکي جي تِن کي چاهن. تِن جي من جي مئل ٽري.٣- هِن وڻ جا ٿي ڪنڊا ڪرارا، دل ۾ درد وڌائڻ وارا. جنهنکي لڳي سو جيئري مري.٥- هِن وڻ جا گل ڪن گلزاري، بيحد جِن ۾ آهِ بهاري. سؤنگهڻ سان تو ڪاڄ سَري.٦- هِن وڻ جا ڦل ڇاڻ الستي، ڪائڻ ساڻ چڙهي خود مستي. آمر رهي ڄمر ڪان نہ ڏري.٧- هِن وڻ جي آهي سندر ڇايا، تنهنجي هيٺان جي جن آيا. تن من تِن جو تتل ٺري.٨- هِن وڻ جو ٻج آهِ وِڪاڻو، ملهہ ڪان مهنگو اصل اباڻو. ونندو ڪو سِر پيت ڏري.٩- هِن وڻ کي پوڄي جن جوئي، کهي ٽيئون سک پائي سوئي. ڀَوَ ساگر ڪان ترت تري.١٠- راڳ ڪوهياري پڄن-٣- پنهنجي شاهہ جي شِڪارڻ آهيان مان، ٻيو سنسو شوڪ نہ پانيان مان -ٽيڪ- بيحد ٻُڇڙي آنءَ پنگياڻي، در نہ ڏٺيءَ جي آهيان وِڪاڻي. جهاڙوُ روز لڳايان مان.١- لوڪ سڄو پل ڪري خواري، نام هريءَ جو سمجهيم ياري. نام سان نينهن نِڀايان مان.٢- نيچ نماڻي اصل آياڻي، آهيان هردم عئبن هاڻي. پِرين کي پرچايان مان.٣- کهي ٽيئون ستگر سمجهايو، هر رنگ ۾ هِڪ لعل لکايو، سڀ جي سيوَ ڪمايان مان.٣-

راڳ کوهياري پڇن-٥- آڌار نِڌر جو آهين تون، کر سانگ سُتڙ هي سائين تون. -ٽيڪ- تي توکي حال سُڻايان مان، نت عئبن واري آهيان مان. ٻڌي ٻانهون ٻئي بخشايان مان، سڀ منحنجا پاپ مِٽائين تون.١- ڪٽي نيڻ روئان تي راتيون مان، ڪري برهہ سنديون ڪي باتيون مان. پايان در در تو لاءِ جهاتيون مان، شل پنحنجو پاڻ پَسائين تون.٢- ڏي ستگر سچ جي ساري مون، چڙهي بِرهہ سندي تہ بخاري مون. ڏي پِنِڌي پنحنجي پياري مون، ڀوساگر پار تَرائِين تون.٣- کهي ٽيئون ستگر دان منگان، نت چرن ڪمل جو ڌيان منگان. نِج گيان وئراڳ وِگيان منگان، اُر آنيئہ جوت جڳائين تون.٤-راڳ کوهياري پڇن-٦- سمجهي سمجهي هلج هري هري، ڳالهہ آ اؤکي متان سنت لڇائين -ٽيڪ- عمر سڄي تي قيد ۾ رهڻو، نينهن نيائڻ متان چرچو پائين.١- تيغؤن تِکي تي راهہ پرِيَن جي، پير کڻي متان پوئتي هٽائين.٢- مُئَن جي سنگ جيئري مرڻو، سانگ سڄائي متان خلق کِلائين.٣- کهي ٽيئون ستگر جي اڳيان، سِر ڏيئي متان کنڌ کڍائين.٤- راڳ کوهياري پڇن-٧- سمجهي ڳالهہ پريَن جي ساري، عاشق جڳ ۾ رهن نِماڻا -ٽيڪ- ڏؤل دنيا جا سيئي ڏاهي، لوکن جا لاڳاپا لاهي. وِينا وِرهہ جا ڪري وِچاڻا.١- محبت جو سي وَکر وِهائِن، پرمارت ڏي ڪامل ڪاهِن. نانءُ الک جي وَتن وِکاڻا.٢- هٿ هٺڻ جو سيئي هاري، ڪميا غريبي ڏيرج ڌاري. راضي رهن هر رنگ ۾ راڻا.٣- کهي ٽيئون سي پوُر پچائن، لِکِيو لعلڻ

لاءِ ليئڙا پائِن. وحدت ۾ سي ڪرن وَتاٽا.۴- راڳ ڪوهياري پجن-٨- آد
جُڳان ڄڳ مذهب وارن، سنتن ڪي تہ ستايو. جهڳڙو لايو -ٽيڪ- نانڪديوَ
نغارو وڄايو، گليءَ گليءَ ۾ هرڳڻ ڳايو. تنهنڪي بند ڪرايو.١- ڪاشيءَ ماهِن
ڪبيرِ جُلاهو، پاڪنبُ توڙي پنت چڳلايو. پيرين زنجير پايو.٢- اعنل حق منصوُر
آلايو، حق حقيقي هوڪو لايو. سوُريءَ سيس چڙهايو.٣- ٻين ٻلاشاهہ بِرهہ
وڄائي، ڳَلِ وِچ جامو چير چِمڪائي. تنهن لاءِ شور مچايو.۴- ڪهي تيئون هرِ ڪرپا
ڏاري، ڀڳتن جا دک درد نِواري. نالو امر ٻڌايو.۵- راڳ ڪوهياري پجن-٩-
رام نام جو سُمرن ڪر توُن، چو تو پاپ ڪمائين. جنم وِڃائين -ٽيڪ- ڪوُڙي ڪايا ڪوُڙي
مايا، بادل جي هيءَ ڇاڻج ڇايا. تنهن سان چو نينهن لائين.١- آخر توکي هلڻو
آهي، انت ڇِکيا ۾ جلڻو آهي. چو تو موهہ وڌائين.٢- خاص خزانو ڏس توُن ڪولي،
ڇيتن تنهنجي آهي ڇولي. ٻاهر چو واجهائين.٣- ڪهي تيئون هرِ سُمر سويرو، ڇوراسيءَ
جو ڪٽ توُن ڦيرو. چو تو روُح رُلائين.۴- راڳ ڪوهياري پجن-١٠- ساڄن پنهنجي سُر
ڪرڻ لاءِ، آهي رنگ رچايو. باغ ٻڌايو -ٽيڪ- خالق ڪي تي خواهش خلق جي، خلقي
کيل کِلايو. پاڻ ڇِپايو.١- بازيگر جيئن بازي لائي، پُتلِيُن ناچ نچايو.
روُح ريجهايو.٢- پاڻ هي سوامي سيوَڪ تِيَڙو، پاڻ هي پاڻ لَڪايو. پرم پُٽايو.٣-
ڪهي تيئون گر ڪرپا سان موُن، سپ گهٽ درشن پايو. درد مِٽايو.۴- راڳ ڪوهياري

پچن-١١- جيجل جڙ نہ ھٽي وِيا جوڳي، ويني وِرھ وسايان، پنڌ پڇايان -ٽيڪ- جوڳين بِن مؤن کين سَري ٿي، درشن تِن جو چاھيان.١- آھہِ اُڪير اندر ۾ تِن جي، پل پل پؤر پچايان.٢- کھي ٽيئون سي ملندا ڪڏھين، پياسي جِن جي آھيان.٣- راڳ ڪوھياري پچن-١٢- مالڪ سڀ جي من ۾ آھي، جڳ جو پالنھارو، پريتم پيارو -ٽيڪ- جنھنجي طاقت سان جيوُ جڳ ۾، ڪرم ڪري تو سارو.١- جاڳرت سُپن سُشوپت جو سو، ساڪي سِرجڻھارو.٢- نانھن چوان ڪيئن ھرھنڌ آھي، چيتن جو چمڪارو.٣- کھي ٽيئون سو سَروَ وياپڪ، آھي نپ جيئن نيارو.٤- راڳ ڪوھياري پچن-١٣- ستگر جي مؤرت ۾، گم ٿيندين تؤن، سک لھندين تؤن -ٽيڪ- صدق صبوُري سادگي، من رکندين تؤن، سک لھندين تؤن.١- ڦُرنن جي قند ڪان ڇُٽي، مري جيئندين تؤن، سک لھندين تؤن.٢- وحدت واري وِرؤنھ جو، پيالو پيئندين تؤن، سک لھندين تؤن.٣- بيخود واري ٻحر ۾، ٽُٻي ڏيندين تؤن، سک لھندين تؤن.٤- کھي ٽيئون پتڪڻ ڇڏي، گھر ايندين تؤن، سک لھندين تؤن.٥- راڳ ڪوھياري پچن-١٤- پڳت وَچل پڳتن جي، گھر ايندو آ، نہ ڇڏيندو آ -ٽيڪ- پريم ڏسي پريمين جو، پيالو پيئندو آ، نہ ڇڏيندو آ.١- ھرھنڌ ھرِ ھرداس ڪي، سڌ ڏيندو آ، نہ ڇڏيندو آ.٢- دک سک ۾ داسن سان، سنگ ٿيندو آ، نہ ڇڏيندو آ.٣- کھي ٽيئون نيھِن ڪي، نال نيندو آ، نہ ڇڏيندو آ.٤- راڳ ڪوھياري پچن-١٥- من ماري ھل، ھٺ ھاري ھل، پريؤءَ جي تؤن پار ڏي -ٽيڪ-

نيوون در داتار جو، کنڌ ڍاري هل.١- مالڪ بيپرواهہ ٿئي، ڀؤ ڏاري هل.٢- مُڙدن جي تہ مکان ۾، سَت ساري هل.٣- کهي ٽيئون کت کنب ڀي، جيءُ ڏاري هل.۴- راڳ کوهياري پچن-١٦- ڏنم گهٽوئي جاچي ڪوُڙو سنسار آ. مطلب جو ساٿي هرڪو مطلب جو پيار آ -ٽيڪ- سک ويلي سڀ کو چاهي چوي پنهنجو پنهنجو ٿو. اؤکيءَ ۾ ساٿي ڪوئي ٿئي ڪونہ کنهنجو ٿو. سوارٿ جو سارو ڄاڻج کٽنب پريوار آ.١-بِنا مطلب جي جڳ ۾ مِتر بڻي نا ڪوئي. بِنا مطلب جي ڪڏهين کنهنکي وڻي نا ڪوئي. غرض سندو ڄاڻج پيارا سڄو وهنوار آ.٢- بِنا مطلب جي هِڪ ئي پرميشور آهي سنگي. کهي ٽيئون ننگ پالينڌڙ سو آهي ننگي. وٺي شرن جوئي تنهنجي سوئي سمجهدار آ.٣- راڳ کوهياري پچن-١٧- ڪر نہ مسافر ايڏو ماڻو، هِتڙي کنهنجو نا ٿِر ٺاڻو. -ٽيڪ- راوڻ زبرو جوڌو هُيَڙو، ڪال جنهين وَس پنهنجي ڪيَڙو. سو بہ ڪري ويو نيٺ لاڏاڻو.١- عمر هُئي جِن ڪلپ هزارا، مايا جا پِڻ پريل ڀنڊارا. سي بہ هليا وِيا ڇڏي نڪاڻو.٢- گهڙي پلک جو هي جڳ ميلو، آخر سيکو ويندو اڪيلو. رهي نہ ڪوئي راجا راڻو.٣- ڪال ٻلي کنهنکي نہ ڇڏي ٿو، ٽيئون سڀ کي خاڪ گڏي ٿو. پوُرو ٿئي جڏهن پاڻي داڻو.۴- راڳ کوهياري پچن-١٨- ستگر جي اپديش سان، جيئري مرندين توُن، جڳ وٽندين توُن -ٽيڪ- مرڻ وارن جو ماڻُ ٿي، ڪُلهي چڙهندين توُن.١- سانگو ڇڏي سِر ساهہ جو، برهم بڻندين توُن.٢- لادعويٰ جي ديش ڏي، پير کڻندين توُن.٣- کهي ٽيئون سنسار کان، پار ترندين توُن.۴-

## -اوم ستنام ساکي- راڳ سورٺ پچن-١-

بِرهه ڪري برسات، پينر اڄ پلي آيو -ٽيڪ- پانچ تتوَ گڻ تين مِلائي، تنهن ۾ وينو پاڻ ڇپائي. چِت رکي چؤڏار، ٻُڌي گفتار، نيٽن نينهن ڏاڍو لايو.١- سُرندا سارنگيوُن تائوُس چؤتارا، چنگ اُپنگ مِردنگ ڊنبوُرا. سِرمنڊل ستار، سُٽي ڏُن تار، گهُمان هر گڻ ڳايو.٢- جوڳ جُڳت گت گُرمَت لائي، سُرت نِرت مَت موُن سمجهائي. ست شبد جو هار، سوهم نِرڌار، پِرينءَ منهنجي ڳل پايو.٣- کهي ٽيئون کر جوڙ ارداسا، ڪرپا ڪري گر ڪيا پرڪاسا. سدا بسنت بهار، چندن هٻڪار، سُڳنڌ منهنجي سِر لايو.٤- راڳ سورٺ پچن-٢- پسڻ چاهين جي پريوُءَ جو ڏار وئراڳ وئراڳي. ڇڏي سپ دوُر دنيا جا ماڻ توُن ماڳ وئراڳي -ٽيڪ- صفا انتشڪرڻ پنهنجو ڪري وٺ پُڇ ڪرمن سان. دئائيءَ جو سدا دل تان مِٽائڄ داڳ وئراڳي.١- ممت مد موهه ڄاريءَ ۾ ڦسائڄ پاڻ نا پنهنجو. جلد هِن ڄار کي ڏي توُن بِرهه جي آڳ وئراڳي.٢- وِشيه جي واسنا ۾ توُن ٻڌائِڄ پاڻ نا ڪڏهين. ڪٽي گر گيان جو کنجر ڪتي ڇڏ راڳ وئراڳي.٣- کهي ٽيئون ورهه واري پَهرِ پوشاڪ توُن تن تي. مِلي منتار سان پنهنجو پلو ڪر ياڳ وئراڳي.٤- راڳ سورٺ پچن-٣- ڏکن جي پوئتان سُکڙا، سِگها ايندءِ سِگها ايندءِ. ادا آرام جا ڏينهڙا، سِگها

ايندءِ سِگها ايندءِ -ٽيڪ- سمجهه توُن سوُر ساجن جا، سچي سک جو سنيهو آ. پرِيَن جي پار
جا خطڙا، سِگها ايندءِ سِگها ايندءِ.١- رکي دل ۾ ڪڏهن قطرو، ڪُسَڻ ويلي مٿان
ڪُرڪين. مٿان محبت سندا مينهڙا، سِگها ايندءِ سِگها ايندءِ.٢- ڏکن ۾ ڏَيُ ڏجانءِ
دل کي، ڏَرِي توُن ڏوُر نا پڇجانءِ. تتل ڏينهن نيٺ ٿي ٺڏڙا، سِگها ايندءِ سِگها ايندءِ.٣-
ڪهي ٽيئون سدا سِڪ ۾، سهج توُن سِر مٿان سختيوُن. هلي پاٺهين پرِين تڪڙا،
سِگها ايندءِ سِگها ايندءِ.٤- راڳ سورٺ پچن٣- اگر چاهين ٿيان گرمُک
مصيبت کان نه منهن موڙج. سکن جي ساٿ کي تياڳي ڏکن جي ڏيهه کي ڏورج -ٽيڪ-
جيئين ڪپڙو اوَل ڪَتجي، نهي پوءِ تو ٽئي سندر. تيئين هرِ پَسڻ لاءِ پهلي
جفا سان جيءَ کي جوڙج.١- مِٽي جيئين اوَل ڪُٽجي، بٽي پوءِ ٿي گهڙو
سندر. تيئين هر مِلڻ لاءِ پهلي ڪُلهن کان کنڌ کي کورِج.٢- ڪهي ٽيئون
مکت خاطر، سهِج تِتکشا هميشهه توُن. سچي سک ڌام کي پائي بنڌن سپ جڳت
جا توڙج.٣- راڳ سورٺ پچن-٥- سِگهو سنسار ساگر مان، ترڻ انسان کي
گهرجي. منش تن هرِ جپي سڦلو، ڪرڻ انسان کي گهرجي -ٽيڪ- دنيا جو دؤر
هي آخر، ڇڏي هرڪو هليو ويندو. ممت ۽ موهه ڪڍي هاٽي، ڇڏڻ انسان کي گهرجي.١-
تپي تاپن ڪليشن ۾، هِتان هليا وِيا ڪيئي. ڇڏي اهنڪار جيئري ئي، مرڻ
انسان کي گهرجي.٢- مليو مانش جنم سندر، ملڻ لاءِ خاص مالڪ جي.

ٽنهين منٺار موهن سان، ملڻ انسان کي گهرجي.٣- ڪهي ٽيئون ڪري ستگروُ وٽي اپديش آتم جو. سدا جيوَنمڪت بڻجي، هلڻ انسان کي گهرجي.٤- راڳ سورٺ پچن-٦- رهي راضي هري جنهنتي، ڪهڙي تنهن ڪاڻ لوڪن جي. چکيو جنهن سواد امرت جو، ڪهڙي تنهن ڪاڻ ڏوڪن جي -ٽيڪ- وِمانن ۾ چڙهي نِت جو ڪري ٽو سئر مُلڪن جو. هجي ڪهڙو ڏکيو رستو، ڪهڙي تنهن ڪاڻ جهوڪن جي.١- سدا هيرن جواهرن سان پريل پنڊار آ جنهنجو. پلا جنهن وٽ سچا موتي، ڪهڙي تنهن ڪاڻ ڦوڪن جي.٢- سچي دنيا سچائي ٽي سدا جنهن منش کي جڳ ۾. آهي مشهوُر جو هرهنڌ، ڪهڙي تنهن ڪاڻ هوڪن جي.٣- ڪهي ٽيئون لچا ٽوڙي نسنگ نِروار ٿيا جيڪي. نِندي توڙي جڳت سارو، ڪهڙي تنهن ڪاڻ ٽوڪن جي.٤- راڳ سورٺ پچن-٧- پوَن ٿا ياد سي سڀ ڪي، رکيو جِن پريم پڳوَت سان. امر تِن جو رهيو نالو، هليا جي نِت حليمَت سان -ٽيڪ- وِجائي پاڻ جِن پنهنجو ڪئي سيوا يتيمَن جي. مِٺا مالڪ ڪيا سيئي، رهيا جي جڳ ۾ مروَت سان.١- ڏسي ڏک ڪين ڪي ڏريا ڪُسڻ ويلي نه جي ڪُرڪيا. روئي ٽي خلق نِت تِن لاءِ، ڏِنا جِن شِر شهادت سان.٢- سچائي سادگي سندر رکي جِن پاڻ وٽ پوُري. وڏيا سڀ کي جڳت ۾ سي، هليا جي جڳ ڪِنايت سان.٣- سچي سِک پريت ۽ شرڌا رکي جِن گروُءَ ۾ پوُري. ڪهي ٽيئون اهي ڏن ڏن، رهيا جي جڳ صداقت سان.٤- راڳ سورٺ پچن-٨- چِڏي سک شوُنق سنساري، هريءَ

کي ياد کر بندا. ڀري ڀيءُ پريم جو پيالو، مُٺل دِل شاد کر بندا -ٽيڪ- وِشيہ جي پريت هي ڀائي، سدا توُن ڄاڻ دکدائي. ڏِسي ڀُل نا سُندرتائي، اندر آزاد کر بندا.١- ڇڏي بانوَر کتنب ڌن جو، غَريب جوبن سُندر تن جو. وچي کر سنگ سنتن جو، جيوَن آباد کر بندا.٢- کري ستگر سندي سيوا، مِنا ماڻهه مکتِ ميوا. پَسي آتم امر ديوا، سچو اهِلاد کر بندا.٣- کهي ٽيئون ٿمر ٺاهي، حلهه کرتار ڏي کاهي. آخر رهڻو هتي ناهي، اِهو اعتقاد کر بندا.٤- راڳ سورٺ ڀڄن-٩- کري ستسنگ سنتن جو، جنم پنهنجو سڌاري وٺ -ٽيڪ- سنتن جو سنگ پارس کان، آتم ويدن لکيو آهي. سدا تِن جي رهي سنگ پر، اندر پنهنجو اُجاري وٺ.١- سنتن جو سنگ سُرترُ جيئن، کري پوُرڻ سيئي آشوُن. رهي تِن جي توُن ڇايا پر، تتل دل جانِ ٺاري وٺ.٢- سنتن جو سنگ اؤشڌ آ، اوِديا روڳ جي جڳ پر. دوا سا پريم سان پي توُن، سيئي دک درد ٽاري وٺ.٣- کهي ٽيئون مکت پد جي، ڪُنجي ستسنگ کي ڄاڻهه. وٺي اپديش سنتن کان، ڀرم ڀولا نِواري وٺ.٤- راڳ سورٺ ڀڄن-١٠- هِندي وِديا وڏائي ٽي، منش جو مانُ ڀارت پر -ٽيڪ- هِندي وِديا سيکاري ٽي کرم ۽ ڌرم جي نيتِي. هندي وديا سدا ڏي ٽي، سچو گڻ گيان ڀارت پر.١- هِندي وديا پڙهو چِت سان سدا ٻوليو هِندي ٻولي. هِندي وديا ٻڌائي ٽي، سچو ودوان ڀارت پر.٢- اصل کان آهِ ڀارت جي سنسکرت ۽ هِندي وديا. هِندي وديا اپائي ٽي، سچو

ڳٽوان ڀارت ۾.٣- ڪهي ٽيئون هندي وديا سکو سک شانُ جي چاهيو. هندي
وديا سين جو لي، ڪري ڪليان ڀارت ۾.٤-

-اوم ستنام ساڪي- راڳ ڪنيات پڇن-١-

سچي داتا جي دربار، ساڌوُ صاف سڏائن ٿا -ٽيڪ- ساڌ سڏاوڻ سوُلي پاوڻ،
جيئري پنهنجو جسم جلاوڻ. پڙهيو وڏا ويچار، بازي جڳ کي پائن ٿا.١-
حنا ڪنجر سر پر واهن، رڱن جو ٿا رَت سُڪائن. سوُر ڪنيو سردار، جوين
پاڻ جلائن ٿا.٢- پاڻ تري ٿا ٻين کي تارِن، پنهنجو جاٽي ڪين وِسارن.
سڏجن سي ڏاتار، بي رنگ برهم ٻتائن ٿا.٣- ڪهي ٽيئون سي ڪاپڙي ڪاهن، پل پل
پنهنجو پاڻ پڇائن. تن ۾ لائي تار، انيئه جوت جڳائن ٿا.٤- راڳ ڪنيات
پڇن-٢- سانگي مِلندم شال، نيٽين مان روز نِهاريان.ٽيڪ- سانگين جي مان سڳڙي
آهيان، ٻئي ڪنهنجي مان اصلي ناهيان. سُڄ ۾ جي رکپال، ڪڏهن سي ڪين وِساريان.١-
سانگين کي تو ساهه سنڀاري، پريم پيالو وِيَڙا پيئاري . هيٺا ٿِيَڙا حال
روئي رات گذاريان.٢- سانگين لاءِ مان سيج وِڇائي، ملندا مُونکي جيئري جائي.
آسڻ تِن جا اُجال، ٻانهي ٿي نہ ٻُهاريان.٣- ڪهي ٽيئون نينهن لاتم اڳهي، ڪونہ
ڏسان ٿي جهڙن جڳ ۾. آهن سي نہ اڪال، جڙيو دل کي جيئاريان.٤-

راڳ ڪنيات پچن-۳- سا سهڻي سياڻي، ڪيو جنهن سنگ تہ سچاڻي -ٽيڪ- ساڌ
جنهنکي سُرکي ڏيتي، لوڪ ڪنوُن تنهن لِڪ چِپ پيتي. ساڌ ڪنوُن وَلِ سوگهي ڪيتي،
نينهن ڪئي نماڻي.١- گهڙو ڪٽي جا گهڙي هميشهہ، ترهو تنبو هو نا تنهنسان. مِلندي
هُئي هرروز ميهر سان، پار تري پاڻي.٢- دوزخ بهشت دي آش نہ ڪرندي، ڳِلا
غيبت ير نا ڏرندي. دم تي قدم هردم ڌرندي، عرش تي اڏاڻي.٣- ڪهي ٽيئون ڌن
سهڻي سائي، ميهر سان جنهن نِرت مِلائي. ساڌ ۾ جنهن سُرت سمائي، مؤج تنهين
ماڻي.۴- راڳ ڪنيات پچن-۴- ڪري ستگر رکي شرڌا، سچو سؤدو ونڄ گهرجي.
ڏئي تن من سندي ڏڪڻا، وِکارن ڪان هٽڻ گهرجي -ٽيڪ- شبد صابڻ ڪٽي سنگ ۾،
ٻُڏي ڪپڙو ڌوئي گنگ ۾. رنگي تنهنکي بِرهہ رنگ ۾، گڻن جو چِت چِتڻ گهرجي.١-
لڏي لعلن يري متڪي، ٿُلي ڪڙميءَ جيئن سِڙڪي. وِچائي نہ سواس ٽيئن پِتڪي،
سَمي هِن ۾ ڪتڻ گهرجي.٢- اتي شيِ ڪرم جو ڦل سک، مِلي ڪيِ ڪرم جو ڦل دک.
آهي ويدن سندو هيءُ رُخ، سُياڻن کي مَتڻ گهرجي.٣- ڪهي ٽيئون سمجهہ پياري، وٽِ ڄ
وٽ نام جو ساري. ڪنجر گرگيان جو ڏاري، ٻنڌن جڳ جو ڪٽڻ گهرجي.۴- راڳ
ڪنيات پچن-۵- گروءَ جو شبد سدا دم سان اچاريندين امر ٿيندين. رکي گر مؤرت
۾ نرتي نِهاريندين امر ٿيندين -ٽيڪ- مِلائي شبد سان سُرتي، ڪري ايياس سواسن
سان. سيئي ڦرنا جڳت جا توُن نِواريندين امر ٿيندين.١- شبد جو ارٿ ويچاري،

پسِج توُن پاڻ کي پيارا. اندر ۾ ڏيان آتم جو وِچاريندين امر ٿيندين.٢- ڪهي ٿيئون ڪني ٻنڌن، جڳت ڪان توُن رهي نيارو. برهم جي گيان سان دل کي اُجاريندين امر ٿيندين.٣- راڳ ڪنيات پچن-٦- پوُرو گر پريما پڪتيءَ جو، پري پيالو پيئاري ٿو. ڏئي نِج گيان آتم جو، پرم سنسا سنگهاري ٿو -ٽيڪ- جيئين ڏوبي لتا ڌوئي، ڪرم شپ پاپ کي ڪوئي. ڪري پارس ڪُندن لوهي، تيئين ستگر سينگاري ٿو.١- جيئين ماتا ٻچو پاري، ڪيئين کي پرنگ تو ڌاري. جواهري پرک ڏيڪاري، ارت تيئن گروُ سيڪاري ٿو.٢- دوا جيئن درد کي لاهي پوَن ٿو ميگهه کي ڊاهي. گروُ تيئن گيان سمجهائي، ڪنڌو جم جو نِواري ٿو.٣- سچي گر جي سُندر چالي، ڏئي گڻ گيان جي مالي. ڪهي ٿيئون ڪني جالي، مَئل دل کي جيئاري ٿو.٢- راڳ ڪنيات پچن-٧- عجب آ رام جي ليلا ڏسو ڇا ڇا بڻائي ٿو. بندي جي خيال ۾ هِڪڙي پريوُ پِڙ ٻي پَسائي ٿو -ٽيڪ- ٻَليءَ راجا ائين چاهيو،وٺان مان راڄ ديوَن جو. ٿيو پاتال جو راجا ڪرم الٽا ڪرائي ٿو.١- هُئي من آش دشرت جي، تخت مان رام کي ڏيندس. مليو بنواس رگهوَر کي رنگ الٽا رچائي ٿو.٢- اِڇا ڪئي ڪوُرَوَن من ۾، ڪنداسين راڄ پارت جو. سڄو ڪل ناس ٿيو تِن جو نوان ناٽڪ نچائي ٿو.٢- ڪهي ٿيئون بڻي سائي، وٺي پڳوان کي جا تي. سُکي سو ٿئي جڳت ۾ جو بڻيءَ سان منُ مِلائي ٿو.٢- راڳ ڪنيات پچن-٨- ڏِسي سِک پريم پريمين کي گروُ درشن ڏيڪاري ٿو. ديا جو هٿ رکي سِر تي سُمت ڏيئي سُڌاري ٿو -ٽيڪ- رکي وشواس جي پورڻ پَوَن تا شرن

ستگر جي. تِنين جي درد دکڙن کي گروُ پل ۾ نِواري تو.١- سدا تن من وچن ڏن

سان ڇڏي هٺ سيوَ ڪن جيئي. تِنين کي پريم جو پيالو پيري ستگر پيئاري تو.٢- وني اپديش

ستگر ڪان جپن جي نام گوبند جو. تِنين جو من ڪري نرمل گروُ پوَسنڌ تاري تو.٣-

ڪهي ٽيئون ڪٽي بنڌن ٽِيَن نِج گيان ۾ گم جي. ڪري جيوَن مڪت تِنکي سچو

ستگر سُڌاري تو.٤- راڳ ڪنيات پچن-٩- بنا گر گيان جي مڪتي ٿيڻ آهي

ڪنن پيارا. بنا سوُرج جيئين اوُندھ مِٽڻ آهي ڪنن پيارا -ٽيڪ- جيئين جڳ ۾

بنا بيڙي وچڻ هُن پار آ اؤکو. تيئين گر گيان بِن پوَجل ترڻ آهي ڪنن

پيارا.١- جيئن استاد بِن جڳ ۾ هنر کو نا سِکي سگهندو. تيئين گر بِن برهم

وديا پڙهڻ آهي ڪنن پيارا.٢- بنا گر گيان پائڻ جي ٿيو اپمان نارد جو.

بنا گر گيان چؤراسي ڪٽڻ آهي ڪنن پيارا.٣- ڪهي ٽيئون منش ديهي مِلي هر

جي ملڻ خاطر. بنا گر گيان تنهن هرَ سان ملڻ آهي ڪنن پيارا.٤- راڳ

ڪنيات پچن-١٠- بٽي بيمُک گِلا گُر جي اُچاريندين تہ ڏک ڏسندين -ٽيک- رهي

گروُديوَ جي سنگ ۾ پِرائي گيان گڻ پکتي. ڪَيَل اُپکار ستگر جو وِساريندين تہ ڏک

ڏسندين.١- ڪري سيوا سدا گر جي وني منتر اوَل شِشيہ ٿي. وري ششيَپڻ سندو ناتو

نِواريندين تہ ڏک ڏسندين.٢- گروءَ جي پيار درشٽيءَ سان جڳت ۾ مانُ يَش پائي. گهمنڊ سان

تنهن گُر ۾ اوَگڻ نِهاريندين تہ ڏک ڏسندين.٣- ڪهي ٽيئون رهي هردم نِمَک گرديوَ

جو ڪائي. تنهين لاءِ وير دل اندر وِهاريندين تہ ڏک ڏسندين.۴- راڳ ڪنيات پچن-١١-
بٽي گرمُک گروءَ سان گڏ گذاريندين سُکي ٿيندين. ونئي ست شبد ستگر
کان اچاريندين سُکي ٿيندين -ٽيڪ- گروءَ جو شبد من ڌاري، چَپَل چِت کي ڪري
نِهچل. سين ۾ روُپ ستگر جو نِهاريندين سُکي ٿيندين.١- ڇڏي غفلت اٿي
جاڳي، جپي ڀڳوان جو نالو. مُئل دل نام سُمرن سان جيئاريندين سُکي
ٿيندين.٢- ٿيئي پڙدا هٽائي ڇڏ، ڪرم نِج گيان يڪتيءَ سان. ڌري ديويِ گٽن
کي دل اجاريندين سُکي ٿيندين.٣- کهي ٽيئون لکي آتم، برهم ۾ ٿي سدا اِستِٿ.
پرم پولا سيئي پرانتيوُن ، نِوارِيندين سُکي ٿيندين.۴- راڳ ڪنيات پچن-١٢-
هري پئدا ڪري جڳتر سين کي سو نِپائي ٿو. جِتي داٽو لکيل جنهنجو
تِتي تنهنکي ڇُڳائي ٿو -ٽيڪ- پريوُ پالي سين کي ٿو، نکي انسان ئي پالي. ڪري
اهنڪار جو نر سو جنم پنهنجو وِڃائي ٿو.١- لڳل آ مُهر داٽن تي، چَوَن
ٿا سنت گرنٿن ۾. جنهينجو نانءُ جنهنتي آ تنهينکي سو تہ ڪائي ٿو.٢- جنم سان جيوَ
جي روزي، بٽائي رام آ جڳ ۾. ڏئي جِت ڪِٿ سدائين سو نِمت بئي جو بٽائي ٿي.٣-
کهي ٽيئون ڇڏي چنتا، پچن تنهن رام جو ڪر توُن. وِشوَمير نام آ جنهنجو
وِشوَ کي سو رَسائي ٿو.۴- راڳ ڪنيات پچن-١٣- نِندڪ نادان منمُک
سان ڪڏهن سنگ نا ڪرڻ گهرجي. ملي جنهن سنگ مان دوکو سدا تنهن پر ڏرڻ گهرجي.

-ٽيڪ- جنهين ڪم ۾ هجي ٽوٽو، پيو جنهن ڪير وِڪ ڦوٽو. منش دل جو هجي
کوٽو، ترت تنهنکي ڇڏڻ گهرجي.١- هنس دک ڪانوَ سنگ پايو، بندر جيئن نِرپ کي گهايو.
تيئن سنگ مؤنڊ جو پانيو، گڏ نہ تنهنسان رهڻ گهرجي.٢- جيئن ڪوئلو ڪري ڪارو،
جوُئا سان ڏن وڃي سارو. تيئن دک مؤنڊ ڏي پارو، منهن نہ تنهنجو ڏسڻ گهرجي.٣- کهي ٽيئون
ٽڳا ٽوڙي، بنڌن سنسار جا ڇوڙي. ڪسنگ ڪان من کي موڙي، ساڌن جي سنگ ترڻ
گهرجي.٤- راڳ ڪنيات پچن-١٤- جپ رام نام توُن جاڳي. ڪري سُمرن ٽي
وڏياڳي -ٽيڪ- ڪايا مايا جوُني جاٽي، پريوُءَ کي ڪر هردم ساٽي. ڏِسجانءِ
پنهنجو پاڻ سچاٽي، آهين صوُرت ساڳي.١- ڪٽنب قبيلو ساٽي ناهي مطلب جو
پريوار. اِچ وچ جو هي جڳت پسارو ڪوُڙو ٽٺي وهنوار. ڪر هاٽي توُن تہ سجاڳي.٢-
کهتا ٽيئون بنڌن ٽوڙي، مايا ڪان منهن پنهنجو موڙي. پريت پَڪي پريوُءَ سان جوڙي،
تِي پوُرو وئراڳي.٣- راڳ ڪنيات پچن-١٥- پاءِ پاڻ ۾ پريتم جهاتي. ڪر
ظاهر پنهنجي ذاتي. ماڻ مؤج سچي ڏينهن راتي -ٽيڪ- انترمُک ابياس ڪري توُن،
پائِج من ۾ شانتي. ٻاهرمُکتا ۾ سپ دک ٽي، مِتي نہ پيد پرانتي.١- پاڻ
۾ پاڻ وِڃائي پل پل، پريتم جي پڙهہ پاتي. ذات صِفات جو پيد مِٽائي، انتر
رهُہ ايڪانتي.٢- کهي ٽيئون هيءَ سنتن سکيا، سَروَ سکن جي داتي. اصلي پنهنجو
روُپ سچاٽي، پائج قائم ڪرانتي.٣-

## -اوم ستنام ساکي - راڳ مالڪنسو ڀڄن-١-

ساھڙ ڏسي جا سرتي، موُن وانگر نيڻ نِھاري. سا ڪڏھين ڪين وِساري، پَسي دم دم ۾ ديدار -ٽيڪ- آنئي پِھرِ اندر جا، محبت مچ مچائي. سا پل پل پاڻ پچائي، ۽ لاڳاپا سڀ لاھي. وني عشق سندو آذار.١- راتيوُن ڪري ڪشالو، تنھن ڳھڙندي ڳھت نہ نِھاريو. سڀ ڪڙڪا ڪُنن وِساريو، ھلي نينھن جو ھٽي تہ نعارو. چاڙھي بيھد بِرھہ بھار.٢- ٿيئون نينھن ٿبيءَ سان، ميھر سُرت مِلائي. در درياھہ پاڻ پُسائي، سِڪ ساھڙ ساڻ سنيائي. ٿي ميھر مٺان بلھار.٣- راڳ مالڪنسو ڀڄن-٢- آيس اجھي مان تنھنجي، ڏسي ڀوَساگر ھي ياري. توُن پريوُ پار اڪارين، پئي شرن اوھانجي شام -ٽيڪ- پايو پاند ڳِچيءَ ۾، ڪريان ٿي نيزاري. ڪر ڏار ڏِکي نا ڏاري، توُن صاحب موُن تہ سُڏارين. لڳي آھيان تنھنجي لام.١- آھوُن ھِن تہ اڏين جوُن، سُڻ صاحب سُڪاري. گڏ گوليءَ ساڻ گذارين، ھِن مُئل ڪي تہ جيئارين. ڏئي پريم سندو ڪو جام.٢- ڪوني ھِن تہ ڪُنل ڪي، دلبر ڏي دلداري. مان آھيان اميدن واري، ڏسان صوُرت تنھنجي ساري. نِت جپيان تنھنجو نام.٣- ٿيئون لوڪ ٿِنھين ۾، سنتن پئِچ سنواري. ڪر منھنجي ڀي رکواري، توُن امرت نام پيارين. جو پايان سک آرام.٤- راڳ مالڪنسو ڀڄن-٣- سڀ جوُڙن ۾ جوُڙي انسان جي. مِلي

جڏهن ٿئي ڪرپا ڀڳوان جي -ٽيڪ- ٻين جوُٽين ۾ اگيان، آهي ڪوئي نہ گيان، اِنسان
ئي گيان جو ڌام آ. ٻين جوُٽين ۾ دک، آهي ڪوئي ڪونہ سُک، انسان ڪي سڀ آرام
آ. هي پريوُءَ جو روُپ، تي ساڪيات سُوَروُپ ، ڪلا هِن ۾ آ ساري جهان جي.١- سڀ
جوُٽين سردار، آهي مانش اوتار، ٿا ديوَ چاهن جنهن چاهہ سان. مهما ويد
سُٽائن، رشي مُني ٿا ڳائن، ڏس پيارا پڙهي اُتساهہ سان. منش چولو آ رتن،
ڪري قدر ڪوئي جنُ، آشا جنهنڪي آ نِڄ ڪليان جي.٢- هِن ديهيءَ جو قل، جپي
نام ٿي نشچل، ڪم چڏي ٻيا سڀ سنسار جا. جو وِشيہ ۾ وڃائي، دک انت ۾
سو پائي، هي وچن ٿي رام اوتار جا. هر ڀڄن جو ڪري، ڪهي ٽيئون سو تري، مؤج
ماڻي سو پد نربان جي.٣- راڳ مالڪنسو ڀڄن-٤- بندا هردم ڪر اُپڪار
توُن. سڀ جيوَن سان ڪر پيار توُن -ٽيڪ- جنهنجي دل ۾ ديا، آهي من ۾ ميا، سو
منش ديوُ سنسار ۾. تنهن راضي ڀڳوان، جو آهي دياوان، چِت جنهنجو پر اُپڪار
۾. جو ڪري ٿو ڀلائي، سک لهي سو سدائين، ڏس من ۾ ڪري ويچار توُن.١- پرَهِت
جهڙو ڌرم، ناهي ڪوئي شيِ ڪرم، هي ويد پُرانن ڳايو آ. جنهنجي من ۾ پرَهِت،
تنهنجو نرمل آ چِت، تنهن دُرلڀ پدارٿ پايو آ. ڪري سيِن جو ڀلو، ڪر توُن تن
سڦلو، پاءِ پوُرن پد نِرڌار توُن.٢- سائين سڀ ۾ نِهار، مِٺا وچن اُچار، ءِ
سيني جو ستڪار ڪر. ڪنهنڪي گهٽ نہ توُن ڄاڻ، رکي پريم سڀ ساڻ، تن من ڌن

سان اپکار کر. دک سک ۾ تي ياَئي، کهي ٽيئون سهائي، وچ دينن مٿان ٻلهار توُن.٣-
راڳ مالکنسو پچن-٥- جوت جڳاءِ جوت جڳاءِ. هِردي ۾ گيان جي جوت
جڳاءِ -ٽيک- جنم جنم اوِديا انڌياري، دکي کيو توکي آ پياري. هاٽي لڳي
ستگر جي لاري، گيان وني اگيان نساءِ.١- رشين مُنِين هيءَ جوت جڳائي، وِرت
وويک وگيان لڳائي. من جي پيد پرانت مِٽائي، توُن يي پيد پرانت مِٽاءِ.٢- گيان
بِنا نا ٽئي روشنائي، موهه سندي نا مِٽي اوُنداهي. سنتن ويدن ساک سُٽائي،وَتِ
وويک جي جيءَ ۾ جلاءِ.٣- گيان بِنا نا مکتي ٿيندي، جوُڻ جنم ۾ هر هر ايندين.
پاپ پٽيه جا حساب ڏيندين، کهي ٽيئون هيءَ ٻالهه هنڊاءِ.٤-

## -اوم ستنام ساکي- راڳ سارنگ پچن-١-

بادل کري بهار ، وَس هر ويلي -ٽيک- جيوَ جَنت سڀ پکي پُکارن، سِپوُن سمنڊ جوُن
نِت تہ نِهارن، تاڙا کرن تَنوار.١- گايوُن مينهوُن گاهه گهرن تيوُن، کَت ڏولائو
ڏکيو پَرنِ تيوُن، ڏُکر کَٽ ڏاتار.٢- پرٿوي مور رهن تا پياسي، آڙيوُن آنبر
لاءِ آهن اُداسي، پل پل کرن پُکار.٣- کهي ٽيئون کر جوڙ ارداسا، پوُرڻ
کر توُن سڀ جي آسا، جڳ جو کر جئکار.٤- راڳ سارنگ پچن-٢- بادل کر
آباد، وَسي هِن ويلي -ٽيک- ٻاجهه کري ٻاجهارا وَس توُن، وَسي وِشوَ ۾ کَٽ کو جسُ توُن، ڏي

توُن نِپر آڳاڌ.١- سُندر مهنو ساوڻ آيو، سيگهه وَسڻ جو ڪر توُن سعايو، سڀ جي دِل ڪر شاد.٢- تنهنجي وَسندي ملڪ وَسن ٿا، وڻ ٽِڻ بوُٽا خوُب کِڙن ٿا، داتا ڪر اِمداد.٣- ڪهي ٿيئون هي عرض اگهائِج، ڏُکر ڪَٽي توُن سُکر بڻائِج، ڪر مصيبت ماد.٤- راڳ سارنگ پڇن-٣- پريوُ دين ديال، سُمت ڏي موُنکي -ٽيڪ- جنهن سُمت لاءِ ديوَ اُپاسي، گياني ڌياني پِتر پياسي، سا گوبند گوپال.١- جنهن مَت سان ٿيا ساڌوُ سوُرا، منش سچا ٿيا پنڊت پوُرا، اهڙي پرش اڪال.٢- سنت گروُ هر ويدن اندر، پوُرڻ شرڌا رهي نِرنتر، حڪم مڃان هرحال.٣- ڪڏهين ڪنهنجي دل نه دکايان، سيکي شانتي سک پهچايان، خام اٿن نا خيال.٤- ڪهي ٿيئون ٿئي سچ ۾ واسو، ڪوُڙ ڪپٽ کان ڪريان پاسو، پوُرو ڪر هي سوال.٥- راڳ سارنگ پڇن-٤- ساڌن جو ستسنگ، سچڻ ڪر سِڪ سان -ٽيڪ- ڪرم جڳت ۾ آهن جيئي، ستسنگ جي سم نانهِن سيئي، پرم ڪري سڀ پنگ.١- ڪرم ڏِين ڦل وقت پُڄاڻا، ستسنگ ڏي ڦل ترت سياڻا، ڪري ڪيت مان پرنگ.٢- ڪرم ڪرڻ ۾ آ ڪننائي، ستسنگ سؤلو آ سکدائي، چاڙهي آتم رنگ.٣- ستسنگ جي هِڪ گهڙي املهه آ، ڪهي ٿيئون نا تنهنجو ملهه آ، ميٽي مستڪ انگ.٤- راڳ سارنگ پڇن-٥- بادل سنت سُڄان، وچن ڪن ورکا -ٽيڪ- بادل ٿا نِت گهمن گگن ۾، ساڌوُ وِچرَن ست چيتن ۾، گرجن گيان وِگيان.١- ڪڏهن ڪڏهن

ڦا بادل برسن، سنت ديالوُ هردم ورسن، دل ڳُهريا ڏين دان.٢- بادل برسن نرمل پاڻي، سنت سُٺائن امرت واڻي، ڪل جا ڪن ڪليان.٢- بادل ساڌوُ پراُپڪاري، ڪهي ٽيئون تن تان بلهاري، ڪرپا جا تہ نِڌان.٣- راڳ سارنگ پڄن-٦- ڪنجي گر ڪرپال، ڏني تن ڪوٺ جي -ٽيڪ- ستگر مؤنکي ڇيو وِهاري، هيءَ ڪنجي توُن رکهہ سنڀاري، سواسن ۾ سڀ ڪال.١- ڪوٺ اندر ٿي ڪوٺي ڇوٽي، تنهن ۾ ملڪيت آهي موٽي، هيرا موتي لعل.٢- ڪنجي ڪٺي توُن تالو لاهہ، لعل امولڪ ڪي توُن پائهہ، سدا رهہ خوشحال.٣- ڪهي ٽيئون مؤن ڪولي تالو، پاتو آتم لعل اُجالو، ڇُٽا جَم جنجال.٢- راڳ سارنگ پڄن-٧- پريم سندو پرساد ڏنو گر پرچي -ٽيڪ- پريم جهڙو پرساد نہ ڪوئي، پاڳ پريو ڪو پائي سوئي، جَم ڪان ٿئي آزاد.١- پرم پويتر پريم پرسادي، امرت ڪان وَڌ آهي سوادي، بک ڪري برباد.٢- جپ تپ پوُڄا ساڌن جيئي، پريم سمان نہ چاڻهہ سيئي، مهما پريم اگاڌ.٣- پريم جِتي اتِ سهج سماڌي، پريم بنا ڪل چاڻ اُپاڌي، دوُر ڪري پرماد.٢- ڪهي ٽيئون ڌن ستگر منهنجو، پريم ڏئي جنهن ڪيڙو پنهنجو، انئي پهر اهلاد.٥- راڳ سارنگ پڄن-٨- سنتن سنگ ۾ گهار، پلو جي چاهين -ٽيڪ- سنت سچن ڪي صراف جاڻي، وچن امولڪ لعل پڇاڻي، دل دبليءَ ۾ ڌار.١- قوُل برابر سنت سُجانا، وچن تِن جا سگند سمانا، ٻنور بٽي ڪڻ سار.٢- سنت سِپيءَ سر جڳ ۾

آهن، موتين جهڙا وچن سُٺائن، تن من تِن تان وار۔۳- سنت وچن بڙ
بيهج برابر، بيهج چندرما جي هِن سَمسَر، تيئون سي نه وِسار۔۴-راڳ سارنگ پچن-۹-
پريمي تون ڏور ڏور،نينهن نِيائِج توڙ، پريم تئي اٽانگو -ٽيڪ- لوڪن
جا لاڳاپا سيئي لاهوتي چڏ لاهي. سختيون سُور سهي سڀ سِر تي هل تون اڳتي
ڪاهي. جڳ ڪان منهن موڙ موڙ، هر سان جيءُ جوڙ جوڙ، پائي ڳلا گهانگهو۔۱- حال
پريم جو پُڇ تون تِن ڪان جِن آ نينهن لڳايو. رُئندي رُئندي رات گذارن مونن
۾ منهن پايو. تون يي ڪنڌ ڪور ڪور، ستگر تان گهور گهور، چڏي جيئڻ سانگو۔۲-
من گهوڙي کي لغام سنجم چهبڪ شبد چڪائي. محبت جي مئدان ۾ هل تون وويڪ ساڻ
ورائي. ڏاڍي ٻڌ ڏور ڏور، ڏيري ڏيري تور تور، سفر تئي سٽانگو۔۳- ڪهي تيئون
جي پريمي آهين دم تي قدم وڌائج. پل پل پاڻ ۾ جهاتي پائي سُرتي شبد مِلائج.
چيتن تي چورِ چور، سواسن سان سور سور، لنگهي پَئه لانگهو۔۴- راڳ سارنگ پچن۱۰-
اٿي من جاڳ جاڳ، کُليو تئي ڀاڳ ڀاڳ، رام کي سنڀار تون -ٽيڪ- چوراسي لک
جوٽين ۾ تو ننڊ ۾ وقت گذاريو. مانش چولو پائي يي تو مُورک نانهِن وِچاريو.
هاڻي جپ رام رام، ڪري شپ ڪام ڪام، جنم سڌار تون۔۱- اوِديا نِنڊ مان جيڪي
جاڳن رهي خوديءَ ڪان خالي. شواس شواس ۾ سُمري صاحب ماڻن مؤج نِرالي.
رهي تِن پاس پاس، ڪارج ڪر راس راس، پرم نِوار تون۔۲- اوِديا نِنڊ

مان جاڳن جيئي آهن سي وڏڀاڳي. پرميشور کي پائن سيئي رهي جڳت کان تياڳي. توُن ڀي
کر سار سار، آتي اِها وار وار، ڏيان من ڏار توُن.٣- کهي نيئون جي جاڳڻ چاهين شرن
گروُءَ جي وڃ توُن. شرڌا ۽ وشواس رکي من آگيا تنهنجي مڃ توُن. جپي گر نام نام، پاءِ
سک ڌام ڌام، دکڙا ٽار توُن.٤- راڳ سارنگ پڇن-١١- ستگر شاهه شاهه، بي پرواهه واهه،
مُونک نه وِسار توُن -ٽيک- دين دکي مان در تنهنجي جو آهيان هردم گولو. دين ديالوُ
داتا منهنجو ميٺِڙ پرمن پولو. هيٺن همراهه راهه، بيواهن واهه، نظر
سان نِهار توُن.١- گوبند موُن ۾ گڻ نا کوئي آهيان اصل اِياڻو. سَروَ وِياپک ساکي
سمرٿ توُن آهِن ستگر سياڻو، پنهنجي ڏي پناهه ناهه، منهنجي سُڻ آهه آهه، تار منجهان
تار توُن.٢- کهي نيئون مان جهڙو تهڙو ٻالک آهيان تنهنجو. مهر پريوئي مالک
آهين مات پتا توُن منهنجو. اڇي دک لاهه لاهه، ٻُجهاءِ جڳ باهه باهه، نار ڏيئي نار
توُن.٣- راڳ سارنگ پڇن.١٢- آيا سنت سُڄان، پلا اڄ ڀاڳ ٽيا -ٽيک- سنتن
آئي آنند ٽِيَڙا، درد دلين جا مِٽجي وِيَڙا، نينهن جا وڳا نِشان.١- گهڙيءَ
گهڙيءَ ٽي جِن کي سارِيم، اڇڻ جوُن ٽي راهوُن نِهاريم، مليا سي مهروان.٢-
پيُتيءَ وارو پيش ڏِنائوُن، پنهنجي منڊل ساڻ گڏيائوُن، کيَڙا کل کليان.٣- کرمن
جي کل کاڻ کٽيائوُن، پيد پرم جي پاڙ پٽيائوُن، رهيو نه غير گمان .٤- کهي نيئون
تِن تان سِر گهوريان، مرڻ گهڙيءَ تائين منهن نا موڙيان، ڏريان تِنين جو ڏيان.٥-

## -اوم ستنام ساڪي- راڳ ڪامول پچن-١-

آهن تنهنجي آسري جي، موتي تِن کي مِلائين -ٽيڪ- سِڪ سان شرن پيا جي
تنهنجي، تِن جا درد مِٽائين.١- پنجئي جن جي پاند ۾ آهن، رڱ رڱ تِن جي رچائين.٢-
سنيري آيا جي ساگر تي، تِن کي پار پُڄائين.٣- ٽيئون ٽٻي ڏِيَن جي ساگر
۾، تِن کي لعل لِيائين.٤- راڳ ڪامول پچن-٢- پُوربن کي پياس پُورب جي، ٻئي
طرف تا ڪاهِن ڪين -ٽيڪ- پُورب جا سي پنڌ پُڄائن، آس پُورب جي لاهِن ڪين.١-
پُورب طرف وڃن سي پُرندا، پُٺتي قدم هٽائن ڪين.٢- پُورب جي ڪن وير
وڏائي، وائي ٻي ورنائِن ڪين.٣- ڪهي ٽيئون ڪن ياد پُورب کي، پُورب ديس ڀُلائن
ڪين.٤- راڳ ڪامول پچن-٣- ڪين ڇڏي ويا ڪين ۾ ڪاپڙي، ڪين اندر تا
گهارن ڪين -ٽيڪ- هِڪڙي ڪين قبُول ڪيائُون، ٻيءَ ڪين کي ڏارن ڪين.١-
ڪين جي ٻاڻي هردم ٻولن، ڪين جو وچن اچارن ڪين.٢- ڪين جو آنند
روز وٺن تا، ڪين جي سک کي سارن ڪين.٣- ڪين وارن کي ياد ڪرن سي،
ڪين وارن سنيارن ڪين.٤- ڪهي ٽيئون تيا ڪين ۾ گم سي، ڪين جو خيال اُتارن
ڪين.٥- راڳ ڪامول پچن-٤- بندا سوچ تُون، آهين هِت مهمان -ٽيڪ-
جڳت مسافرخانو آهي، تنهن ۾ ويهه نه پاڻ ڦسائي. ثمر ڪِڻ کو اڳ جو ناهي، ديا

ڏرم ۽ دان.١- ڏن ڪٽنب ھي ناھي تنھنجو، ناحق ڀائين مؤرک پنھنجو. انت سمي ۾ نا ٿئي ڪنھنجو، منان ڪرين ايمان.٢- ڪنھنجي لاءِ ٿو ڪوڙ ڪمائين، ھيري جھڙو جنم وِڃائين. لوڪ ٻنھين چو ڀاڻ لڄائين، غافل ٿي غلطان.٣- ڪھي ٽيئون ڪر رام ڀڄن تون، ڇاڻج ساڪي ست چيتن تون. مؤج سچيءَ ۾ رھي مگن تون، پائڄ پد نِربان.٤- راڳ ڪامول ڀڄن-٥- بندا بانورا، رام ڪي وٽ ريجھائي -ٽيڪ- موھ مايا سان ڪر نا مؤرک، مايا جؤني آھي. پير فقير ۽ جوڳي جھنگم، مايا ڇڏيا مُنجھائي.١- آشا ترشنا چنتا ڪي تون، دل تان ڇڏج ھٽائي. مانش چولو سڦلو ڪر تون، گوبند جا گڻ ڳائي.٢- ڪھي ٽيئون سک شانتي چاھين، ڇڏ ٻيا خيال ڀُلائي. رات ڏينھن جپ رام نام ڪي، پريت گروءَ سان پائي.٣-

-اوم ستنام ساڪي- راڳ ڪلياڻ ڀڄن-١-

ستگر پار اتار. آنءُ پيئي آھيان نديءَ ڪناري -ٽيڪ- ٻيڙي درياھ ۾ ڏکي ڏِھاڙي گروُ. تار منجھان تون تار.١-وَڪر وِڏم گھٽو اوَگڻ وارو گروُ. سھي سگھي نا يار.٢- واءِ وِڪارن جا وڏڻ نہ ڏِيَن گروُ. وِگھن اچي سڀ وار.٣- ڪھي ٽيئون ڪريو ڪرپا مؤنتي گروُ. آھيان تو آڌار.٤- راڳ ڪلياڻ ڀڄن-٢- چو ٽيوُن ڀُڇو منھنجو ديس. مان ٽِيَس ديواني درشن لاءِ -ٽيڪ- سَرتِيوُن ساجن سواءِ سُڄ ٿي

ڀانيان سيي. لاتم سارو لِبيس.١- تعنا لوڪن جا سهندس سِر تي سدا. وِرهه
جو ڀاتم ويس.٢- ويندس وَرَ ڏي اديُون رهندس ڪين هِتي، ڏَسيو ڏکيءَ کي ڏيسُ.٣-
ڪٿا نيئون اچي منهنجي من ۾ گهٽو، پريم ڪيو ڀَرويس.٤- راڳ ڪلياڻ ڀڄن-٣-
سچا ستگر سچي ڀڳتي ديا ڌاري ڏيو مُونکي -ٽيڪ- نڪي ڌن مال تو چاهيان،
نڪي گهر ٻال تو چاهيان. صرف شڌ خيال تو چاهيان، ديا ڌاري ڏيو مُونکي.١-
نڪي مُون مانَ جي آشا، نڪي سک شان جي آشا. آ ڀڳتي دان جي آشا، ديا
ڌاري ڏِيو مُونکي.٢- نڪي رِڌ سِڌ کپي مايا، نڪي نوَنِڌ سندر ڪايا، کپي
شڌ ٻُڌ ڌرم دايا، ديا ڌاري ڏيو مُونکي.٣- ڪهي ٽيئون گيان آتم جو، سچو من
ڌيان آتم جو. آمِئہ رس پان آتم جو، ديا ڌاري ڏيو مُونکي.٤- راڳ ڪلياڻ ڀڄن-٤-
پيحي پاڻ ۾ پيءُ پَس پَس توُن، وني گروءَ ڪان گس گس توُن -ٽيڪ- ڪام ڪروڌ لوڀ موهه
اهنڪارا، پنجن کي توُن وَس ڪر پيارا. ڪڏي قلب مان ڪس ڪس توُن.١- گنگادي تيرت
تي تن ۾، ڀٽڪين چو تي ڀُلجي ٻن ۾. روُح ۾ تِن کي رَس رَس توُن.٢- برهم گيان بِن
مڪتِ نہ پائي، گيان وني سک ماڻ سدائين. پاءِ جڳت ۾ جس جس توُن.٣- ٽيئون گر تي
ديس اگر ۾، ڌَرج ڌَروُني خيال خشم ۾. هر سان هِردي هسُ هسُ توُن.٤- راڳ
ڪلياڻ ڀڄن-٥- ويهي عمر وشيہ ۾ وِڃائي تو، ڪئي سچ جي ڪانَ ڪمائي
تو -ٽيڪ- ٻالاپن رانديُن ۾ روليُئِہ، رام نام نا مُک سان ٻوليُئِہ. ڪانَ پئي ڪل

ڪائي تو.١- جوين گنوايئہ هٿ ۾ پرجي، ڪام ڪروڌ مد لوڀ ۾ آرجي. پريت نہ
هر سان پائي تو.٢- ٻوڍاپڻ ۾ موهہ وڌائِيئہ، ستسنگ نا شي ڪرم ڪمائِيئہ. ڄاري
ممت وڃائي تو.٣- تيئون ساري عمر گنوائِيئہ، رام ڀڄن سان دِل نا لائِيئہ.
مانش ديهہ لڄائي تو.۴- راڳ ڪلياڻ ڀڄن-٦- تِڪي تار وڄائِڄ تن ۾ تُون، ويهي
ڀڄن ڪر تہ بدن ۾ تُون -ٽيڪ- سازُ سَر ڪر سِر ۾ سوهم، آڻ آواز اندر
۾ اوئم. ڌارج ڌيان دمن ۾ تُون.١- انئي پهر رهِڄ اپياسي، پيالو پيءُ
تي پريم پياسي. رهِڄ مگن نِت من ۾ تُون.٢- سُرت نِرت سان ڪرِي سُڄاڳي، صوُرت
ڏِسُ گر جي وڏڀاڳي. تي گُم گُر درشن ۾ تُون.٣-ڪهي تيئون گر شبد اچاري، اُڏي چڙهہ
تُون دسم دواري. گمن ڪر تہ گگن ۾ تُون.۴- راڳ ڪلياڻ ڀڄن-٧- مِلي گوبند
جا گڻ ڳايو پياري، ڪيو مانش جنم سڄايو پياري -ٽيڪ- هِڪ ٻول پوُرب جو پاريو،
ٻيو مؤت کي ڪين وِساريو. ٽِيون من جي چال سڌاريو، چوٿون ڌرم سچي کي ڌاريو. پنجون
نِشدِن نام ڌيايو پياري.١- هِڪ شيل رکي سک پايو، ٻيو ڪروڌ ۾ جيءُ نہ
جلايو. ٽِيون لوڀ ۾ دل نہ لڳايو، چوٿون موهہ کان پاڻ بچايو. پنجون هٿ هئڻ
جو وِڃايو پياري.٢- هِڪ ٽيئون لڄائوُن توڙي، ٻيو من مايا کان موڙي. ٽِيون ٻنڌن جڳ
جا ڇوڙي، چوٿون جيءُ برهم سان جوڙي. پنجون پرمانند کي پايو پياري.٣- راڳ ڪلياڻ
ڀڄن-٨- جيڪا پيهہ پرِئن سان پائي جيڏيوُن، سا سِر تي سوُر سهائي جيڏيوُن -ٽيڪ- هِڪ

مانُ مِٽائي ذاتي، ٻيو اندر پائي جهاتي. تِيون پاڻ ڪري اِسباتي، چوٿون دم تي قدم اُٺائي جيڏيوُن.١- هِڪ عئب نہ ڪنهنجا ڪولي، ٻيو بلڪل توڙو ٻولي. ٽِيون رس ۾ روُح نہ رولي، چوٿون وِرهہ وئراڳ وَسائي جيڏيوُن.٢- هِڪ باهہ بِرهہ جي ٻاري، ٻيو روئي رات گذاري. ٽِيون پل پل پِرين پڪاري، چوٿون نيٽين نِنڊ ڦِٽائي جيڏيوُن.٣- هِڪ لوڪ لاڳاپا لاهي، ٻيو من مان دويت مِٽائي. ٽِيون ٽيئون وِڪار هٽائي، چوٿون لائي نينهن نيائي جيڏيوُن.۴- راڳ ڪلياڻ ڀڄن-٩- او بندا ڀڳوَت ڪي نہ ڀُلاءِ. يوڳ رِسن ۾ ريجهي پنهنجو، مانش تن نہ رُلاءِ -ٽيڪ- مانش تن چندن سم جاڻج، تنهن ۾ آنند سُڳنڌي ماڻج. ساڙي ڪين وِڃاءِ.١- مانش تن سُوَراج پِرائي، تنهن ۾ وٺ شڀ ڪرم ڪمائي. غفلت ۾ نہ گنواءِ.٢- مانش تن هيرن جي ڪاٺي، تنهنجو پوُرو قدر سڃاڻي. ليکي هر جي لاءِ.٣- ٽيئون مانش تن سُر چاهن، شاستر ٻيي جسُ تنهنجو ڳائن. سو توُن سڦل بڻاءِ.۴-

-اوم ستنام ساکي- راڳ ڪنسو ڀڄن-١-

اڇي جِن درد تيو داخل، وڃائي ساز ڪي سُرندا -ٽيڪ- ڏِٺا هِن جوُءِ ۾ جانِب، آهن سيئي سچا صاحب. نہ ڪنهن ڌن مال جا طالب، وڃن پوُرب ڏي پُرندا.١- سُتي پوُرب جِني پيئي، آتي سالڪ سچا سيئي. سُتا سُک ڪين سي ويهي، وٺي واٽوُن وِيا

رڙندا.٢- ڪٿي سنسار جي جاري، رکي ٿن عشق سان ياري. جھي سو نام نرڌاري، مري جيئرا ٿي سي ڄُڙندا.٣- ٿيئون ٿوپي سا پاتائوُن، ترڪ دنيا سرڳ ڪيائوُن. ڪري جنگ نفس جِيتيائوُن، وڃن تاروُنءَ جيئن ترندا.٤- راڳ ڪنسو پڇن-٢- متان ماتا جھلين موُنکي، پريوُءَ لاءِ مان پڪاريان تو -ٽيڪ- مِلڻ لاءِ موُن گروُ ڏوُنڍيو، مليو ستگر ڇڱو چوُنڊيو. جنھين مستان من موُنڊيو، بِرھہ جي باھہ ٻاريان تو.١- اڇي سڏ تي ڪري سوُري، ٻري دل ۾ درد ڪوُري. رکي دل پِريَن سان پوُري، لِکي جو ليک پاريان تو.٢- بِرھہ جي باھہ گُر ٻارِي، ڳِلا تڏھين سھان ساري. اٿم تن ۾ طلب تارِي، اکين مان آب ھاريان تو.٣- کھي ٽيئون ٽڳا ٽوڙي، ٻنڌن سنسار جا ڇوڙي. وِشيہ کان پاڻ کي موڙي، گروُءَ سان گڏ گذاريان تو.٤- راڳ ڪنسو پڇن-٢- جڳت جا ڀوڳ ڀڳوت کان، بندا توکي ڀُلائن تا -ٽيڪ- ڏسڻ ۾ تي مني ماکي، دکي تيندين چکي چاکِي. سمجھہ رک توُن ٻٽي ساکي، جِگر کي سي جلائن تا.١- ڪتنب ڪُلُ سُتَ ٻنڌوُ ناري، تِنين سان توُن نہ رک ياري. وِجھي تو پيار جي جاري، قندڪ وانگي قسائن تا.٢- اِجھا تو انت سِر آئِي، ڏرم دل سان نہ ڪيُئِہ پائي. ڪٽي ھلندءِ ھِتان ڪائِي، لنبن جي لات لائِن تا.٣- گرن جي دوار تي گولي، کھي ٽيئون جھلي جھولي. مني تِن جي ٻڌج ٻولي، ڀرم ڀولا مِٽائن تا.٤- راڳ ڪنسو پڇن-٢- متان جيڏيوُن جھليو موُنکي، ڏِنو موُن سواس ساڏن کي -ٽيڪ- ٿِيَس مان جڳت کان ھيڪل، دنيا کان دوُر

تي مؤن دل. جلن جيرا پِيا پل پل، سدا سارِين پِرتِن کي.١- سڏي ساڌؤ ڪرن
ٽُڪرا، ڪَسائي جيئن ڪُهي ٻڪرا. ڪڍي اڱيان جا ڪڪرا، ڏين تا ڏس ڏکوئِن کي.٢-
ملي جا سچ سندي سُرڪي، پِيتم سان پريم سان پُرڪِي. رِجهائيم رام کي مُرڪي،
خبر تنهنجي پِياڪن کي.٣- ڏنم ستسنگ ۾ ويحي، ٽيئون جِت سنت ها سيئي. پربت
تِن سان پکي پيئي، لکايو جِن ته لعلن کي.٤- راڳ ڪنسو پچِن-٥- متان مؤٽکي
جهلين جيجل. درشن لاءِ تي ديواني دل -ٽيڪ- عشق آيو اندر آسري، ڪاٿڻ
پيئڻ ويو وِسري. غمن ۾ رات وَڻي گذري، ڪيم جايؤن وجي جهنگل.١- آتِن
تا عشق جا ادما، پوي تي ڪانه ڪا سُڌ مان. ڪري من سان وڏي يِڌ مان، جِپيان تو
نام کي پل پل.٢- سچو سنسار سُهِ پانيان، سجڻ ري ڪين ٻيو چاهيان. پِرتِن جي پار
ڏي ڪاهيان، چڙي جڳ جي سيي جَلِ جَلِ.٣- ٽبي ٽيئون اتي پڻتيِ، جِتي ڪايا نه پرگوتتي.
چڙهي من تي اصل مستي، وٺي تي ڪان ٻي ڪِلِ ڪِلِ.٤- راڳ ڪنسو پچِن-٦- ڏِسي
هي مچ مستاني، پچي پتنگ تين ٻاڙها -ٽيڪ- آهن سي روءِ جا فردا، ٻِنا مچ
نا ٻيو گهُرندا. ڏِسي مَچ ڪين سي مُڙندا، سڏي آيا سچا پاڙا.١- اڳي جيئن عشق هي
آهي، پکين ڏي باز جيئن ڪاهي. ٻِنا رَت ڪين ٻيو کائي، پکي ڪوڪٽ ڪرن راڙا.٢-
جليا جي ٻِرهه باهِن سان، جلن سي ڪين ڪک پن سان. ٿري تِن عاڪ عمرن
سان، کوليا جِن عيال جا تاڙا.٣- کهي ٽيئون جي ڪاهن تا، آئل جيئن عرالاً

لائِن ٿا. ڏرَنِ تي پڳہ نہ پائن ٿا، تِني جم جا ڦنا ڦاڙا.۴- راڳ ڪنسو ڀڄن-۷-
پِٽين ڇو ٿو ڪلها مومِن، ڪٽي ڪيِ نفس شيطاني -ٽيڪ- اندر تنهنجي سدا
ٻولي، سهي ڪر صاف سو چولي. حقيقي ڳالهہ لهہ ڳولهي، پڙهي توُن شبد روُحاني.۱- مڇي
مُرشد پاءِ جهاتي، اندر ۾ پڙهہ ذِڪر ذاتي. سدا ڪر پاٺ اِسباتي، اِهو ٿي وچن
قُرڪانيِ.۲- نفس ڪافر آتي ڪارو، رُلايو جنهن جڳت سارو. ٻڌي مَڙدن
تنهين ماريو، پڙهي سو حرف حقانيِ.۳- سٽھ مومن ڪهي ٿيئون، سبق طريقت سندو
پڙهہ توُن. حقيقت حق ٻولي هوُن، معرفت ماٺ مَڙداني.۴- راڳ ڪنسو ڀڄن.۸- ڀَسي
بيحال جڳ سارو، وهايا نيڻ نارا موُن. نڪي مائٽ سنگي ٻيلي، ڏٺا خاڪي نظارا
موُن -ٽيڪ- رهي راجا نڪي پرجا، رهي ڏرني نڪي خواجا، وَڃائي بغل ۾ باجا، هليا
ويا پران پيارا موُن.۱- وِيا جهنگم جَتيِ جوڳي، وِيا تپسيِ گرهيِ يوڳيِ. ٿيا جي
رَسن ۾ روڳي، ڏٺا نرڪين دڪارا موُن.۲- آخر سيئي هلڻ وارا، رهي سوُرج نہ چنڊ
تارا. مِلن ڪي سنت هرِ پيارا، ڏين يڪتي ينڊارا موُن.۳- ڪهي ٿيئون گروُ داتا،
ڏيو گڻ گيان ۾ گياتا. واري جم ڪال جا ڪاتا، ڪٽيو دک درد سارا موُن.۴- راڳ
ڪنسو ڀڄن-۹- ڪري سنگ شير مَڙدن جو، نسنگ ٿيءُ توُن نسنگ ٿيءُ توُن -ٽيڪ-
جڳت جا خيال سڀ لاهي، ڏِسج ڪرتار ڪي ڪاهي. سچو سندرو ٻڌي ناهي، نسنگ
ٿيءُ توُن نسنگ ٿيءُ توُن.۱- ڳلا جو گلِ وِجهي گهانگهو، ڇڏج سنسار جو سانگو.

لڄائن جو لنگهي لانگهو، نسنگ تيءَ تون نسنگ تيءَ تون.٢- مِٽائي موھ جي ڄاري، وَسائي وِرھ جي واري، ڪٽي سنسار مان ساري، نسنگ تيءَ تون نسنگ تيءَ تون.٣- ڪهي تيئون چلهه چارو، سچن سنتن گرن وارو، حقيقت جو هٽي نعارو، نسنگ تيءَ تون نسنگ تيءَ تون.٤- راڳ ڪنسو پچن-١٠- پريوءَ جي پريم جو پيالو، وٺي گر ڪان پيئڻ گهرجي. گروءَ کي سيس پيتا ۾، سچيءَ سِڪ سان ڏيڻ گهرجي -ٽيڪ- لڄائون لوڪ جون لاهي، ٻڌج سندرو سچو ساهي. پرين جي پار ڏي ڪاهي، نڪي ڍنتي هڻڻ گهرجي.١- ڇڏي ايمان تن ڏن جو، مِٽائي مانُ سڀ من جو. ڇڏي آرمان لوڪن جو، مري جڳ ۾ جيئڻ گهرجي.٢- ڪٽي ڪُلَ موھ جي ڄاري، ڇڏي غفلت ڪري تياري. ڪَٽِي سنسار مان ساري، ثمر سچ جو ڪٽڻ گهرجي.٣- ڪهي تيئون سمجهه ڏاري، ڏيئو گر گيان جو ٻاري. ڪنڌو جم ڪال جو واري، نسنگ نِريئہ تيڻ گهرجي.٤- راڳ ڪنسو پچن-١١- گروُ مهراج غريبن جو، ديا پالي ڍڪج پڙدو. نظر ڏاري نِماڻن جو، ديا پالي ڍڪج پڙدو -ٽيڪ- ڪيا مون پاپ اتِ ياري، عمر وئرت وَئي ساري. وِجهي چادر شرم واري، ديا پالي ڍڪج پڙدو.١- شرنپالڪ پِرڻ تنهنجو، ڪجانءِ پُورو بِرد پنهنجو. سچا ستگر اچي منهنجو، ديا پالي ڍڪج پڙدو.٢- ڇڏي ساٿي سيئي سائين، پِڻس تنهنجي شرڻ ماهين. ڍڪڻ گرديوَ تون آهين، ديا پالي ڍڪج پڙدو.٣- ڪنن تيئون سمو آهي، وسيلو تو بِنا ناهي. گروُ دک درد سڀ

لاهي، ديا پالي ڏيکج پڙدو.۴- راڳ ڪنسو پڇن-۱۲- بدن جي باغ ۾ طوطو،
منا نِت ٻول تو ٻولي -ٽيڪ- پکي هُن پار جو آهي، آيو قربؤن هِتي ڪاهي. ڏنئِہ
ٽنهنکي نہ تو ٺاهي، اٿي ٽارئِن پنن اولي.۱- پکي مهمان جاٽج تؤن، وچي
ويجهو سڄاٽج تؤن. ملي ڪا مؤج ماٽج تؤن، آتي جيسين اندر چولي.۲- ڪٽي
آيو خبر خاطي، پِرين جي پار جي پاتِي. لنوي ڏينهن رات جا لاتي، ٻُڌج سا ڪن
ٻئي ڪولي.۳- ڪهي ٽيئون ٽٻي ڏيئي، پَسِج سو پاڻ ۾ پيهِي. ڏسي هڏ ماس جي ديهِي، پُلي
نا تؤن پئِج پولي.۴- راڳ ڪنسو پڇن-۱۳- هريجن دان پکتيءَ جو، ڏين تا سي
ڏِين تا سي. سچو اپديش مکتيءَ جو، ڏِين تا سي ڏِين تا سي -ٽيڪ- هريجن هٿ
سچو ڪولي، سدا هِڪ ياءُ هي ٻولي. ترازي ڌرم جي تولي، ڏِين تا سي ڏِين تا سي.۱-
ڏِين تا سمجھ سمتا جي، چِنن تا ڳنڍ ممتا جي. رمز جا رام رمتا
جي، ڏِين تا سي ڏِين تا سي.۲- سٽائِن ڌرم جؤن نيتيؤن، ٻُڌائن جوڳ جؤن جُڳتيؤن.
نوَن قِسمن سنديؤن پڳتيؤن، ڏِين تا سي ڏِين تا سي.۳- ڪهي ٽيئون ديا ڌاري،
لڳائن رام جي لاري. وَکر هر پريم جو ساري، ڏِين تا سي ڏِين تا سي.۴- راڳ
ڪنسو پڇن-۱۴- ڪر سنگ سنتن جو سدائي. ٿئي انت سمي جو سهائي -ٽيڪ- سنگ سنتن
جو تي مؤڙي، ٻي دنيا ساري ڪؤڙي. هلي ساڻ نہ هِڪڙي پائي.۱- سنگ سنتن جو تہ
سُڌاري، سڀ من جا دوش نِواري. ڪٽي جنم مرڻ دکدائي.۲- سنگ سنتن جو ڳڻ

ڪاٽي، ٻڌ ٽِن جي امرت ٻاٽي. چڙهي مستي مؤج سوائي.٣- سٽسنگ جو رنگ نِرالو، ڪهي ٽيئون ڪري اجيالو. ڪڍي دِل مان درمت دئائي.٤- راڳ ڪنسو پڄن-١٥- منهنجو ايشور عرض اگهائِجانءِ. پنهنجي چرن ڪمل ۾ لڳائِجانءِ -ٽيڪ- پريؤ تنهنجي شرني آهيان، ٻي نا جڳ جي وستؤ چاهيان، هري درشن پنهنجو ڪرائِجانءِ.١- سڀ گهٽ واسي انترىامي، ٻخشي بديؤن منهنجؤن سوامي، سڀ من جي مئل مِٽائِجانءِ.٢- جهڙو تهڙو پنهنجو چاٽي، انگ سنگ صاحب ٽيءُ تؤن ساٽي، انت ويلي دکن کان بچائِجانءِ.٣- ڪهي ٽيئون هري ڪين وِسارِج، هردم ڪرپا درشٽي ڏارج، ڀَوسنڌ کان پار پُڄائِجانءِ.٤- راڳ ڪنسو پڄن-١٦- ڪر مهر اسان تي مالڪ. اسين آهيؤن تنهنجا ٻالڪ -ٽيڪ- نِمي تو در ڪيؤن ٽا نِيازي، ڏي ڪنهنجي تؤن نہ موٽاجي. هي جڳديش جڳ جا پالڪ.١- تؤن سڀ کي روز رسائين، تؤن پاٽا قِتل وَسائين. هي خلق سڄيءَ جا خالق.٢- ڏي گيان ڏيان جي شڪتي، ڪهي ٽيئون ڏي پريما ڀڪتي. هي دين بنڌؤ دک گهالڪ.٣- راڳ ڪنسو پڄن-١٧- مؤنکي ستگر ڀَوجل تار تؤن. پنهنجي ڪرپا درشٽي ڏار تؤن -ٽيڪ- ناهي تو بِن ٻيو ڪو حيلو، اچي واهِر ٽيءُ وسيلو. ڪري ديا دکن کي ٽار تؤن.١- ڪُن پرمن جا آهن ياري، ڏسي ڏيل ڏکي تو ڏِهاڙي. هٿ ڏيئي همت جا اُڪار تؤن.٢- ڏاڍو لوڀ لهر آ ڏُلايو، مَڇ موهہ ممت آ مُنجهايو. چاڙهي ٻوڏ ٻيڙي ڪر پار تؤن.٣- ڪهي ٽيئون تؤن سمرٿ سائين، ڀَوسنڌ کان پار

پڄائين. منهنجو آواڳمَن نِوار تُون.۴- راڳ ڪنسو پڇن-۱۸- آهي پريم جو پنڌ اڻانگو. هي ڏکيو لنگهڻ آهي لانگهو -ٽيڪ- جيڪو سخنيوُن سوُر سَهائي، هلي تنيءَ ٽڌيءَ ۾ ڪاهي، سپ لاهي سِر جو سانگو.۱- سو پار پوي هِن تَڙ ڪان، جو ڪين ٻڇي ڪنهن آڙ ڪان، گلِ پائي گِلا جو گهانگهو.۲- هي پريم نہ سستو ڃاڻج، ڪتي ڪنڌ ڪلهن ڪان آڻج، هي ملهہ ڪان آهہِ مهانگو.۳- ڪهي ٽيئون سوئي پائي، جو لوڪ لڄائوُن لاهي، هي سؤدو نانهِن سَهانگو.۴-

- اوم ستنام ساڪي - راڳ پهاڙي پڇن - ۱ -

ساڪي سِرجڻهار، سا ٽِي ذات اسانجي -ٽيڪ- پنڇن ٽتن جو پڇرو آهي، تنهن ۾ آتم سار. سا ٽي ذات اسانجي.۱- انئي پهر اندر ۾ جوئي، اکنڊ گيان اپار. سا ٽي بات اسانجي.۲- اسِت ياتِ پِريہ جو سوُرَوُپا، انيئہ سُک اِسرار. سا ٽي شانتِ اسانجي.۳- ڪهتا ٽيئون لوڪ ٽِنهين ۾، چيتن جو چِمڪار. سا ٽي ڪرانتِ اسانجي.۴- راڳ پهاڙي پڇن-۲- سنتن سنگ مهان، پاتو موُن ياڳ پلي سان -ٽيڪ- سنتن پنهنجو پال پَلائي، ڏِنو درشن دان.۱- پاوُ پڳتِ سنتوش صبوُري، پريم ڏنو پرڏان.۲- ڪهي ٽيئون جِن ڪرپا ڌاري، ڪيڙو ڪل ڪليان.۳- راڳ پهاڙي پڇن-۳- سَرتيوُن سنت سُڄان، آيا اڱڻ اسانجي -ٽيڪ- تن من جِن جو آهہِ

اروڳي، جيوَن مڪتي پُورڻ جوڳي، گياني سي گڻوان.١- پر اپڪاري پر دکهاري،
پرم وئراڳي برهم وِچاري، نِشڪامي نِرمان.٢- سِڪ سان تِن جي سيوا ڪريان،
وچن سُٽي هردي ۾ ڌريان، ڪهي ٽيئون ڀڳوان.٣- راڳ پهاڙي ڀڄن-٤- سنتن جو
ستسنگ، سدا ڪر پريم سچي سان -ٽيڪ- سنتن جو سنگ نِت سڪدائي، سڀ دردن جي
آهِ دوائي، ميٽي مستڪ آنگُ.١- سنتن جو سنگ هِردو ناري، تن من جي تو تپت
نِواري، آنند ڏِئي اپنگ.٢- سنتن جو سنگ اوِديا ٽاري، هردي انيئہ جوتي باري، پرم
ڪري سڀ پنگ.٣- ٽيئون تاري سنگ سنتن جو، پيالو پِياري رام ڀڄن جو، چاڙهي آتم
رنگ.٤- راڳ پهاڙي ڀڄن-٥- ڀڳتن جا ڀڳوان، هردم ڪاج سنواري -ٽيڪ-
ڀڳت ڪبير جي ٽِئِج رکيائين، پاڻ ڪبير ٿي ڀگيہ ڪيائين، دل گهريو ڏي دان.١-
ارجن جو ٻڌيو رٿواهي، رڻ ڀُومي ۾ ٿيو سَهائي، پريم ڏسي پرڌان.٢-
سئني خاطر ٻڌيو نائي، سڌني جي سڀ وِپت هٽائي، مهر ڪري مهروان.٣-
ڀڳتن لاءِ اوتار ڌري تو، ڪهي ٽيئون دک دُور ڪري تو، داتا ٿِي دياوان.٤-
راڳ پهاڙي ڀڄن-٦- شِووهم شِووهم سدا تُون اچاري. پَسِڄ پاڻ پنهنجو
ارت من وِچاري -ٽيڪ- نہ تُون ديهہ اِندريُون ٻڌي من پرانا. نہ تُون ڪرم ڪرتا نہ
ڀوڪتا وِگيانا. نہ تُون ديهہ ڪارڻ نہ تُون ڪوش ساري.١- نہ تُون وِشوَ تيجس نہ تُون پراگيہ
الپَگيہ. نہ تُون وِراٽ سُوتر نہ تُون اِيشُ سَروَگيہ. سُويَم شُڌ چيتن تُون اسنگ نِروِڪاري.٢-

اجر توُن امر توُن اننت توُن انادي. اکنڊ ايک رس توُن نِرگڻ نِرُاپادي. سهج
لاءِ سماڌي برهم روُپ ڌاري.٣- کهي ٽيئون آتم برهم هِڪ سڃاڻي. رکي ياءُ پوُرڻ
برهم پاڻُ پڇاڻي. ٻيجي پيد پرانتي اچل ٿيءُ اُداري.٤-راڳ پهاڙي پچن-٧-
هري روز روزي، سين کي رَسائي. استاوَر جنگم سڀ، جيوَن کي نِپائي -ٽيک- جل
ٿل جبل ۾، جِتي ٿا رهن جي. انهن کي اتيئي، چوُٽو هر چُڳائي.١- يلي جيوُ
کوئي، کري پاپ کهڙا. ڏئي قوُت تنهن پي، کڏهن نا ڀُلائي.٢- ڏئي کڻ کيڙيءَ کي،
۽ مڻ ڏي هاٿيءَ کي. چڏي کين کنهن کي، پاپِن پي پُڇائي.٣- گَٽُن گاس ڏي ۽ مِرُن
ماس ڏي ٿو. جهڙو کاڄ جنهنجو، تهڙو ڏَئي تَڳائي.٤- کهي ٽيئون چنتا، چڏي پيٽ جي
توُن. جپج نام هر جو، اچل چِت بڻائي.٥- راڳ پهاڙي پچن-٨- منش کي
کڏهن ماس کائڻ نہ گهرجي. اشڌ کاڄ ۾ دل لڳائڻ نہ گهرجي -ٽيک- کرڻ
جيوَ هِنسا وڏو پاپ آهي. گلي کنهنجي کاٽي وَهائڻ نہ گهرجي.١- ٻکي ماس
جوئي نرک ۾ وڃي سو. وَڃي نرک ۾ جيءُ جلائڻ نہ گهرجي.٢- بکڻ ماس
وارو پسوُن آهِ جڳ ۾. منش تن پَشن جيئن بڻائڻ نہ گهرجي.٣- کهي ٽيئون
کولي گرنٿ سنت چون ٿا. کڏهن جيوَ کنهن کي ستائڻ نہ گهرجي.٤- راڳ پهاڙي
پچن-٩- پوَن ياد پل پل، پريتم پيارا. کڏهن کين وِسرن، سڄڻ سي
سڇارا -ٽيک- جڏهن کان جدائي، کئي آهِ جوڳين. تڏهن کان اکين مان، وَهن

نِير نارا.١- منو ڀيو نہ مؤنکي، پِرڻ ري لڳي تو. مِلڻ شال مؤنسان، جيءُ جا
جيئارا.٢- ڏٺم جانچي جڳ ۾، سندن مَت نہ ڪوئي. ڏٺي پريم وِيا جي، ڪسي خيال سارا.٢-
ڪهي نيئون ڪڌڙيؤن، ڪيان تِن جڙن ٻالحيؤن. ڳٽن گيان پيڳتيءَ، جا سي پتڌارا.٣-
راڳ پڀاڙي پچن-١٠- شڪر ڪر شڪر ڪر، سچڻ توُن سدائين. ٻنا شڪر منحن
مان، ڪڏج ٻي نہ وائي -ٽيڪ- رکي رام جيئين، رهج راضي تنحنتي. ڪر نہ دانحن ڪڏهين،
رکي رنج رائيِ.١- رکي چاهہ چِت ۾، گهٽو ڪين گهر توُن. پريوءَ جي ڏِني تي، صبر ڏار ڀائي.٢-
شڪر ۽ صبر هي، وٽي تو پريوءَ کي. شڪر ري نہ هر ڪي، وٽي ٻالحم ڪائي.٣- صبر
دل ۾ ڏاري، شڪر ٻول منحن سان. ڪهي نيئون جنحن سان، اڳهي سڀ ڪمائي.٤- راڳ پڀاڙي
پچن-١١- وچي در گروءَ جي، تحل ڪر پيارا. وٺي شبد گر ڪان، اندر ڪر
اُچارا -ٽيڪ- سُرت کي گروءَ جي، شبد ۾ لڳائي. ڌري ڌيان دل ۾، ڏسج توُن
نظارا.١- رکي پريم شرڌا، ڪري سنگ گرن جو. سُٽي وچن يتارت، ويچي ڪر وِچارا.٢-
ڪهي نيئون ڪاٽي، ٻنڌن سڀ جڳت جا. برهم گيان سان توُن، پائِج موڪش دوارا.٣- راڳ
پڀاڙي پچن-١٢- سواس سُمرٽي سوري، ڏاتر لڳ ڏوري -ٽيڪ- سواس امولڪ
ماڻڪ موتي. جڳديشور جي تنحن ۾ جوتي. ڏس وِجوُد ۾ ووڙي.١- سواسن
مالا سِڪ سان سورج. لوڪؤن لِڪائي چرکو چورج. اور اندر ۾ اوري.٢-
ڪهي نيئون هي سواس سچائج. گر منتر سان پاڻ پچائج. من جي ڪَلنا ڪوري.٣-

راڳ پهاڙي پڇن-١٣- رهي رام جنهينتي راضي ٿو. ڪٿي جڳت منجهان سو بازي ٿو -ٽيڪ-
پل ڦهري ڪوُڪان شير ڪري، ۽ ٻاري سِر تي ميرُ ڪِري. پر وار وِنگو تنهن کير ڪري، جنهن
نام ڪري تہ نوازي ٿو.١- جنهنتي رام سچو ٿو چانوَ ڪري، تنهن واءُ تتي نا تاءُ
ڪري. نا شستر ڪوئي گهاءُ ڪري، جو ڪري الک در آزي ٿو.٢- ڪهي ٽيئون ٻلي ڪرتار
آهي، ٻيو نِبل سچو سنسار آهي. ورتو هر جو جنهن آڌار آهي، سو ڪين ڪڏهن
موٽاجي ٿو.٣- راڳ پهاڙي پڇن١٤- ڪر ستسنگ شانتي پائڻ لاءِ. ۽ من جي
مئل مِٽائڻ لاءِ -ٽيڪ- ٿو ستسنگ ۾ ست گيان مِلي، نِج آتم جو وِگيان مِلي. ۽
هر جو پريم پرڏان مِلي، ڪر ستسنگ رام ريجهائڻ لاءِ.١- ستسنگ سمنڊ تہ آٿاهہ
آٿي، جِت موتين جو پرواهہ اٿي. جي گيان گٽن جو چاهہ آٿي، ڪر ستسنگ
گٽن پِرائڻ لاءِ.٢- ٿو ستسنگ مان غم غرضُ مِٽي، ۽ ڪوٽِ جنم جو قرض
مِٽي. سڀ تن من جو ٿو مرض مِٽي، ڪر ستسنگ درد هٽائڻ لاءِ.٣- جو ستسنگ
سان چِت لائي ٿو، سو سک ۾ پاڻُ سمائي ٿو. ڪهي ٽيئون ڪشٽ جلائي ٿو، ڪر ستسنگ
سهج سمائڻ لاءِ.٤- راڳ پهاڙي پڇن-١٥- من ٻالهہ تہ ٻُڌ توُن ڏيان ڌري. جو
ڇائو آهہِ سو اوَس مري -ٽيڪ- پل پير هجي يا فقير هجي، ۽ ملڪ سڄي جو مير
هجي. رڻڌير هجي يا گنڀير هجي، پر ڪال نہ ڪنهنتي قياس ڪري.١- پلي ٻاري ڪوٽ
آڏائي ڪٽي، ۽ سوُرهيہ ڪو تہ سڏائي ڪٽي. ڪيڏو پاڻُ پڏائي ڪٽي، تہ بہ آگ عزل

جي نيت جري.٢- هتان ڪيئي خاوند خانَ لڏي، وِيا ماڙيوُن بنگلا باغ ڇڏي. ڇڏيا مؤت سيئي ڪاڪِ گڏي، تو ڪال ڪنهين تان ڪين ٽري.٣- جو جيئري من کي ماري ٿو، ۽ گيان گرؤ جو ڌاري ٿو، سو پاڻ ترِي جڳ تاري ٿو، ٿئي ٽيئون تنهنڪان ڪال پري.٤- راڳ پهاڙي پڇن-١٦- اڄ منهنجا ٿيا ٺم ڀاڳ ڀلا، گهر آيو سنگر پير پري. ڪري درس گرؤ جو اکڙين سان، ٿي دلڙي منهنجي خوُب ٺري -ٽيڪ- سنگر جي مؤنکي پياس هئي، بن درشن دل ته اداس هئي. اِها منهنجي من ۾ آش هئي، ڪڏهن درشن ڏيندو مهر ڪري.١- اڄ سنگر پاڻ پَسايو آهِ، من آنند ڏاڍو آيو آهِ. ڪيو لايو گرؤ سجايو آهِ، ٿيا درشن سان سڀ پاپ پري.٢- سنگر کي سيس نِمايان مان، ڪهي ٽيئون ڀُلؤن بخشايان مان. تن ڌن جي ڀيٽ چڙهايان مان، سڀ من جو مانُ گُمان هري.٣- راڳ پحاڙي پڇن-١٧- پَوَساگر کان ڪر پار پريوُ، مؤنکي تنهنجو ئي آڌار آهي. بِن تنهنجي سحايڪ نانهن ٻيو، سڀ سوارٿ جو سنسار آهي. -ٽيڪ- مؤن جڳتر کي آ جاچي ڏٺو سڀ سوارٿ جا آهن ساٿي. بِن سوارٿ جي هِڪ توُن پريوُ، ٻيو مطلب جو پريوار آهي.١- ڇڏي اوٽ اجها ٻيا دنيا جا، هِڪ تنهنجي شرڻ مؤن آهِ وَتي، تنهنجو نالو شرڻ پالڪ پريوُ، ۽ سڀ دک ڀنجنهار آهي.٢- جِن يڪتن تنهنجي اوٽ والي، ٻن سان توُن جِت ڪِت ٿِئين ساٿي. تنهنجو يڪتوَچل آ برد پريهه ۽ ٻانهن جو رکوار آهي.٣- مان جهڙو تهڙو

تنهنجو هان، ڇڏ در تان ڏِڪاري نا مؤنکي. کهي ٽيئون کر پنهنجو پريؤ، مؤن پکڙيو تنهنجو دوار آهي.۴- راڳ پهاڙي پچن-۱۸- ڏر ڏيان پريؤءَ جي چرنن جو، جو آد انت رکوار بندا. اِهو منش جنم جو مقصد ٽي، کر پريؤءَ ساڻ پيار بندا -ٽيڪ- جو مانش چولي کي پائي، هر چرني ڏيان نتو لائي. سو هيري نر تن کي هاري، کري جيوَن تو بيکار بندا.۱- جِن جي لاءِ عمر وِڃائين تو، ۽ شواس امول گنوائين تو. سي انت سَهائي کين ٿين، آهِ مطلب جو پريوار بندا.۲- جنهن ڏن لاءِ کوڙ کمائين تو، ڏينهن رات ويهي ڏک پائين تو. سا مايا بادل جي ڇايا، تي تِر نہ رهي هروار بندا.۳- هرَ هرَ نا اهڙو وقت ملي، هِن جيوَن جو نا بخت کُلي. کر سڦلو مانش جو چولو، کهي ٽيئون جپي کرتار بندا.۴- راڳ پهاڙي پچن-۱۹- آهين ست چِت آنند روُپ سدا. توُن آتم روُپ انوُپ سدا -ٽيڪ- هي قرنن جو سنسار اتي، ۽ جوُنو جڳ جِنسار آتي. سپ کلپت مَيَہ وهنوار اتي، توُن ساکي روُپ سروُپ سدا.۱- ست برهم مان اوم اُچار ٽيو، سو کرتا وَپ کرتار ٽيو. تنهن مايا جو وستار کيو، سو توُن هي آد اروُپ سدا.۲- قِر مايا مان مهتتو بڻيا، مَهتتوَن مان ٽي گڻ نہ ٿيا. ٿيا ٽِن مان سورَهن انش ٻيا، توُن ٽيئون تِن ۾ اٹوُپ سدا.۳- راڳ پهاڙي پچن-۲۰- اُتي امرت ويلي ڏياءَ هري. هيءَ مانش ديهہ نہ مِلندءِ وري -ٽيڪ- جو امرت ويلي رام رٽي، تو تنهنجي من جو روڳ هٽي.

تُون ڀي رام رتي وَتُ ڪشٽ ڪٽي، لاهِه سِر تان پاپن جي تہ ڀري.١- جو ڀڄن هريءَ جو ڀُلائي ٿو، من مايا ساڻ مِلائي ٿو. سو جنم مرڻ ڪي پائي ٿو، ۽ سک نہ لهي تو ڪڏهن ذري.٢- جي جوانيءَ ۾ نہ ڌيائيندين، تُون پيريءَ ۾ پڇتائيندين. هي لوڪ پرلوڪ لڄائيندين، ايها سنت چون ٿا ڳالهہ کري.٣- کهي ٽيئون هر ڳل ڳائي وٿ، گر چرنن سان چِت لائي وٿ. هي جيوَن سڦل بڻائي وٿ، ڀؤساگر کان وڃ ترت تري.٤- راڳ پهاڙي ڀڄن-٢١- ستسنگ کر تُون شردّا سان، مانشو جنم اهڙو، وري ڪونہ ايندو -ٽيڪ- مات گرڀ ۾ اُلٽو مؤرک لٽڪين ٿي. چؤراسي لک جوُڻين ۾ تُون ڀٽڪين ٿي. جنم ڏنو هي ڀڳوَت آ، رکجانءِ تُون ياد دل تي، وري ڪونہ ڏيندو.١- جيڪي ڪرين سو هاڻ ڪري وٿ وقت آتي. سيوا سُمرن دان ڪرڻ جو بخت اتي. خاص ڪنڻ لاءِ آئين تُون، ڀاڳ تہ اهڙو تنهنجو، وري ڪونہ ٿيندو.٢- کهي ٽيئون وٿ ستگر جي تُون شرڻائي. سِيک اِهائي سيني سنتن سمجهائي. گيان وٺو جِن ستگر جو، ڪال قهاري تِن ڪي، ڪڏهن ڪونہ نِيندو.٣- راڳ پهاڙي ڀڄن-٢٢- ستگر توکي هٿ جوڙي، سيس نِوايان هر هر، عرض اگهاءِ تُون -ٽيڪ- ستگر تنهنجو نانءُ نِماڻن ماڻ آهي. هيڻن جو همراهہ نِتاڻن تاڻ آهي. جهڙو تهڙو تنهنجو هان، ساگر کان ستگر مؤنکي، پار پُڄاءِ تُون.١- ستگر منهنجي ڏوهن جو نا پار آهي. بِرد تنهنجو هردم بخشڻهار آهي. مهر ڪري ڪٽ جم ڦاسي،

سُمت سچي ڏَئِي مؤنکي، چرن لڳاءِ توُن.٢- کهي ٽيئون گر منهنجو هيٺو حال آهي. داتا
تنهنجي در هيءُ منهنجو سوال آهي. ديا کري کر پوُرو توُن، ڀڪتيءَ جو دان ڏيئي،
دکڙا مِٽاءِ توُن.٣- راڳ پهاڙي ڀڄن-٢٣- ستگر دواري هل پياري، سِک ۽ شرڌا
کي ڌاري، سيس نِوائِجانءِ -ٽيڪ- سيوَڪ بڻجي گر جي سيوَ کماءِ توُن. سيوا سان من تن
جي مئل مِٽاءِ توُن. گر منتر سان چِت لائي، من جا سڀ ڦرنا ٽاري، ڌيان لڳائِجانءِ.١-
پوُرن گر کان پائي آتم گيان کي. آتم گيان سان دوُر کري اگيان کي. پنهنجو پَس
توُن پاڻ سدا، ڀيد ۽ ڀرانت نِواري، سُرت سمائِجانءِ.٢- کهي ٽيئون گر بِن کنهنجو نہ
اُڌار ٿئي. گر بِن جيوُ نہ ڀَوَساگر کان پار ٿئي. جي توُن پوُرڻ سک چاهين، تن
من جي هٺ کي هاري، گر کي ريجهائِجانءِ.٣- راڳ پهاڙي ڀڄن-٢٤- من جوُنو چِڏ
ماٹو. هِت کونہ رهيو کوئي، ٽيو سڀ جو لاڏاٹو -ٽيڪ- جِن کوت آڏيا
يارا. هُئا سوُرهيہ ٻل وارا. هِت کين رهيا سي ڀِي، سڙِي انت ٿيا چارا.١-
جي کلاوان کامل. هُئا عالم ۽ عاقل. هِت کين بچا سي ڀِي، ٿيا
ڌرتيءَ ۾ داخل.٢- جي سندر سوُنهارا. هُئا جڳ جا سينگارا. هِت کين
ٽِکيا سي ڀِي، ويا کوُچ کري سارا.٣- جي داتا هُئا داني. ۽ تپسي هُئا ڌياني.
هِتان ٽيئون وِيا سي ڀِي، جڳ چاڻ سچو فاني.٤- راڳ پهاڙي ڀڄن-٢٥- من موُرک
توُن جاڳِي. هي جنم سجايو کر، گر چرنن ۾ لاڳِي -ٽيڪ- ڏَئِي اِندرين کي

تالو. رهي سنتن جي سنگ ۾، پيءُ پريم سندو پيالو.١- هيءَ مِٿيا تي مايا. جڏ
بانوَر ٿِر نه رهي، جيئن درخت جي ڇايا.٢- سِر ڪال بيٺو آهي. رک دعوىٰ نا
دم جي، وٺ اڳ لاءِ ڪجهه ناهي.٣- جڳ سپني جيئن جاڻي. ڪهي ٽيئون ڇڏ تنهنڪي، جپ
رام نام پراڻي.٤- راڳ پهاڙي پڇن-٢٦- بندا ٻول اهو توُن ڇار. ڪيئِہ مات
گربه ۾ جو، توُن تنهنڪي ڪين وِسار -ٽيڪ- چو ٻول ڀُلائين تو. رس پوڳن ۾ ڀُلجي،
چو جنم رُلائين تو.١- جڳ بنڌن ۾ ڦاسي. ڪي ڪرم ڪري توُن نا، تيءُ نرڪن جو
واسي.٢- جنهن توکي پئدا ڪيو. تنهن مالڪ جو ٿورو، ڪيئن وِسري توکي ويو.٣-
جڳ جاڻي دک راسي. ڪهي ٽيئون هر سُمري، پاءِ آتم اوِناسي.٤- راڳ پهاڙي
پڇن-٢٧- مني رام سندي ٻولي. سُٺ پريم سچي سان توُن، تي سنتن جي گولي -ٽيڪ-
جڳ جوُنو تي سارو. رک نينهن نه تنهنسان توُن، ڪر پريوُءَ ڪي پيارو.١- هيءَ جوُني آ
ديهي. ڪر ماڻ نه تنهنجو توُن، هر سُمرن ڪر ويهي.٢- هلي سنتن جي سنگ ۾. سُٺ
وچن رکي شرڌا، رَچي لعل تي هر رنگ ۾.٣- وني ستگر ڪان سکيا. ڪهي ٽيئون رهي
تنهنتي، ڪر آتم جي لَکيا.٤- راڳ پهاڙي پڇن-٢٨- تي ستگر مان سوالي. در
تنهنجي تي آئس، ڇڏ موُنکي نا خالي -ٽيڪ- هِڪ دان اِهو چاهيان. رهي سنتن جي سنگ
۾، گڻ گوبند جا ڳايان.١- ٻيو ستگر ڏي سُمتي. رک شرن سدا پنهنجي، ڪٽ
ڪُبڌيا ءِ ڪُمتي.٢- ٽيون شپ گڻ جي راسي. ءِ گيان سچو ڏيئي، ڪٽ ڪرمن جي ڦاسي.٣-

چوتون هر درشن آشا. کهي ٿيئون من آهي، ڪر پوُري سا پياسا.۴- راڳ پهاڙي
پڇن-۲۹- امان رهجي ڪيئن ايندو. هيءُ سانگ فقيريءَ جو، ڏَسُ سُرهو ڪيئن ٿيندو.
-ٽيڪ- هِڪ ڪوٽ اندر رهجانءِ. نِت سنتن جي سنگ ۾، رهي سختيوُن سِر سهجانءِ.۱-
ٻيو مال مِنا ڪائِجانءِ. جڏهن ٻُکڙي لڳئي تڏهين، هٽ روٽيءَ ڪي لائِجانءِ.۲-
ٽِيون سيجا تي سمهجانءِ. جڏهن نِنڊ اچئي تڏهين، ڏڙ ڏرتيءَ تي ڏرجانءِ.۳-
چوتون پنهنجا ڇڏ ماري. من جا وِڪار جيئي، ڇڏ ٽيئون سڀ ٽاري.۴- راڳ پهاڙي
پڇن-۳۰- سڻ گيان سچو توُن پيارا. توُن برهم روُپ آهين، پڇ پيد پرم سارا -ٽيڪ- هيءَ
ديحي توُن ناهين. هِن تن کان نيارو توُن، نِت اجر امر آهين.۱- من اِندرين ڪان
نہ پري. سک روُپ آکنڊ توُ هي، ڏس انتر ڏيان ڏري.۲- ٻُڌ پراڻ نہ جاڻي تو. توُن
جاڻي تو تِن کي، ايئين ويد وَکاڻي تو.۳- کهي ٽيئون ڪٽ پولو. خود شاهہ سچو توُن هي،
چو غافل ٽِئين گولو.۴- راڳ پهاڙي پڇن-۳۱- گروُ انت سُهيلي ڪجانءِ. هِن
ياري پوَجل ۾، توُن نام جهاز ڏجانءِ -ٽيڪ- ڏِسي کُنن سدا کَڙڪا. مهِ
ماگر ۾ واڳوُ، دل ڪائي تو ڏڙڪا.۱- مان شرڻ تنهنجي آهيان. ڪر پار گروُ
پل ۾، تو چرنن سِر نايان.۲- آهيان نِيچ نماڻو مان. ڪر ڪرپا گُر موُنتي،
آهيان عيبن هاڻو مان.۳- کهي ٽيئون ڪر جوڙي. ڪر مکت موُنکي سوامي، سڀ جڳ
بنڌن توڙي.۴- راڳ پهاڙي پڇن-۳۲- پريم پريوُءَ سان پاءِ، منهنجا پيارا پيارا.

-ٽيڪ- ذات پات تي نہ پرسن ٿئي ٿو، پريم ڏسي ھر درشن ڏئي ٿو، پريم سان رام ريجھاءِ.١-
پريم پريوءَ سان جنھن آ پاتو، واري ڇڏيو تنھن جم جو ڪاتو، پريم جي جوت جڳاءِ.٢-
پريم جي رنگ ۾ جوئي رَچي ٿو، پريوُ تنھن وٽ پاڻ اچي ٿو، من ۾ پريم وڌاءِ.٣-
ڪھي ٽيئون ھر پريم جو پياسي، پريم مندر ۾ آھہِ نِواسي، پريم سان ھرگن ڳاءِ.٤-
راڳ پھاڙي پچن-٣٣- وٽ ستگر جي شرڻائي، آنند دائي -ٽيڪ- گر شرڻيءَ ۾
آنند آھي، چِت گر چرني رک تون ناھي، ٿئي لوڪ پرلوڪ سھائي.١- گر شرڻيءَ ۾
جيڪي آيا، موھہِ سگھي نا تِن کي مايا، تون رھہ گر شرن سدائين.٢- پرم پويتر
ستگر داوَن، ڪري پنِت کي جا تي پاوَن، ڪتي جنم مرڻ دک پائي.٣- ڪھي ٽيئون تون
ڪر نا پاسو، گر شرڻيءَ ۾ ڪر نِت واسو، ڪر مانش ديھہ سجائي.٤- راڳ
پھاڙي پچن-٣٤- ھل ستگر جي تون دواري، شرڌا ڌاري -ٽيڪ- ستگر دين ديالوُ آھي،
شرن پيَن رکپالوُ آھي، پڙُ تنھنجي تون تہ پناري.١- ستگر نام جي ناوَ چڙھائي،
پوَسند ڪان تو پار پُڃائي، وٽ اوٽ تنھينجي پياري.٢- ستگر سم بيو داتا ناھي،
گيان ڏئي جو سڀ دک لاھي، من لڳ تون تنھنجي لاري.٣- ڪھي ٽيئون ستگر جي سنگ ۾، من
پنھنجو رنگ رام جي رنگ ۾، وٽ مانش جنم سُڌاري.٤- راڳ پھاڙي پچن-٣٥- ستگر
صاف سُڻاءِ تون، ڪيئن منھنجو ڪليان ٿئي. سنتن جي وٽ اوٽ تون، ايئين تنھنجو ڪليان
ٿئي -ٽيڪ- ويري جنم جنم سندو، ڪيئن پري اگيان ٿئي. ڏيئو ٻارج گيان جو، ايئين پري

اگيان ٿئي.١- چنچل باندر من مٿان، ڪيئن منهنجو فرمان ٿئي. ٻڌ گر منتر ڏور تنهن، ايئين تنهنجو فرمان ٿئي.٢- جيوُ چؤراسيءَ کي ڇڏي، ڪيئن وري انسان ٿئي. گر سيوا هر پڳت سان، جيوُ وري انسان ٿئي.٣- ڪهي ٽيئون مؤن مٿان، ڪيئن راضي ڀڳوان ٿئي. من ۾ پريم رک سچو، ايئين راضي ڀڳوان ٿئي.٤- راڳ پهاڙي ڀڄن-٣٦- ستگر تنهنجي شرڻ ۾، ويهي ڏينهن گذاريان. سيوا تنهنجي نِت ڪري، من جي مَئِل اتاريان -ٽيڪ- سک جو تنهنجي شرڻ ۾، وَئڪنٺ ۾ نہ آهہِ سو. داوَن اهڙيءَ کي ڇڏي، ٻئي هنڌ مان نہ گهاريان.١- ستگر صوُرت تو ٻِنا، ڪڏهين ٻئي جي نا ڏِسان. هرهنڌ موُرت تو سندي، نيڻن ساڻ نِهاريان.٢- ستگر پنهنجو حال مان، توسان سارو اوريان. دين ديالوُ تو سواءِ، ٻئي سان ڪين اُچاريان.٣- ستگر تنهنجو نام جو، امرت ڪان ڀي آ منو. ٽيئون تنهنڪي نِت جپي، پنهنجو جيءُ جيئاريان.٤- راڳ پهاڙي ڀڄن-٣٧- آهين مسافر ڏينهن ٻہ ٽي، ڪر نہ ايڏو ماڻ توُن. قائم رهندين نا هِتي، ڪين پڌائِج پاڻ توُن -ٽيڪ- راوڻ راجا لنڪ جو، ڪال جنهين ڪٺ سان ٻڌو. سو ڀي آخر وِيو هليو، ايڏي تاڻ نہ تاڻِ توُن.١- ڪيڏو هرناڪس ٻلي، وَر ورتا ها جنهن گهڻا. سو ڀي قائم نا رهيو، چاڻ سچو هي چاڻ توُن.٢- ڪاروُن جوڙي جُهد سان، چاليهہ گَنج ڪيا ڪنا. سو ڀي وِيو خالي هٿين، ڪٿندين ڪيھ نہ ساڻ توُن.٣- ڪايا مايا ڪُل سندي، ڇڏ جوُني ايمان ڪي. ڪهي ٽيئون هر ڀڄن سان، ڪر پنهنجو ڪلياڻ توُن.٤- راڳ پهاڙي ڀڄن-٣٨- جي

موکش سچي جي چاهه اٿي، تان سنگر سبد ڪمائي وٺ. اوديا جي اونڌهه ميٽڻ لاءِ، ٽون گيان
جي جوت جڳائي وٺ -ٽيڪ- هي درلڀ چولو مانش جو، ڀاڳن سان توکي آهه مليو،
ڇڏي دنيا جا سڀ خيال ڪچا، هڪ رام نام کي ڌيائي وٺ.١- هي سواس امولڪ هيرا
ٿئي، ڇو وِسِيَن ماهِن وڃائين ٿو. ڌري ڌيان هريءَ جو هردي ۾، هي سڦلا سواس بڻائي
وٺ.٢- من موهه ممت ۾ لائيج نا، ڪچ چيت بندا هيءَ محل اٿي. ڪهي ٽيئون جيي
جڳديش سچو، ٽون شانتي پد کي پائي وٺ.٣- راڳ پهاڙي پچن-٣٩- پريوءَ سان ڪر
پيار ري، پريتم پيارا -ٽيڪ- جڳ سارو هي جھُوٺو جاڻي پريت نہ تنهن سان ائيج. پرم
سنيهي پريوُ پيارو پريم تنهين ۾ پائيج. هردم هرگن ڳائيج، رمز سان رام ريجهائيج.
نرمل نينهن نِيائِيج، ڪرپا ڪندءِ ڪرتار ري.١- لوپ دنيا جو نرڪ ۾ نينداءِ
تنهنسان ناتو ٽوڙج. آد جڳادي پُرش انادي تنهنسان جيءَ کي جوڙج. منهن
نا ڪڌهين موڙج، خيال خشم ۾ کوڙج. تن من پنهنجو گھورج، ٻل ٻل
تيءَ ٻلهار ري.٢- باغ بغيچا محل مڪانا مات پِتا سُت ناري. ڪهي ٽيئون ڪو
ساٿ نہ هلندءِ تو ڇو ممتا ڌاري. جھُوٺي تِن جي ياري، ڪر دل تن ڪان نياري.
عمر سڦل ڪر ساري، نام جپي نِرڌار ري.٣- راڳ پهاڙي پچن-٤٠- تو سِڪ
سان سيس نِوايان. هي ستگر سائين توُن، ڪر ڪرپا مُونتي پنهنجي -ٽيڪ- نانءُ تنهنجو شرني
پالڪ، ٻڌي آيو آهي ٻالڪ. ڪر مهر ميا توُن مالڪ، مان داوَن تنهنجي آهيان.١-

آ شاهُ تنهنجو گُر شاهي، توُن هيڻن جو همراهي. توُن بيِ‌راهن جو راهي، ڪو
تُنهنجي مَت نا پايان.٢- مان ڪپٽي ڪروڌي ڪامي، توُن بخشند آهين سوامي. ڪهي ٽيئون
انترجامي، مان تنهنجو داس چوايان.٣- راڳ پهاڙي پڇن-٤١- مان سوالي تو در
آهيان. هي سنگر سوامي توُن، ڏي نام جو دان ديالوُ -ٽيڪ- توُن ساري جڳ جو والي، ڇڏين
ڪنهنکي ڪين ڪي خالي. ڪٽ ڪرمن جي توُن جالي، مان ڏوهه ٻديوُن بخشايان.١- هي
جوُنو جڳت پسارو، ڪري تنهنڪان مان نه ڪنارو. اچي تنهنجو ورتم سهارو، ٻيو
پروَسو نا ڪو پايان.٢- ڏي پريم سندو گر پيالو، آهي جنهن ۾ نشو نِرالو. ڪر
منهنجو اندر اجالو، مان گيت هريءَ جا ڳايان.٣- ڪهي ٽيئون ڪرپا ڌاري، ڇڏ ليکو
جم جو واري. وٺ ٻوَساگر کان تاري، تو چرني سيس نِوايان.٤- راڳ پهاڙي پڇن-٤٢-
توُن ساکي چيتن آهين. توُن سيني کان نيارو، ڪڇ ڪنهنسان شامل ناهين -ٽيڪ- ڄڻ
تن سان تنهنجو ڇاهي، تن ماس هڏن جو آهي. پل کهڙا روُپ مَٽائي، توُن ڪونه تو روُپ
مَٽائين.١- ڄڻ من سان تنهنجو ڇاهي، من مايا جي وَٽ آهي. پل ڪيڏانهن پيي پيو ڪاهي،
توُن ڪونه تو ڪيڏانهن ڪاهين.٢- ڄڻ ٻُڌ سان تنهنجو ڇاهي، ٻُڌ پوُتن مان ٿي آهي. پل
کهڙا رنگ رچائي، توُن ڪونه تو رنگ رچائين.٣- توُن پراڻن کي تو ڇاڻين، ۽ اندرين ڪار
سُڃاڻين. ڪهي ٽيئون پاڻ پَڇاڻيِ، چو نه سوهم ناد وڄائين.٤- راڳ پهاڙي پڇن-٤٣-
سڀ سِڪ سان رام سنڀاريو، هي مانش جنم سڌاريو -ٽيڪ- مني رام نام جي ٻاڻي،

جا يڳتن جي من ڀاڻي. سو پل پل رام ڀُڪاريو.١- جِن رام نام لِنوَ لاتي، تِن ٻُورڻ ڀَدوي ڀاتي. تِن پاڻ تري ڪل تاريو.٢- ڪر جوڙي ٽيئون ٻولي، اپديش ٻُڌو ڪَنَ ڪولي. شري رام نام نہ وِساريو.٣- راڳ پهاڙي ڀڄن-٤٤-
ڏاڍي ستگر جي سِڪ آهي، دل درشن لاءِ واجهائي -ٽيڪ- ڪِٿ ستگر منهنجو آهي، جو پريمي آڻ سُڻائي. سِر ڏيندس تنهنکي لاهي.١- پل بادل مينهن وَسائي، سب ڪپڙا انگ ڀِڄائي. تہ بہ ويندس گر ڏي ڪاهي.٢- پل ساگر ڏي پيو ڇوليوُن، مڇ ماگر ٻولن ٻوليوُن. تہ بہ ويندس پاڻ بچائي.٣- پل سِڄ جو تيڄ تپائي، پل جهولا واءُ لڳائي. تہ بہ ويندس قدم وڌائي.٤- پل پَروَت جو پنڌ يارو، هڄي جهنگل گهور انڌارو. تہ بہ ويندس واٽ پُڄائي.٥- پل لوڪ سڄو موُن روڪي، ۽ طعنن سا پيو ٽوڪي. تہ بہ ويندس پاڻ ڇڏائي.٦- وڃي گر جو درشن پايان، کهي ٽيئون ڪشٽ مِٽايان. چرنن تي سيس نوائي.٧- راڳ پهاڙي ڀڄن-٤٥- سچي مؤج اندر ۾ آهي، ڏسي منهن مڙهيءَ ڪو پائي -ٽيڪ- جِن پاڻ ۾ جهاتي پاتي، تِن الک ڪيو اِسباتي. تنهن رمز ۾ روُح رَلائي.١- ڪري تن من جو قرباني، ڀَسي پِر جي سو پيشاني. هِت ڪائنر جو ڪم ناهي.٢- جو بيِ‌سِر ٿي هِت ايندو، سو مست مؤج ۾ ٿيندو. سب لوڪ لڄائوُن لاهي.٣- ڪيئي ٽيئون ٿيا متوالا. پي مؤج ٻَهر جا پيالا. تن من جو ڀاس ڀُلائي.٤- راڳ پهاڙي ڀڄن-٤٦- هيءُ هيرو جنم نہ هاريو،

ڪڇ ڏيان هريءَ جو ڏاريو -ٽيڪ- جو قؤل ڪري هِت آيا، سو ڇڏيئو ڀُلائي
مايا. اهو ٻول پريوءَ سان پاريو.١- مِلي هر هر نا هيءَ ديهي، جيپيو رام اڪيلو
ويهي. نِنڊ آلس غفلت ٽاريو.٢- نيڻهن سنتن سان نِت لايو، رکي شردا سيوَ
ڪمايو. سُٺي تِن جا وچن وِچاريو.٣- سِڪ تيئون من ۾ ڌاري، وئي گيان گروءَ
ڪان پياري. هي مانش جنم سُڌاريو.٤- راڳ پهاڙي ڀڄن-٤٧- جو پريم پريوءَ سان
پائي، تنهن ڀڪت ڪي ڪو نہ ستائي -ٽيڪ- هيءَ موهڻي آهي مايا، جنهن جڳ جا جيوَ
ڀُلايا. پر ڀڳتن کي نہ ڀُلائي.١- من ڪپٽي آهي ڪارو، جنهن جڳت مُنجهايو
سارو. پر ڀڳتن کي نہ مُنجهائي.٢- جم ڪال ڪنن دڪدائي، جنهن ساري سرشتي ڪنبائي.
پر ڀڳتن کي نہ ڪنبائي.٣- ڪهي تيئون جي هِت چاهيو، من ڀڳوَت ساڻ مِلايو. سک
پايو هر کي ڏيائي.٤- راڳ پهاڙي ڀڄن-٤٨- من هِڪ ڏينهن هلڻو آهي،
هِت رهڻو توکي ناهي -ٽيڪ- هي جڳت مسافرخانو، نيٺ ٿيندين هِتان روانو. ڇڏ
ممتا موهہ مِٽائي.١- مليو منش جنم تي سهڻو، سڀ ديوَن جي من مُهڻو. سو
وئرٿ ڇڏ نہ وِڃائي.٢- هٿ ايندءِ نا هيءُ ويلو، ڪر مالڪ سان تؤن ميلو. ڇڏ خيال
خوديءَ جا لاهي.٣- دل ساڌ سنگت سان لائِج، ڪهي تيئون هرگن ڳائِج. سڀ ڏؤل
دنيا جا ڍاهي.٤- راڳ پهاڙي ڀڄن-٤٩- ڏاڍو عشق اٽانگو آهي، هِت ڪائر جو
ڪم ناهي -ٽيڪ- هِن عشق ڪئِين تہ نِهوڙيا، سوين جوان زنجيرين جوڙيا. وِيا سِر جو

سانگو لاهي.١-هِن عشق جي الٽي بازي، هِت گوءِ ڪٽڻ ڪي غازي. جي سندرو ٻڌندا
ساهي.١- هِن عشق جي راهه نياري،، ڪي سوُرهيه ڪٽندا ساري. جي هلندا قربوُن ڪاهي.٣-
ڪهي ٽيئون عشق الستي، جو چاڙهي تو خود مستي. سڀ خيال دنيا جا ڊاهي.٤-
راڳ پهاڙي پچن-٥٠- هيءُ دنيا ساري فاني، ۽ ڪوُڙي آهي ڪهاني -ٽيڪ- وِيا پير
فقير امير، ۽ ڪوُچ ڪري وِيا وير. آ ڪنن ڪال جي ڪاني.١- جي مُلڪ سڄي جا
مالڪ، هُئا پوُرڻ پرٿوي پالڪ. تِن نانءُ رهيو نه نشاني.٢- ڪهي ٽيئون ٽِر نا ڪوئي،
هِڪ قائم رام سچوئي. جپ تنهنکي پل پل پِراني.٣- راڳ پهاڙي پچن-٥١- اسان
هتڙو ڪڍيو آهي حق جو، اُتي سؤدو رکيوسي پڪ جو -ٽيڪ- رام نام جي توريوُن
تڪڙي، ٻالهه ڪيوُن ٽا حق جي هِڪڙي. نکو ڪائوُن ڪٽيو تور تڪ جو.١- هِن
هٽ جو آ وَکر نرالو، جوئي وٺي سو ٿئي متوالو. لڳي جهولو نه تنهن جم جهڪ جو.٢-
هِن سؤدي ۾ خرچ نه پائي، مڙد خريدي توڙي مائي. هيءُ سؤدو نه آهي شڪ جو.٣-
جو هِت سِر ڪي اچي سنيائي، هِن سؤدي ڪي سوئي پائي. هيءُ سؤدو نه آ بڪ بڪ جو.٤-
ڪهي ٽيئون هي سُخن صفا تي، هِن سؤدي ۾ سدا نفعا تي. هيءُ سؤدو آهي لاشڪ جو.٥-
راڳ پهاڙي پچن-٥٢- سنتن تان قربان، ڪريان تن من پران -ٽيڪ- سنتن
پنهنجو روُپ سُڃاتو، پوُرڻ آتم پد ڪي پاتو. نسنگ تي نرمان.١- جنم مرڻ ڪان
سنت نيارل، پرهِت ڪارڻ چِن تن ڌارا. ڪن سڀ جو ڪليان.٢- سنت پريوُءَ ۾

پيد نہ ڪوئي، هوُ نرگڻ هي سرگڻ سوئي. آهن سي ڀڳوان.٣- سنت سچا ست راھہ لڳائن، کھي ٽيئون ڪل پرم مِٽائن. آتم جو ڏيئي گيان.٣- راڳ پهاڙي ڀڄن-٥٣-
بندا توُن پنهنجو پاڻ پڇاڻ -ٽيڪ- ڏِس اندر توُن جهاتي پائي، ڪير ٻُڌي ۽ ڪير ڳالهائي. ڪير جاڻي تو جاڻُ.١- ڪير آهيان مان ويندس ڪِٿڙي، ڪهڙي ڪم لاءِ آيس هِتڙي. سو مقصد پَهچاڻ.٢- ڇا ديهي ۽ ڇا جيوُ آهي، ڇا مايا ۽ ڇا شيوُ آهي. سڀ کي صاف سُڃاڻ.٣- کھي ٽيئون ڪري ستگرَ پوُرڻ، گيان وني ڪر سنسا چوُرڻ. پائج پد نِرباڻ.٣-
راڳ پهاڙي ڀڄن-٥٤- امرت ويلي جاڳي هر جو سُمرن ڪر انسان، جنهن ۾ راضي ٿئي ڀڳوان. سُمرن سان سک شانت مِلي ۽ ٿئي سچو ڪليان -ٽيڪ- سندر توکي جنهين ڏنو تن، سک سمپت گهر مال ڏنو ڌن. تنهنجو سِڪ سان ڪر توُن سمرن، پريم رکي ڪر پريوُ پرسن. غفلت نِنڊ کي تياڳي ڪر توُن سڦلا سُواس سُڃان.١- امرت ويلو سندر آهي، پيءُ نام جو امرت ناهي. تن من جا سڀ ڦرنا لاهي، چت کي استت شانت بڻائي. آسڻ لائي گرمنتر جو جاپ جپج پرڌان.٢- کھي ٽيئون ستسنگ ۾ هل توُن، ڪين وِڃائج وئرت پل توُن. پائي گيان اکنڊ نرمل توُن، منش جنم جو ماڻج ڦل توُن. اهڙو ويلو وري نہ ايندءِ دل ۾ ڌارج ڌيان.٣- راڳ پهاڙي ڀڄن-٥٥- ساڌ سنگت ۾ هلي پيارا سِڪ سان جپ ستنام، جنهن مان پائين توُن آرام. هر سُمرن بِن مِلي نہ ڪنهنکي پريوُ پوُرڻ ڪام.

-ٽيڪ-رام ڄپي جي ڀڳت ٻڻي ويا، مالڪ جي من سيئي وڻي ويا. پائي جيون مڪت
مٽي ويا، ڪاٽي آواڳمن اٿي ويا. رام ڪرپا سان سيڪو تن کي ڀيو ڪري
پرڻام.١- رام ڄپڻ ۾ آهي آنند، مِلي جنهين سان پد پرمانند. ڀري من ۾
ڳڻ گيان سڱنڌ، ڪاٽي ڪرم ڪال جو ڦند. جنم مرڻ جو چڪر مِٽائي ڏي لو سک جو
ڌام.٢- ڪهي ٽيئون ڪر سنتن صُحبت، رام نام جي سِک تؤن محبت. ڪڍي ڪام
ڪاوڙ ۽ ڪلفت، رک اندر ۾ ايڪو اُلفت. سيوا ڪر تؤن تِن جي سِک سان رهي
سدا نشڪام.٣- راڳ پهاڙي ڀڄن-٥٦- الي الي رام جپ، گوبند جو نام
جپ. ويل نہ وِڃاءِ تؤن، ويل نہ وِڃاءِ تؤن -ٽيڪ- پِرانڪال جاڳ ڪر، من کي سُجاڳ ڪر.
آلس کي تياڳ ڪر، رام پد راڳ ڪر. جڳ کان وئراڳ ڪر، اُونچو پنهنجو ڀاڳ ڪر.
گر کي مناءِ تؤن.١- گنگا اِسنان ڪر، دؤلت مان دان ڪر. آئي سنمان ڪر، دؤر
ايمان ڪر. ياد ڀڳوان ڪر، پنهنجو ڪلياڻ ڪر. ڪؤڙ نہ ڪماءِ تؤن.٢- ڄڳت
جنجال ٽئي، جؤڙو ڌن مال ٽئي. بيلو سِر ڪال لئي، تنهنجو نہ خيال لئي. ايشور
اڪال ٽئي، دينن ديال ٽئي. تنهنکي نہ ڀلاءِ تؤن.٣- سنتن جو سنگ ڪر، ڀرڀوءَ جو
ڌيان ڌر. گڻن سان هردو ڀر، من جي تؤن مَئل هر. ڪهي ٽيئون گر در، رام نام کي
سُمر، پرم پد پاءِ تؤن.٤- راڳ پهاڙي ڀڄن-٥٧- سُٽي ارداس گرؤ، پؤري ڪر آس
گرؤ. سُرهو انت ڪال لئي ، سُرهو انتڪال لئي -ٽيڪ- تيرٿ اسنان ڪجي، ساڌؤ ديہاڻ ڪجي.

ويدن وَکيان هجي، گيتا سندو گيان هجي. ياد ڀڳوان هجي، من ساوڌان هجي. خام نہ خيال ٿئي.١- پاوَن پرڀات هجي، گنگاجل ڏات هجي. تلسي دل وات هجي، لعلڻ جي لات هجي. ڌرم سندي ٻات هجي، تمان جي نہ تات هجي. هردو اجال ٿئي.٢- مايا جي نہ آس هجي، يوڳ جو نہ ياس هجي. موهہ جي نہ ڦاس هجي، پاپي نہ ڪو پاس هجي، آتم اڀياس هجي، ديهہ نہ اڌياس هجي. اهڙو ڀلو ڀال ٿئي.٣- ڪهي ٽيئون ڌيان هجي، اهم برهم گيان هجي، آتم وِگيان هجي، ڀيد جو نہ ڀان هجي. من نِربان هجي، آنند مهان هجي. ڀوُرو هي سوال ٿئي.٤- راڳ پهاڙي ڀڄن-٥٨- داتار توُن ديا ڪر، مالڪ توُن ميا ڪر. اِهو منهنجو عرض آ، اهو منهنجو عرض آ -ٽيڪ- سنتن جو سنگ هجي، پريم پرسنگ هجي. رام نام رنگ هجي، آنند اينگ هجي. چنگ ۽ مردنگ هجي، ڀڳتيءَ جو انگ هجي. اهو منهنجو عرض آ.١- نام سندو دان ڪپي، ڌڻي تنهنجو ڌيان ڪپي. پريم پرڌان ڪپي، مرم شرم شان ڪپي. آتم جو گيان ڪپي، وويڪ وگيان ڪپي. اهو منهنجو عرض آ.٢- ديا ڌرم دات رهي، سدا چِت شانت رهي. من ۾ ايڪانت رهي، ڀولو نڪا ڀرانت رهي. جاڳ پرڀات رهي، برهم سندي ٻات رهي. اهو منهنجو عرض آ.٣- ٽيئون ڪيو داس پريوُ، هردي ڪيو واس پريوُ. دک ڪيو ناس پريوُ، ڪارج ڪيو راس پريوُ. سڦلا ڪيو سواس پريوُ، ڪٽيو جم ڦاس پريوُ. اهو منهنجو عرض آ.٤- راڳ پهاڙي ڀڄن-٥٩- رام ڀڄن جو ڪر توُن سعايو، سعايو پريت وڌائي -ٽيڪ- اهڙو ويلو هٿ نا ايندءِ، رام ڀڄن سان سڀ سک

ٿيندءِ. سواس کي نِت کر تُون سجايو، سجايو هرگن ڳائي.١- رام پچن ۾ پوُرڻ سک ٿي. هردم جاپ جپجي گرمُک ٿي. سنت سچن جو مڃ تُون رايو، رايو هيئين هنڊائي.٢- کهي ٽيئون نِت سُمرن کر تُون. ڌيان هريءَ جو دل ۾ ڌر تُون. پچن بنا چڏ کين اجايو، اجايو جنم وِڃائي.٣- راڳ پهاڙي پچن-٦٠- هلي ستسنگ ۾ هِکوار، پريم سان جيکو ايندو. تنهنجو ٻيڙو پار، جلد پوَسنڌ مان ٿيندو -ٽيڪ- سنتن جو سنگ آهي نرمل. ميٽي من جي ٿو سيئي مَل. اندر کري اجيار، سُمت جي ڏات سو ڏيندو.١- ساڌ سنگت ۾ گيان ملي ٿو. گيان سان دل جو کنوَل کلي ٿو. ٿئي آتم ديدار، پرم سپ مِٽجي ويندو.٢- ساڌ سنگت جي سيوَ کري جو. ڀاوَ ڀڳت سان هردو پري سو، پائي پدارٿ چار، پريم جو پيالو پيئندو.٣- کهي ٽيئون جي سک کي چاهيو. ساڌ سنگت ۾ من کي لايو. ستسنگ کري اُڌار، جنم جو کشٽ کٽيندو.٤-راڳ پهاڙي پچن-٦١- هاٿي هاٿي کري وٺ هر ڀڳتيءَ جي کار. هيري مانش جنم کي هٿان تُون نہ هار -ٽيڪ- هر ڀڳتيءَ کرڻ لاءِ ٿي ديهي مِلي. چو تنهنکي رُلائين رسن ۾ رِلي. کيَل قوُل پنهنجي کي تُون کين وِسار.١- هر ڀڳتيءَ بنا نہ اڌار ٿئي. نکي منش جنم جو سُڌار ٿئي. ويهي ويهي اِها ڳالهہ من ۾ وِچار.٢- هر ڀڳتيءَ بنا کوئي ناهي سنگي. نام هر جو مِٽائي طلب ۾ تنگي. ويد شاستر سنت اِها کن ٿا پُکار.٣- هر ڀڳتيءَ بنا ٻيا ٿي جوُنا ڌنڌا. کهي ٽيئون

توکي کين پار کندا. هر ڀڳتي پڄائي تي پل ڇن ۾ پار.٢- راڳ پهاڙي ڀڄن-٦٢- لڳو پريم جنهنکي آهي، سو پل پل پُور پڄائي. حال وِڃائي مال وِڃائي، نيٺين نِنڊ ڦِٽائي -ٽيڪ- ڏِسي پريم جو پنڌ اڙانگو، هٽي کين پائي ڱَلِ گهانگهو. پريمي پريم ڪمائي لاهي سِر پنهنجي جو سانگو. هل هل هل توُن ڀي هل، پريم مارگ ۾ جلدي هل. موهه مِٽائي ڄرس هٽائي، لِنوَ لعلڻ سان لائي.١- ڀل لوڪ چوَن تنهن چريو، ۽ خلق چوي آ خريو. ڦرب وارو نا ڀُنتي هٽندو پريم چاڙهي جو چڙهيو. ڪر ڪر ڪر توُن ڀي ڪر، پريم ڪري پائي وٺ هر. نينهن لڳائي توڙ نِڀائي، محبت مڇ مچائي.٢- سڀ لوڪ لڄائوُن لاهي، هلي ٽيئون ڦربوُن ڪاهي. تعنا محڻا ڄُنيوُن ڦِنيوُن سختيوُن سوُر سهائي. وٺ وٺ وٺ توُن ڀي وٺ، پريم پريوُءَ سان پائي وٺ. ڀرم ڀُلائي وهم وڃائي، دل ۾ دوُنهن دکائي.٣- راڳ پهاڙي ڀڄن-٦٣- رک توُن رک توُن، رک توُن شرڌا ۽ وشواس پيارا. سِڪ ۽ شرڌا سان پاءِ موکش دوارا -ٽيڪ- ويدن گرن جا ست واکيه جاڻ. وشواس پوُرو تِن مانهِن آڻ. شرڌا چوَن تنهن ساڌوُ سچارا.١- شرڌا بِن نه ٿئي ڪنهنجو نيتارو. پائي دنيا ۾ ڦل شرڌا وارو. اِهي واکيه ڀڳوَت گيتا اُچارا.٢- شرڌا ساڻ ارجن سچو گيان پاتو. دريوڌن شرڌا ري هر کي نه جاتو. شرڌالن سندا ٿا ڀرجن ڀنڊارا.٣- کهي ٽيئون شرڌا پوُري جِن جي. ڀڳوان وِپتا ميٽي تِن جي. تِن جي سنگت ۾ ترن لوڪ سارا.٤- راڳ پهاڙي ڀڄن-٦٤- ڇڏي ٻيا

خيال دنيا جا، جپي وٺ رام نالو. ٻنا هرنام سُمرن جي، سواس نا ٺئي سُڦالو.
-ٽيڪ- رام جو نالو مِنو ٽي ۽ سکن جو ڌام آ. جنهن جپيو سِڪ سان سدائين تنهن
مليو آرام آ. نشو خود رام نالي جو، سين ڪان آ نِرالو.١- پوٽ ٿو
تنهنکي ستائي جو وِساري رام کي. تنهنکي ڪوئي پؤ نہ پولو جو جپي گهنشام کي. ڪري
وٺ رام جوتيءَ سان، اندر ٻاهر اجالو.٢- رام نالي ۾ اٿي گنگا جمنا
سرسوتي. رام ٽيئون پرياڳ جي سم جو جپي پائي گتي. سدا شري‌رام کي سُمري، اندر
جو ڪول ٽالو.٣- راڳ پهاڙي ٻجن-٦٥- ڪري وٺ رام جي ڀڪتي، جنهين مان ٿئي
ڀلائي. ٻنا ڀڳوان ڀڪتيءَ جي، ڪنهين نہ شانتِ پائي -ٽيڪ- ڀڪتي سان پيارو لڳي
ڀڳوان کي خود ڀڳت ٿو. ڀڪتي واري کي هميشه پوڄي سارو جڳت ٿو. ڪرم ۽ ڌرم ٺڳين
ڪان، ڀڪتي ڀڳوان پائي.١- ڀڪتي وَس نِرگڻ منجهائين ٿئي سَگُڻ اوتار ٿو. ڀڪتي وَس
ڀڪتن سندا سڀ ڪم ڪري ڪرتار ٿو. ڏسو ڪيئن ارجن جي رٿ کي، هلائي پيو گنائي.٢-
ڀڪتي سئني جي ڏِسي ڀڳوان خود سئنو ٿيو. ڌاري روُپ ڪبير جو هر ڀڳيہ
اچي پوُرو ڪيو. ڪهي ٽيئون ڀڪتيءَ جي مهما، هريءَ آ پاڻ ڳائي.٣- راڳ پهاڙي
ٻجن-٦٦- من مار توُن، هٺ هار توُن، ڪامڻ توسان ڪنت مِلي -ٽيڪ- مُک سان
مِٺڙو ٻول توُن، ڪپٽ سندو پٽ کول توُن. ٻاهر نا من ڏول توُن، ڌرم شرم جي
رهيڄ قلعي.١- وارث ۾ وشواس ڪر، پيڪن جي نا آس ڪر. نيپٽ پنهنجي

راس ڪر، تن من تنهنجي ڪر ٻلي.٢- سيوا ۾ چِت لاءِ تون، چرن پتيءَ جا ڏِياءِ
تون. ڪهي ٿيئون ڳڻ ڳاءِ تون. رانول توسان اچي رِلي.٣- راڳ پهاڙي ڀڄن-٦٧- رهه
ڌرم ۾ نِج ڪرم ۾، ٻيڙو تنهنجو پار تري -ٽيڪ- مالڪ توکي منش ڪيو، گيتا ۾
نِج انش چيو. نالو توتي هنس پيو، ويد ٻه تنهنجي صِفتِ ڪري.١- پاپ نه ڪر
انسان تون، ڌرم تي هل ٻُڌوان تون. نالي جو رک شان تون، پَٽ نه سُمهين تون پيٽ ڀري.٢-
جنهن پنهنجو آ ڌرم ڇڏيو، نرڪن ۾ تنهن اڳڻ اڏيو. پَسُن پکين سان گهمي
گڏيو، هر هر جڳ ۾ جمي مري.٣- ڪهي ٿيئون انسان سو، وير وڏو ودوان سو. سنت گروُ
ڳُڻوان سو، جو نر دِل ۾ ڌرم ڌري.٤- راڳ پهاڙي ڀڄن-٦٨- گم گيان ۾،
تيءُ ڌيان ۾، جيئين بدن هي وڃي ٻُلي -ٽيڪ- مايا جي ڇڏ مؤج ڪي، ڦرٽن جي
ڇڏ فؤج ڪي. عيشن جي ڇڏ اؤج ڪي، آتم رس پيءُ آنچُلي.١- تن جو ڇڏ اهنڪار
تون، من ڪر برهماڪار تون. ماڻهُ مؤج اپار تون، پريم هِندوري مانهِن جُهلِي.٢- جڳ
جا روُپ وِسار تون، نِج سُوَروُپ نِهار تون. ستگر شبد اچار تون، انيَوَ جو در
پَوي کُلي.٣- ڏينهن نه جاتي رات آهِ، تون مان جي نا تات آهِ. برهم سندي هِڪ بات
آهِ، ڪهي ٿيئون هل اُتي جُلي.٤- راڳ پهاڙي ڀڄن-٦٩- هر سنتن جي، هر ساڌن
جي، مهما ڪهڙي مان چوان -ٽيڪ- سنت سچا ڀڳوان تي، ڪرپا جا تہ نِڌان تي.
مڪتيءَ جا استان تي، پيرين تِن ڪي آنءُ پوان.١- شاستر ويد پُرانن جا، رِشين

مُنين ودوانن جا. انيڪ روپ خزانن جا، گيان ٻڌائن روز نوان.٢- چريا چور جوئاري جي، ڪپٽي اوگڻهاري جي، مورک مِتياچاري جي، سي سنتن سنگ ٿيا سنوان.٣- جڳت اگن ۾ ڪين جلو، ساڌ سنگت ۾ روز هلو. ڪهي ٽيئون ٿئي ياڳ پلو، وچن تِني جا ڪٿو توهان.٤- راڳ پهاڙي پڇن-٧٠- ٻلهار وڃان لکوار مان ستگر جي ديدار تان -ٽيڪ- برهمادي وئنڪٽ پُرين کي، شِو ڪبير ۽ اندريہ پُرين کي. صدقي ڪريان سَتن پُرين کي، ستگر جي دربار تان.١- سُرتر پارس چنتامڻيان، ماڻڪ موتي لعلن لڙيان. سونا چاندي صدقي ڪريان، ستگر جي اُپڪار تان.٢- ورت نيم پُڄ جپ تپ ڪيئي، تيرٿ ڪيتر ڌام سيئي. صدقي ڪريان ڪرم مِڙيئي، ستگر جي آچار تان.٣- منتر جنتر تنتر نانا، پستڪ پوٿيون گرنٿ پُرانا. ڪهي ٽيئون گهوريان وِگيانا، ستگر جي ويچار تان.٤- راڳ پهاڙي پڇن-٧١- امرت ويلي صبح سويلي، جاڳي جپ شري رام کي -ٽيڪ- امرت ويلي جي اپما، سنت سُڻائن ٿا مهما. غير ڪڏي تون اندر مان، سُمر سچي سکڌام کي.١- وئرٿ هيءُ نا ويلو ڪر، ستسنگ مانهِن سُهيلو ڪر. من موهن سان ميلو ڪر، پائيج مڪتي مُدام کي.٢- منش جنم پريات ٿي، جنهن ۾ هريءَ جي دات ٿي. بيون جوٽيون سڀ رات ٿي، هِن ۾ جپ هرنام کي.٣- ٽيئون شانتي چاهين جي، ميٽڻ پرانتي چاهين جي. پائڻ ڪرانتي چاهين جي، چڏ غفلت جي گام کي.٤- راڳ پهاڙي پڇن-٧٢- مُک ڪول تون، شپ

ٻول توُن، جنهن مان ٿئي دل شاد بند١ -ٽيڪ- ٻولڻ کين اجايو ڪر، ڪنهنجو چِت نہ رنجايو ڪر. پنهنجو وچن سجايو ڪر، جنهن مان ٿئي اهلاد بند١.١- مِنڙي ٻولڇ ٻاٽي توُن، سچ جي صاف کهاٽي توُن. پريم سندو پيءُ پاٽي توُن، جنهن مان ٿين آباد بند١.٢- جي چئين راضي رام ٿئي، اندر ۾ آرام ٿئي. هِت هُت آدر جام ٿئي، ڇڏ توُن واد وِواد بند١.٣- هيءُ تان ٻول امول تي، جنهنجو نا ڪجھ مول تي. تيئون سمجھ اتول تي، سو نا ڪر برباد بند١.٤-راڳ پهاڙي پچن-٧٣- جپ جاپ توُن، ڪٽ پاپ توُن، هر سُمرڻ هي سار آهہ -ٽيڪ- سمرڻ سڀ دک دوُر ڪري، چِت جي چنتا چوُر ڪري. سُمرڻ سک ڀرپوُر ڪري، سمرڻ شانتِ ڀنڊار آهہ.١- سمرڻ بنڌن چوڙي تو، ڀيد ڀرم سڀ ٽوڙي تو. سُمرڻ هر سان جوڙي تو، سُمرڻ سان نہ اڌار آهہ.٢- سمرڻ تاپ نِواري تو، ليکو جم جو واري تو. جنم مرڻ کي ٽاري تو، سمرڻ سان. چِتڪار آهہ.٣- سمرڻ سان سِڌ ساڌڪ ٿيا، سمرڻ هي ڪل ڪاج ڪيا. ڪهي تيئون سڀ وِگهن ويا، سمرڻ اوُپ اپار آهہ.٤- راڳ پهاڙي پچن-٧٤- سُک راس توُن، اوِناس توُن، سنگر جو هي گيان تي -ٽيڪ- ڇڏ ٻي جوُني جاڻ کي، ترشٽا واريءَ تاڻ کي. الک پُرش لک پاڻ کي، سنتن جو هي بيان تي.١- وويڪ ڪر هي ويهي توُن، من اِندريوُن نا ديهي توُن. ساکي برهم سنيهي توُن، ويدن جو وکيان تي.٢- ست چِت آنند آنهِن توُن، اَڦُر اوَستا مانهِن توُن. جڳ

وِڪئيپ ۾ نانهِن توُن، شاسترن جو پرمان تي.٣- ستگر شبد ڏيائي وٺ، سنسا پرم مِٽائي وٺ. ڪهي ٽيئون سو پائي وٺ، جو پد نِت نِربان تي.٤- راڳ پهاڙي پچن-٧٥- غم ڪائيندين، سک پائيندين، سنتن جو اپديش آهي -ٽيڪ- قوت چوي ڪو ڇئچ جيءُ توُن، پاڻيءَ وانگي ڪاوڙ پيءُ توُن. گهمنڊ ڇڏي نِت گولو ٿيءُ توُن، عجب غريبي ويس آهي.١- جيڪو توسان ڪري بُرائي، تنهن سان ڪر توُن پاڻ ڀلائي. غم ڪائڻ جي ريت اِهائي، عاشقن جو اُديش آهي.٢- من ماري غم ڪاڏي جِن آ، هاري بازي جيتي تِن آ. رمز اِها جاتي ڪِن ڪِن آ، لوڀ نه جنهن ۾ ليش آهي.٣- صبر ڏري جي ڪائن ڪسُ ڪي، پيئن اهي ٿا امرت رس ڪي. ڪهي ٽيئون سي پائِن جس ڪي، منهنجو تن آديس آهي.٤- راڳ پهاڙي پچن-٧٦- گر گيان ڏي، هر ڌيان ڏي، جنهن سان سڦلو جنم ڪريان. -ٽيڪ- آگيا تنهنجي روز مڃان، پيرو تو در تان نه پڃان،يوڳ وِشيه ڏي ڪين وڃان، چِت هر چرنن ۾ ته ڌريان.١- ستگر موُنکي ڏي سُمتي، من منهنجي مان ڪڍ ڪمتي. ست ڪرمن جي ڏي شڪتي، جنهن سان من جي مئل هريان.٢- ڪهي ٽيئون گر يڪتي ڏي، جوڳ ڪلا جي ڄڳتي ڏي. بنڌن ڪاٽي مڪتي ڏي، هِردو آنند ساڻ پريان.٣- راڳ پهاڙي پچن-٧٧- ڪر نه گينواري هل هِڪواري ستگر در تي پائي. ستگر ٽيندو توسان انت ۾ سهائي -ٽيڪ- ستگر جو درشن پائي درمت مِٽائي ڇڏ توُن. ستگر جي باڻيءَ سان سڀ حِرس هٽائي ڇڏ توُن. شرڌا ڌاري من ڪي ماري ڪر توُن ٽهل سدائين.١- ستگر جي آگيا

ڀالي جيوَن بڻائي وٺ توُن. ستگر جو نام اچاري پرمانند پائي وٺ توُن. سُرت لڳائي جوت جڳائي ميٽ اگيان اوُنداهي.٢. ستگر جو سنگ جڳت ۾ آهي ڪلياڻڪاري. ڪهي ٺيئون سنسا ميٽي ڏي تو آنند ڀاري. پريتي پائي توڙ نِيائي پائڇ پد سڪدائي.٣. راڳ پڀاڙي پڇن-٧٨- ونجانءِ توُن پريتم ونجانءِ، شرن رام جي ونجانءِ. ڪنجانءِ توُن پريتم ڪنجانءِ، جم جي ڦاسي ڪنجانءِ -ٽيڪ- ڇڏي خيال توُن دنيا جا وٺ رام شرن پيارا. سک سمپت ڪي پائي ميٽ من جا موُنجهارا. جپجانءِ توُن ہردم جپجانءِ، رام جو نالو جپجانءِ.١. مِٽ مائٽ مطلب جا ٺئي انت نہ سنگِ ڪوئي. وٺ اوٽ الک جي توُن سنگي انت ۾ ٺئي جوئي. لڳجانءِ توُن لعلڻ لڳجانءِ، رام جي ڏاري لڳجانءِ.٢. تن ماس مِٽيءَ جو ٺي ڇڏ موھ تنهينجو توُن. وٺ اوٽ رام ھِڪ جي نِت آنهِن جنهينجو توُن. ڇڏجانءِ نہ ڪڏهين ڇڏجانءِ، رام جي اوٽ نہ ڇڏجانءِ.٣. ھِن ساري جڳتر جي ٺي پريتي دڪدائي. ھِڪ رام جي پريتِ سچي ڪهي ٺيئون آ سڪدائي. رهجانءِ توُن ساجن رهجانءِ، رام جي داوَن رهجانءِ.٤. راڳ پڀاڙي پڇن-٧٩- رکجانءِ توُن من ۾ رکجانءِ، گيان گرن جو رکجانءِ. لکجانءِ توُن گيان سان لکجانءِ، آتم لعل کي لکجانءِ -ٽيڪ- گر گيان سچو روشن اگيان مِٽائي ٺو. سڀ سنسن کي ميٽي اُر جوت جڳائي ٺو.١. گر گيان گنگاجل جِيون سڀ پاپ نِواري ٺو. ءِ جهاز سم پل ۾ ڀوَساگر تاري ٺو.٢. گر گيان سچو امرت

نِت امر بڻائي ٿو. دک جنم مرن ميٽي سک مانھِن سمائي ٿو.٣- گر گيان بِنا
نہ مِلي ڪھي ٽيئون مڪتي ٿي. گر گيان موڪش پد ڏي ھيۓ ويدن اُڪتي ٿي.٤- راڳ پھاڙي
پچن-٨٠- ستگر دواري ھل ، پريمي ھِڪوار ٿوُن. درشن ڪري پنھنجو بيڙو ڪر پار ٿوُن.
-ٽيڪ- سِڪ شرڌا سان جيڪو گروۓ جو درشن پائي ٿو. ست وچن ھردي ڌاري من جي سو مئل
مِٽائي ٿو. سچي سِڪ شرڌا ياۓ، ستگر ۾ ڌار ٿوُن.١- ھِن لوڪ ۽ پرلوڪ ۾ ٿئي
ٿو ستگر سدا سھائي. پنھنجي مھر جو ھٿ ڌاري ڏئي ٿو ڪمي نہ ڪڇ ڪائي. وٺي
شرن ستگر جي، آواگمن ٽار ٿوُن.٢- گر گيان ڌيان ڏيئي ڀرم ۽ ڀيد ھٽائي ٿو.
اگيان سنديۓ نِنڊ مان ڪري ڪرپا تہ جڳائي ٿو. ڪھي ٽيئون گر ڪرپا سان، ليڪو جم وار
ٿوُن.٣- راڳ پھاڙي پچن-٨١- ستسنگ سڀ ڪرمن ڪان، جڳتر ۾ سار آھِہ. گرنٿن
ڪئي جنھنجي مھما اپار آھِہ -ٽيڪ- ست پرشن جي سِڪيا سدا ٿن من ڪي سُڌاري
ٿي. ست پرشن جي ٻاڻي ٻُڏڻ سان پاپ نِواري ٿي. ڀُٽيہ روُپ سنتن جو، درشن ديدار
آھِہ.١- ڪليگ ۾ ستسنگ جي سين ڪان وڏي وڏائي آ. جِن سِڪ سان ڪئي سيوا
سڦل ٿي تِن جي ڪمائي آ. نيچن ڀي اوُنچ پد، پاتو نِرڌار آھِہ.٢- بِنا
ستسنگ جي ڪڏھين نہ پائي شانتي ٿو ڪوئي. رڪيو پريم جنھن ستسنگ سان سدا سک شانت لھي
سوئي. ڪھي ٽيئون گيانِن جو اِھو ويچار آھِہ.٣- راڳ پھاڙي پچن-٨٢- جڏھن من جو
موھہ مِٽائيھِدين، تڏھن آتم سک کي پائيندين. جڏھن سُرتي شبد مِلائيندين، تڏھن انيِوَ

جوت جڳائيندين -ٽيڪ-جيسين ممتا تنهنجي مايا ۾، تيسين سک نا لهندين ڪايا ۾. جڏهن
وِرهه وئراڳ وسائيندين، تڏهن امرت جا ڦل کائيندين.١- جيسين هؤن مان تنهنجي آ تن ۾،
تيسين روئندو رهندين تؤن من ۾. جڏهن ناد نِسنگ وڄائيندين، تڏهن نِرڀيه ٿي گڻ ڳائيندين.٢-
جيسين ستگر جو سنگ تؤن نه ڪندين، ڪهي ٽيئون شانتي نا لهندين. جڏهن گر ڪان گيان پرائيندين،
تڏهن من کي شانت بڻائيندين.٣- راڳ پهاڙي ڀڄن-٨٣- ڇڏي پاپ سڄن، ڪري رام
ڀڄن، پنهنجو جنم سُڌار -ٽيڪ- ٻرو پاپن جو آخر پريڻام ٿي. هِت دک
درد اڳيان نرڪ ڌام تي. اِهو ڌيان ڌري، پڙيه ڪرم ڪري، پنهنجو جنم سُڌار.١-
رک دل ۾ ديا ۽ ڌرم ڌار تؤن. ڇڏي ڪوڙ ڪپٽ سچ جي ڪر ڪار تؤن. من مان غير ڪڍي،
وِروڌ وير ڪڍي، پنهنجو جنم سُڌار.٢- ڪري ستسنگ سيوا سان چِت لاءِ تؤن. ڪهي ٽيئون
هريءَ ساڻ هِت لاءِ تؤن. هر ڀڳت بڻي، وني ڪرپا ڪٽي، پنهنجو جنم سُڌار.٣- راڳ
پهاڙي ڀڄن-٨٤- دل تڙڦي ٿي جِن جي خاطر، سي سنت سچارا آئيا. مهر
ڪري مِسڪين مٿان داتا دل وارا آئيا -ٽيڪ- کهڙي مهما تِن جي ڳايان مان.
لک ٿورا تِن جا ڀانيان مان. ٻاجهه ڪري ٻالڪ تي پنهنجي، پرم پيارا آئيا.١-
اڄ دل کي بهاري آئي آ. خوشي من ۾ خوب سمائي آ. کهڙي ڀيٽ ڌريان تِن جي
اڳيان، ڀري پير ادارا آئيا.٢- ڪهي ٽيئون منگل منايان تو. ملي گيت تِني سان ڳايان
تو. ڪري ديا داس تي دين‌بنڌو، سي اندر اجارا آئيا.٣- راڳ پهاڙي ڀڄن-٨٥-

جو وچن ڪيو تي سو، ٻُلائي نہ ڇڏجانءِ. مات گرڀ ۾ جيڪو، وچن ڪيو تي سو توُن ٻُلائي نہ ڇڏجانءِ -ٽيڪ- درلڀ مليو تي مانش چولو، وني گيان پوُرن ڪنڄ پرم پولو. ڦسي موهہ مايا ۾، وِشيہ ڀوڳ ڀوڳي سو توُن رُلائي نہ ڇڏجانءِ.١- هر هر اهڙو مِلندءِ نہ موقعو، سنت شاستر هي ڏِين تا هوڪو. ڀُلي ڀڳوان ڪان من، پاپ ڪرم ۾ سو توُن وِڃائي نہ ڇڏجانءِ.٢- هِڪ هِڪ سواس هي آهي امولڪ، ڪهي ٽيئون مَت جنهنجي نہ ماڻڪ. بِنا هري نام جي توُن، غفلت گينواريءَ ۾ سو گنوائي نہ ڇڏجانءِ.٣- راڳ پهاڙي ڀڄن-٨٦- پاڙج پنهنجو سوئي، ڪيُئہ جو قوُل پريوُءَ سان -ٽيڪ- جڏهن گرڀ ۾ اتِ دک پايو، تڏهن هريءَ کي تو ليلايو. ڏاڍي ڏکن مان روئي.١- وچن وِسارڻ واجب ناهي، آخر پريوُءَ سان ڪم آهي. ياد ڪجانءِ توُن اوئي.٢- ڪل ڪٽنب ۾ دل نہ ڦسائج، ڪهي ٽيئون سچ وٺج وِهائج. انت سنگي ٽئي جوئي.٣- راڳ پهاڙي ڀڄن-٨٧- من ڦير نا ڪر دير نا، سيوا سمرڻ دان ۾ -ٽيڪ- ڪري بهانا ڪين نٽائج، ڀڄن ڪرڻ کان چِت نہ هٽائج. موهہ ممت کان منهڙو مَٽائج، وِجهہ نہ وِتي هر ڌيان ۾.١- سوارٿ جو سنسار اٿي، مطلب جو پريوار اٿي. جوُنو تِن جو پيار اٿي، پاءُ رکج ڀڳوان ۾.٢- سِڪ شرڌا کي هردي ڌاري، ڀڳتيءَ جي ڪر ڪار پياري. پمراجا جو ليکو واري، سُرت رکج گر گيان ۾.٣- ڪهي ٽيئون گر سيوا ڪر توُن، دان ديا سان هردو پر توُن. دين ڏکين جا ڏکڙا هر توُن، جَسَ کي پاءِ جهان ۾.٤-

## - اوم ستنام ساکي - راڳ لوڙائو پڇن - ١ -

سنگ سرتيون ٽيو ستگر سان، کرم لکيو کير مٽي -ٽيک- ستگر در تي دانهين، پيس
ٽني جي پانهين. ترت جهلي ٽن بانهين، نيڻ چڙيائون ت پٽي.١- قؤل اڳي جي کيڙا،
اوڏا اچي سو ٽيڙا. پارڻ مونکي پيڙا، سر تڏهين ڏنم سٽي.٢- عشق پڇي کئي
اٻلي، هنر ٻلي ويا نقلي. جهلبَس کنهنجي ن جَهلي، قت ويو قتيل جا
قٽي.٣- ٽيئون چِني جڳ ناتو. نينهن گرن سان لاتو، روئان تي ڏينهن راتو، جهٽکو ڏئي
دل ويا جهٽي.٤- راڳ لوڙائو پڇن-٢- درد جِني ٽن جي ٻني. پري وَٽي گرن
ڏني -ٽيک- چوَن پيون پر واريون، کيو کو درد جو داروُن. سَوين وِڏيون ٽن قاروُن،
نام بِنا نانهن ڏني.١- وچن کٽي وشواسي، آتم گهر ٽيا واسي. وينا کٽي
جم قاسي، کال سندي پئہ ن ٽني.٢- عشق کسائي آهي، کونڌر کيهي کهائي. سانگو
سِر جو لاهي، کسڻ اچن کي ت غني.٣- کهي ٽيئون وئراڳي، آهن سي وڏيا ڳي.
چوٽ وِرهہ جِن لاڳي، ڏن ڏن سيئي پڇني.٤- راڳ لوڙائو پڇن-٣- درد جِني جي
دل ۾، سي ت گهمن متواليون -ٽيک- قؤل اڳي جِن کيڙا، پارڻ ٽن کي ٽيڙا.
ڳوڙها ڳڙهي ٽن پيڙا، سڻِ سوُرن جوُن ڳالهيون.١- اکر ويو جِن کي جڙي، سنگ
کري هِکڙي گهڙي. پاتو ٽن منهن ت مڙهي، عجب چلن سي چاليون.٢- ٻاڻ برهہ

جا ڀاري، جن کي لڳا ڪاڀاري. روئن زارون زاري، اکڙيوين تن جوُن آليوُن.٣-
ٺيئون لڇائوُن لاهي، اڳتي هليوُن جي ڪاهي. پاڻ ڏنو تن ناهي، ڪولي دل جوُن تاليوُن.۴-
راڳ لوڙائوُ پچن-۴- ساز سَوان اٿم نوان، ديهه دنبوُرو پايان -ٽيڪ- قرب
ڪِليوُن ڪپاٽ هٽي، سوُرن ڪيا سات ڪٽي. وِرهه جي وئي وات وٽي، گڻ گوبند
جا ڳايان.١- تاروُن رَڳن جوُن تڪڙيوُن، جانِ اندر ۾ جڪڙيوُن. پريم پڪي ۾
پڪڙيوُن، پيچ پِرين سان پايان.٢- ساز وڳو سُر وارو، سپ سازن کان نيارو.
پِرانن کان سو پيارو، نينهن تنهين سان لايان.٣- ٺيئون ٻِڌم ساز جڳي، ستگر جي وات
لڳي. وحدت جي تار وَڳي، مست اُنهيءَ تي آهيان.۴- راڳ لوڙائوُ پچن-۵-
علم پڙهان هِڪ اکر اچي نا، اُڻ عشق جي آئي اديوُن. عشق جي ڳالهه وٽي تي
موُنکي، ڪانه وٽي ٻي وائي اديوُن -ٽيڪ- پنڊت پوٿيوُن پڙهي وِڙهن ٿا، وَحد رکي تہ وڏائي
اديوُن. الٽو ڏِين ٿا آڳ اندر کي، ڪوُڙن ڪَل نا ڪائي اديوُن.١- ستگر جو ست
شبد جپي موُن، لِنوَ اکنڊ آ لائي اديوُن. ويدن جي جِت گم ناهي ات، منهنجي
سُرت سمائي اديوُن.٢- انل پکيءَ جيئن عشق گگن ۾، عاشق رهن سدائين اديوُن.
پير نہ پَٽ تي پائِن ڪڏهين، تن جي سمجهه سَوائي اديوُن.٣- ڪهتا ٺيئون عشق اندر ۾،
ڪاتي قرب وَهائي اديوُن. گهايل جاٽي گهاءُ عشق جو، روئي رات وِهائي اديوُن.۴-
راڳ لوڙائوُ پچن-٦- عشق عقل کان آهِ وِديهي، سئر ڪري چوُڏار ادا -ٽيڪ-

عقلمندن ڪان عشق پري ٿي، ڳالهيُون ڪرن آپار ادا. ڪرڙيءَ ٻن نر ڪونہ تري
ڪو، ويد پڙهي پل چار ادا.١- چور وِڪار ڌرن هميشه، ڏِسي عشق تروار
ادا. چار پدارٿ ڪرن مزوُري، عشق سندي هروار ادا.٢- آڳ عشق جي رنگ
اُلٽائي، لعل ڪري تن جار ادا. جيوَ منجهان تو برهم بڻائي، عشق مٿان ٻلهار
ادا.٣- ڪهي ٽيئون آ بات عشق جي، لوڪ ٽِنهين ڪان ڏار ادا. علم بِنا نہ بڻائي
عاقل، ڪولي انيئہ دوار ادا.٤- راڳ لوڙائوُ پچن-٧- من چيتن جي لڳي لڙائي،
ڪورٽ ڪن ٿا روز مِنا. هرڪو پنهنجا خيال ٻڌائي، ڏاري دل ۾ سوز مِنا -ٽيڪ-
من نہ چوي ڪاڻُ مال مِنايوُن، پٽ جا ڪپڙا پاءِ مِنا. چيتن چوي رَهہ راضي سيِ ۾ ،
خيال بٽيءَ سان لاءِ مِنا.١- من نہ چوي لُٽ مال پرائو، سيٺ بٽي پاءِ شان مِنا.
چيتن چوي سيِ ڌرم ڪري ڇڏ، ميٽي من جو مانُ مِنا.٢- من نہ چوي گهر پنهنجي گهارج،
خوُب وڏي پريوار مِنا، چيتن چوي ٿي جڳ ڪان نيارو، ڪٽِہ موهہ جو چار مِنا.٣-
ڪهي ٽيئون من لوڪ ٽِنهين ۾، غافل ٿي نہ گذار مِنا. ساڌ سنگت هر يڪتي ڪر
جا، نيهُہ ٿئي هروار مِنا.٤- راڳ لوڙائوُ پچن-٨- توُن چو تو وقت وِڃائين.
ڪڇ سوچ سمجهہ من مانهين -ٽيڪ- سواس امولڪ لعل سچا هي، غفلت مانهِن
گنوائين. ڪوڏيءَ بدلي لعل وِڃائي، پوءِ مٿان پڇتائين.١- انت ويلي سي ڪم نا ايندءِ،
جِن کي پنهنجو پائين. تن ڏن توسان ساٿ نہ هلندو، چو تو موهہ وڌائين.٢- امرت نام

هريءَ جو تياڳي، وِهه وِشين جي ڪائين. ڪلپ ورڪش ڪي ڪاٽي مُورک، ڇو تو ٻٻر لڳائين.۳-
اڪ جا وڻ پوکي تُون جڳ ۾، انبن ڪي تو چاهين. ڪهي ٽيئون سک ڪيئن پائيندين، ڪوتا ڪرم
ڪمائين.۴- راڳ لوڙائو پچن-۹- گروُ آهيان ڪير سٽائيج، تُون ساڪي پاٺ ڪي پائيج.
-ٽيڪ- ستگر ساڪيءَ ڪي مان پنهنجو، روُپ ڪري ڪيئن جاٽان. مهاواڪيه جو ارٿ وِچاري،
تن جو پرم پُلائيج.۱- ستگر ساڌن ڏسُ تُون مُونکي، نشچل سک ڪيئن پايان.
سمجُهه سَجاتيءَ ۾ سک آهي، تنهن ۾ سُرت مِلائِج.۲- ستگر سُرت سَجاتيءَ
۾ مان، ڪهڙيءَ ريت مِلايان. جڳ مِٿيا ست آتم جاٽي، آتم ۾ چِت لائيج.۳-
ڪهي ٽيئون تنهن آتم پد ۾ اِستِٿ من ڪيئن ٽيندو. پل پل آتم چِنتن ڪرڪي،
تنهن ۾ من نهرائِج.۴- راڳ لوڙائو پچن-۱۰- تُون سَروَ وياپڪ آهين. ڪِتي چوان
تُون ناهين -ٽيڪ-ڪاٽي پوڳ وِشيه ڪي پوڳين، ڪاٽي جوڳ ڪمائين. ڪاٽي مؤن ڪرين تو مؤني،
ڪاٽي هرگن ڳائين.۱- ڪاٽي ناڪر بڻجي وينين، ڪاٽي پوڳ لڳائين. ڪاٽي ديوَل مڙهيوُن
پوُجين، ڪاٽي مندر ڍاهين.۲- ڪاٽي در در بيک منگين تي، ڪاٽي شاهه سڏائين. ڪاٽي
نِوڙت نياز ڪرين تو، ڪاٽي حڪم هلائين.۳- ڪاٽي نيارو تي نِهڪرمي، ڪاٽي ڪرم
ڪمائين. ڪاٽي پرگهٽ پاٺ ڪرين تو، ڪاٽي پاٺ ڇپائين.۴- ڪاٽي گياني گُر تي وينين، چيلو
ڪِتي چوائين. ڪهي ٽيئون هر رنگ روُپ تي، نانا ڪيل ڪِلائين.۵- راڳ لوڙائو پچن-۱۱-
ڇڏ تُون مان ۽ منهنجو. هِت ڪڇ پي ناهي تنهنجو -ٽيڪ- جڳ ۾ جنهن ڪيو مان ۽ منهنجو،

پاتو تنهن دک ياري. خالي هٿين هِتان سو وِيَڙو، تيو نہ سنگي کو تنهنجو.١- مِٽ
مائٽ تي سپ مطلب جا، تِن جو ماڻ نہ کر توُن. انت کال ۾ پاس اچي نا،
ساٿ کندءِ کو سنهنجو.٢- مان مان کر دريوڌن ماريو، راوڻ لنک جلائي. سارو ونس
وِڃائي پنهنجو، انت کيائوُن اهنجو.٣- کهي تيئون ايمان تياڳي، پڇن هريءَ جو
کر توُن، دنيا ۾ دل نا اٽکائِيج، پريوُءَ کي کر پنهنجو.٤- راڳ لوڙائوُ
پڇن-١٢- سوالي آهيان مان سوالي سدا. پريوُ تنهنجي در تي مان سوالي سدا -ٽيک- پڇن
پاوَ يکتيءَ جي بخشيش کر. رهان مان نماڻو تي آسيس کر.١- سدا سنگ
سنتن گرن جو مِلي. ٻڌي ٻول تِن جا کمل من کِلي.٢- سچائي صفائي سدا ڏي
هري. کپٽ کوُڙ من ۾ رهي نا ذري.٣- کهي تيئون شانتي سُمت ڏي سچي. جپيان نام
تنهنجو جڳت کان بچي.٤- راڳ لوڙائوُ پڇن-١٣- سُهيلو هري توُن سُحيلو کجانءِ.
منهنجو انت ويلو سُهيلو کجانءِ -ٽيک- اچن جي کڏهن ڏينهن ڏکن جا کٽي. ڏکن
۾ نہ ڏاتر ڏهيلو کجانءِ.١- خوشين ۾ گذاريان هميشھ هري. نہ ٻاري غمن ۾ ٻحيلو
کجانءِ.٢- هڄين ساڻ موُنسان سدائين هري. وِڇوڙي سندو توُن نہ ويلو کجانءِ.٣- کهي تيئون
منهنجو عرض هي سُٽي. اچي انت ويلي توُن ميلو کجانءِ.٤- راڳ پهاڙي پڇن-١٤-
وڃي تي هٿن مان وڃي تي هلي. حياتي هٿن مان وڃي تي هلي -ٽيک- هٿا ساڻ توسان
هلي سي ويا. اڄان تو نہ دل آ دنيا کان پَلي.١- ڳُنا کال جوڏا سَوين سوُرما.

اهڙو ڪال توکي سُجهي نا ٻلي.٢- پري ڪٽنب توکان پڇي پيو پڇي. اجان توُن نہ
تِن جي ڇڏين تو گلي.٣- ڪهي ٽيئون گر جي وني اوٽ توُن. پڇن سان حياتي ڪري وٺ
پلي.٤- راڳ لوڙائوُ پڇن-١٥- جپي وٺ هري توُن جپي وٺ هري. سدا سِک سچيءَ سان
جپي وٺ هري -ٽيڪ- عمر هيءَ اجائي وڃائي نہ ڇڏ. رکي پاپ جي سِر مٿان توُن پري.١-
سمو هيءُ سارو سمهي نا وِڃاءِ. اُٺي هر جپي وڃج ڀَوسنڌ تري.٢- ڪڍي
موهہ مايا جو من مان منا. سدا هر جپِج نا ڀُلائج گهڙي.٣- بِنا هر پڇن
هي جنم نا گنواءِ. ٽيئون منش تن هي نہ ملنديءَ وري.٤- راڳ لوڙائوُ پڇن-١٦-
نيارا جڳت کان نيارا رهن. سدا برهمگياني نيارا رهن -ٽيڪ- جيئين ڪمل جل ۾
نيارو رهي. ٽيئين صاف ساڌوُ سچارا رهن.١- ڏَئي روشني سِج رهي جيئَن جدا. ٽيئين
سنت جڳ ۾ اُجارا رهن.٢- ڪهي ٽيئون تَن سان ڪرم ڪن سيي. ڪندي ڪم اسنگ سي اُدارا
رهن.٣- راڳ لوڙائوُ پڇن-١٧- ڪيو سنگ سنتن جو سِک سان سدا. ملي گيان
جنهن مان برهم جو ادا -ٽيڪ- رکي پريم شرڌا سنتن ۾ وڃو. سُٺي وچن سنسا پرم سيِ
پڇو.١- ڪيو مَنن تِن جو اڪيلو رهي، مَنن سان ٽئي تو امن من سهي.٢- ڪري
چِت ايڪاگر ڌريو ڌيان ڪي، ڌري ڌيان پايو سچي گيان ڪي.٣- سچي گيان سان تو مِلي
آتما، لکي آتما کي ٽيو لاتما.٤- ٻٽي لاتما برهم آنند لهو، ڪهي ٽيئون جيوَن
مڪت ٽي رهو.٥- راڳ لوڙائوُ پڇن-١٨- ڀُلايو نہ ڀڳوَت جڳت ۾ ڀُلي، جنم

نا وڃايو رَسن ۾ رُلي -ٽيڪ- ڇڏي يوڳ وِشيوُن جهيو رام کي، جهي رام پايو پرم ڌام کي.١- جڳت جي ڇِتن ۾ نه ڦاسي پئو، ڇِتن جو ڇِنيندڙ تہ ڳولهي لهو.٢- ڪهي ٽيئون ستسنگ ۾ نِت رهي، ڪيو جنم سڦلو گڻن کي گهي.٣- راڳ لوڙائوُ پچن-١٩-
سُنو سنگ سنتن جو وٺ توُن ڪري. ٻُرن جي سنگت ڪان پڇڇ توُن پري -ٽيڪ- سنو سنگ سدائين ڪري تو سُکي، ٻُرو سنگ هردم ڪري تو دکي.١- سنو سنگ سڀ کي سڌاري سدا، ٻُرو سنگ جڳ ۾ تو ڪاري ادا.٢- ڪهي ٽيئون منهنجي سکيا جي مڃو، سنن جي سنگت ۾ سدائين وڃو.٣- راڳ لوڙائوُ پچن-٢٠- بندو در بندي جا پلي پيو لَتي. لَتي ڇا
ڪندو در پريوُ جي پٽي -ٽيڪ- رهي رام راضي بندو ڇا ڪندو، مَتي منحن نہ مالڪ مَتي پل بندو.١- ڇڏي گهر ڦِتائي بندو جي ڪٽي، سگهي ڪير ڊاهي اڏي جي ڏٽي.٢- ڪهي ٽيئون وٺ توُن شرڻ رام جي، ڇڏي آش من مان خلق عام جي.٣- راڳ لوڙائوُ پچن-٢١-
عجب ڏنو اِسرار جِني تِن، چڙهيو بِرهہ بهار اچي -ٽيڪ- لِکي لوڪ کان ليئڙو پائي، محبت ۾ ٿيا مڙد مچي.١- سانگو پنهنجي سِر جو لاهي، پتنگ جِيان ٿيا لعل پچي.٢- قدرت جي ڳجهہ کي ڄاڻي سي، سالڪ ڪن ٿا ڪين سچي.٣- ڪهي ٽيئون سي رمز پَروڙي، رانول جي رنگ رهيا رچي.٤- راڳ لوڙائوُ پچن-٢٢- ڏاتر
لاءِ مان ڏوُنگر ڏوريان، ديس ٻيان پرديس اديوُن -ٽيڪ- دِل ۾ درد دکائي پاتو، وِرهہ سندو موُن ويس اديوُن.١- خاڪ لڳائي سِر پنهنجي تي، لاٿم سيئي لِبيس اديوُن.٢-

پِرين لاءِ جوڳي ٿي در در، الک چوان آديس اديون.٣- ٽيئون پِرين بن دل
ديواني، پريم ڪيو پرويس اديون.٤- راڳ لوڙائو پڇن-٢٣- ڏن ڏن ستگر درشن
تنهنجو، دِلڙيون ٺارِيئِہ درشن سان-ٽيڪ- پريمين ٿي نِج ڪرپا ڌاري، امرت پِيارِيُئِہ
درشن سان.١- ڪيئي ڪامي ڪروڌي ڪپٽي، ترت اڌارِيئِہ درشن سان.٢- خوشِين سندا
دروازا کولي، دکڙا ٽارِيئِہ درشن سان.٣- کهي ٽيئون گر پريمِن جا سپ، ڪاج
سنوارِيئِہ درشن سان.٤- راڳ لوڙائو پڇن-٢٤- ڏن ستگر ڏن وچن تنهينجا،
پرم پواري وچنن سان-ٽيڪ- منش سندو اوتار ڌري تو، جيوُ اُڀاري وچنن سان.١-
ستسنگ جو ديپڪ لڳائي، پريم پِياري وچنن سان.٢- ٽاپن جي سپ تپت نِواري،
هردو ٺاري وچنن سان.٣- کهي ٽيئون ڳُل کلي اُپاڌي، برهم ڏيکاري وچنن سان.٤- راڳ
لوڙائو پڇن-٢٥- ڏن ڏن پريوُ پڪتي تنهنجي، ڪيئي سُڌارِيئِہ پڪتيءَ سان-ٽيڪ-
پڪتي توکي پرم پِياري، شبري اڌارِيئِہ پڪتيءَ سان.١- پڪتيءَ ٿي ٿي پريوُ راضي،
کهڙي سنوارِيئِہ پڪتيءَ سان.٢- پڪتي تنهنجي سپ کان اوُنچي، کرما ٽارِيئِہ
پڪتيءَ سان.٣- کهي ٽيئون هر پڪت وَچل توُن، اڌم اڌارِيئِہ پڪتيءَ سان.٤- راڳ
لوڙائو پڇن-٢٦- جادوُ هڻي وِيا جيءَ ۾ جوڳي، لوُنءَ لوُنءَ ٽِن کي ساري امان-ٽيڪ-
پاجهہ ڪري پانهيءَ ٿي وِيڙا، پريم پيالو پِياري امان.١- چنگ چوري چِٽ چريو ڪري
وِيا، ميڪ محبت جي ماري امان.٢- پل پل پڌ پڇان مان تِن جا، ڏي ڏس وِيا ڪنهن

پاڙي امان.٣- ڪهي ٽيئون سي جوڳي وِيڙا، مئل دل تہ جيئاري امان.۴- راڳ لوڙائؤ يڄن-٢٧- اندر سڀ اِسرار، ڏس توُن ، جهاتي پائي جيءُ ۾ -ٽيڪ- اندر سوُريہ تارا ڪَتيوُن، چنڊ سندو چِمڪار.١- اندر مڙهيوُن مندر شِوالا، ديوَن جو ديدار.٢- اندر گوڪل گايوُن گوپيوُن، راس منڊل رنگدار.٣- اندر گنگا جمنا تيرت، ڪاشي ۽ ڪيدار.۴- ڪهي ٽيئون آهِہ تنهنجي اندر، سارو هي سنسار.۵- راڳ لوڙائؤ يڄن-٢٨- ويھُہ نہ مسافر وات تي، کُلي بندر جي تہ بزار ٿَئي -ٽيڪ- جلدي پهُچِہ رات پوي نا، گهِري وِچ ۾ غار ٿئي.١- ڏينهن تتي يي ڪاهِہ اڳتي، ويجهي ات وڻڪار ٿئي.٢- سمجهي سمجهي وٺج ڪجاڻ توُن، گوُنگن جي گفتار ٿئي.٣- ثمر سنياري ساڻ ڪٺج جو، آخر هلٺو پار ٿئي.۴- ڪهي ٽيئون هل همت رکي توُن، دل ۾ جي درڪار ٿئي.۵-

-اوم ستنام ساڪي- راڳ پيلو يڄن-١-

توُن پريوُ پوشڪ آهين، ٻل منهنجو ناهي ٻيو -ٽيڪ- ماپ پِتا سُت ناري، مِت مائٽ ۽ ڀائي. سڀ آهن سک جا ساٿي، ٿئي ڏک ۾ سنگ نہ ڪو.١- توُن شرن پِيَن جو پالڪ، ۽ ساڪي آنهن سڀ جو. هي دل جو درد سڃاڻي، ڏک جنم مرڻ ڪنجو.٢- رويداس اجاميل نامو، سڏنو سئنو شبري. گج گنڪا ۽ گِڏ جهڙا، لک پاپي

تاريا تو.٣- کھي ٿيئون هردم منهنجو، تون آهين اوٽ اجهو. هر تاپ وِڃهن تن من جا، هي
عرض سُٽي منهنجو.۴- راڳ پيلو پچن-٢- بِرهه جي باهه، ۾ کي پيارا پچن تا. جيءُ
جَلائي پنهنجو رنگ رچن تا -ٽيڪ- مرلي سرپ سُن، سُرندي سُن ڏن. ڏياچ جيئن
پُن، سيس ڏين تا.١- کرنگ سُن ناد، پنور لي سگهنڌ. ديک چکور چند، اُلا چُڳن
تا.٢- مِينا رَهت جل، سوُرا لڙت دَل. ڏسيو بادل، مور نچن تا.٣- مڇ
۾ پئي پتنگ، ساڙن سڀ انگ. نريئه تي نِسنگ، جيئري جلن تا.۴- ٿيئون لڄائون
ٿوڙي، من جوُن واڳوُن موڙي. جيوُ برهم جوڙي، امر ٿين تا.۵- راڳ پيلو پچن-٣-
ستگر جي سنگ سان ٿِيڙو، آنند اپار آ -ٽيڪ- ستگر جو درشن پائي، دک سڀ دوُر
ٿي ويا. پرسن ٿِيو منهنجو جيئڙو، نيٽين ٿيو ٺار آ.١- ستگر جو منتر سمري،
منڙو ٿيو اِستت منهنجو. اندر موُن پائي ليئڙو، ڏٺو اسرار آ.٢- ستگر جو
گيان سٽي، من ۾ ٿيو آتم نشچو. مٽي پرم پيد وِيڙو، کٽيو جم چار آ.٣-
کھي ٿيئون ستگر مليو، ڏن ڏن ٿيا ڀاڳ منهنجا. انيئه جو جڳيو ڏيئڙو،
مِٽيو انڌکار آ.۴- راڳ پيلو پچن-۴- ستگر سٽائِڇ موُنکي، من کي کيئن
مارجي. گر جو اپديش ڏاري، من کي سنگهارجي -ٽيڪ- من جو سوَروپ کهڙو، ڦرٽو
آهِ روُپ تنهنجو. جڳتر کان کيئن ڇنجي، وِراڳ کي ڌارجي.١- آهيان ما کير
سوامي، ساکي سوَروُپ تنهنجو. تنهنکي مان کيئن جاڻان، وچن ويچارجي.٢- گيان جو روُپ

کھڙو، چاڙھ مان برھم آھيان. نشچو ٿئي ڪيئن اھڙو، سنسن کي ٽارجي.٣-
سنسن کي جن آ ساڙيو، مھما سُڻاءِ تن جي. ٽيئون بي انت مھما، چئي
چا اچارجي.٤- راڳ پيلو پڇن-٥- ستگر ڏي مھر ڪري تُون، پڪتيءَ جو دان
مُونکي -ٽيڪ- اندر ۾ جاپ جپايو، تن من جي مئل مٽايو. سرسوتيءَ ۾ ڪرايو،
ھردم اِسنان مُونکي.١- چِت سندي چنچلتائي، روز ستائي سائين. من جي مارڻ
لاءِ ڏي، چرنن جو ڏيان مُونکي.٢- پرمن جا پُوت ياري، دک ٽا ڏِين ڏِھاڙي.
پرمن جي پڇڻ لاءِ ڏي، آتم وگيان مُونکي.٣- ٽيئون مان آھيان سوالي، ڇڏيو نہ
مُونکي خالي. سچي گر شڪتي ڏيئي، ڪيو بلوان مُونکي.٤- راڳ پيلو پڇن-٦- ستگر
ديوَ منھنجو، ٻيڙو تُون ٽارجانءِ -ٽيڪ- پوَسند آھي ياري، وچان تو وَھندو تنھن ۾. سنسن
جي چولين منجھان، ٻيڙو تُون ٽارجانءِ.١- چنتا جو چڪر ياري، ترشنا طوُفان قھري.
سوُرن جي سِير تِکيءَ مان، ٻيڙو تُون ٽارجانءِ.٢- جنم وچايم سارو، ڪيا موُن پاپ ڪيئي.
اجاميل پاپيءَ جيئن، ٻيڙو تُون ٽارجانءِ.٣- کھي ٽيئون عرض منھنجو، سٽھ سباجھا
سائين. جيئين تيئين ننگ سچاڻي، ٻيڙو تُون ٽارجانءِ.٤- راڳ پيلو پڇن-٧- ستگرديوَ
منھنجو، پڙدو نہ کولجانءِ -ٽيڪ- عئب اپار ڪيا موُن، ڏِيل ڏکي تو ڏاڍو. ڏسي سي
ڏوھ ڏاتر، پڙدو نہ کولجانءِ.١- ھٿڙا مان جوڙي تو در، داتا تو دانھوُن ڪريان.
منھنجو ھي عرض اونائي، پڙدو نہ کولجانءِ.٢- تو بِن جڳ ۾ ڪوئي، آھي نہ آسرو

ٻيو. پنهنجو توُن ٻرِد سڃاڻي، پڙدو نہ کولجانءِ.٣- کهي ٽيئون حال منهنجو، سارو
معلوُم توکي. پريوُ توُن پنهنجو ڄاڻي، پڙدو نہ کولجانءِ.٤- راڳ پيلو پڇن-٨-
لولي ڏيان لعل توکي، يڪتي گڻ گيان سندي -ٽيڪ- ماءُ پيءُ ستگر ديوَن، ساڌوُ
مهمان سڀ جي. سيوا کر هردم ڄاڻي، موُرت ڀڳوان سندي.١-شيل سنتوش ديا
کي، هردي ۾ ڌار سدائين. ڌرم مٿان قرباني توُن، کر ڏن ڄانِ سندي.٢- سنتن جو سنگ
کر توُن، ستگر کان گيان وٺي. ڌارج توُن ڏيان ڇڏي، چنتا جهان سندي.٣- ناهين توُن تن
من ٻُڌ، آهين توُن چيتن شڌ. کهي ٽيئون پاءِ پوُرڻ، پدوي نرٻان سندي.٤- راڳ پيلو
پڇن-٩- هي ٻٽيو ڇڱو تي ويلو. جپ هر جو نام سَويلو -ٽيڪ- يوڳ وِشيہ کان
پاڻ بچائي، هردم گوبند جا گڻ ڳائي، کر توُن جنم سُهيلو.١- پوُرڻ گر کي سيس
نِوائي، تن من ڏن جي ڀيٽ چڙهائي، ٻڻ شرڌا سان چيلو.٢- گيان ڏيان جي وٺ توُن ڄُڳتي،
من کي جيتي پائڇ مکتي، جڳ کان رهي اڪيلو.٣- کهي ٽيئون سڀ ٻنڌن ٽوڙي، مايا
مِترن کان منهن موڙي، مالڪ سان کر ميلو.٤- راڳ پيلو پڇن-١٠- جِت سنت
رهن سچيارا. سي سدا وَسن چؤٻارا -ٽيڪ- جڳ جي شوڀا سنت وڏائن، شريشٽ گڻن
جي سڳنڌي لائن، هرهنڌ کن هبڪارا.١- سنت گنگا جيئن نرمل آهن، سڀ
جيوَن جي مئل مِٽائن، گيان جي کن گجکارا.٢- کهي ٽيئون نِت نام جپائن،
سڀ کي سچ جي راهہ ٻتائن، نپ جيئن رهن نيارا.٣- راڳ پيلو پڇن-١١- سڀ

مُک سان رام اچاريو. ۽ ٻول گرڀ جو پاريو -ٽيڪ- رام نام نِت نرمل آهي، جنم
جنم جي مئل مِٽائي، سو رام جپي مل ٽاريو.١- رام نت اَتِ سيتل آهي، تن من
جي ٽو تپت ٻجهائي، سو رام جپي من ٺاريو.٢- رام نام نج امرت آهي، پيئڻ
سان ٽو امر بڻائي، سو رام جپي جيءُ جيئاريو.٣- کهي ٽيئون جن رام ڏيايو، تن جو
ٽِيَڙو جنم سجايو، سو رام جپي کل ٽاريو.٤- راڳ پيلو پچن-١٢- جڏهن پکي وڃي
پرديس، چڙي هي ديس پران آڌارو. تڏهن پڃرو ٿئي بيکارو -ٽيڪ- جڏهن پڃري مان ٽو
پکي وڃي، تڏهن پڃري کي کوئي نہ مڃي، جڏهن پنڇي هن پڃري کان کري کنارو.١- هي
پڃرو پکيءَ جو مندر آ، هي سدا انهيءَ سان سندر آ، جڏهن پنڇي خالي کري وڃي
ٽو سارو.٢- توُن چاڻ پکي پرڏيهي آ، ٽيو کنهنجو کين سنيهي آ، جڏهن پکي وڃي
هن پڃري کان ٽي نيارو.٣- کهي ٽيئون پکي اِوناشي آ، آيو سئر کرڻ سکراسي
آ، جڏهن سئر کري پڃري مان وڃي پيارو.٤- راڳ پيلو پچن-١٣- مار من کي
مار من کي مار توُن -ٽيڪ- من ئي تنهنجو دشمن آهي، جنمن کان تہ
رُلائي. اندرين دواران يوڳ رسن ۽، يرمن ۾ تہ ڍُلائي.١- من هٺيوڳي پنڊت
تپسي، يوڳن ۾ يرمايا. کوئي گرمُک گياني بچيو، جنهنتي هر گُر چايا.٢-
من جو روکڻ آهي اوُکو، سنتن صاف سُڻايو. من هاٿيءَ کي شبد کُنڊي سان، کنهن کنهن
آ نهرايو.٣- تانتي توُن يي گر منتر جو، هردم ٽيءُ ايياسي. کهي ٽيئون من دشمن

جيتي پائڇ پد اوِناشي.۴- راڳ پيلو پچن-۱۴- بنسري بنسري بنسري بنسري -ٽيڪ- اِها امرت رس جي ڪاٽي آ، اِها سنتن کي سيباٽي آ، جنھنجي محما ويد وَڪاٽي آ.۱- جنھنجو رس پريل آواز اٿي، جنھنجي سمر نا ٻيو ڪو ساز اٿي، جنھن ۾ ڳجهو رکيل ڪو راز اٿي.۲- ھيءَ موھي برھمر گياني ٿي، ھيءَ موھي يوڳي ڌياني ٿي، ھيءَ موھي وير وگياني ٿي.۳- جيڪا موھن مرلي وڄائي آ، سا ستگر موُنکي سٽائي آ، ڪھي ٽيئون من کي ڀائي آ.۴- راڳ پيلو پچن-۱۵- سنت سي سنت سي سنت سي سنت سي -ٽيڪ- جيڪي درشن سان دک ٽارن ٿا، مِٺي ٻولڻ سان من ٺارن ٿا. دل مُئل کي تہ جيئارن ٿا.۱- جيڪي شبي گڻ سان سينگارن ٿا، سدا سچ جو دڳ ڏيکارن ٿا. سبي پاپن مَئل نِوارن ٿا.۲- جيڪي ھر جو نام جپائن ٿا، پيد پرانتي پرم مِٺائن ٿا. من رانول رنگ رچائن ٿا.۳- جيڪي من جو واڳون موڙن ٿا، چِت پاربرھم سان جوڙن ٿا. ڪھي ٽيئون بنڌن ٽوڙن ٿا.۴- راڳ پيلو پچن-۱۶- پيءُ ٿوُن پيارا پيءُ، نِت رام نام رس پيءُ -ٽيڪ- دنيا چار ڏِھاڙا چٽکو، آھِ خيال جو خالي ڪٽڪو. ٿوُن ٽنھنتي مست نہ ٿيءُ.۱- ڪوُڙ ڪپٽ ٿوُن ڪر نا ڪڏھين، موھ ممت ۾ مر نا ڪڏھين. سبي ٽياڳي شُکيو ٿيءُ.۲- ڪايا مايا تنھنجي ناھي، جوين جو چڏ بانوَر لاھي. ٿوُن ڪين جلائڇ جيءُ.۳- ڪھي ٽيئون جي چاھين مکتي، وٺي گروءَ کان پوُري جُڳتي. ڪڍ سنسي جو ٿوُن سيءُ.۴-

راڳ پيلو پچن-١٧- سيوا سان من لاءِ، تون چار پدارٿ پاءِ -ٽيڪ- سنت گرن جي سيوا ڪر تون، سيوا سان مَل من جي هر تون، هي هردو صاف بڻاءِ.١- دين غريب اناٿن جي تون، مِسڪينن محتاجن جي تون، نِت سِک سان سيوَ ڪماءِ.٢- در پيهي جو اچي پراڻي، صاحب جي سا صورت ڄاڻي، تون تنهنکي سک پهچاءِ.٣- سيوا ۾ سک آهِ سمايل، ٽيئون ڏي شرڌا سان سڀ ڦل، سا سيوا ڪين ڀُلاءِ.٤- راڳ پيلو پچن-١٨- سنتن جو ستسنگ، ڏي رام نام جو رنگ -ٽيڪ- ستسنگ نرمل تيرٿ آهي، شرڌا سان جو تنهن ۾ نائي. ڪري پاپ تنهينجا ڀنگ.١- ستسنگ سَر ۾ موتي آهن، هردم هنس چُڻي سي کائن، .نا ڄاڻي تنهنکي ڪَنگُ.٢- ستسنگ باغ ۾ سگند اَپاري، ڀنوَرن کي تي لڳي پياري. پُونڊ سگند نا انگ.٣- جڳ ۾ ڄاڻج گرمُک سيئي، کهي ٽيئون ستسنگ ڪن جيئي. من ۾ رکي اُمنگ.٤- راڳ پيلو پچن-١٩- سنت جڳت ۾ سار. ڪر تِن سان هردم پيار -ٽيڪ- سنت چندن سم سيتل آهن، سڀ جيوَن جي جلن پُجهائن، ست وچنن سان ڪن ٺار.١- سنت سرووَر آهن نرمل، پريم پڳت جو تِن ۾ آ جل، تون نائي مئل نِوار.٢- سنت سچا نِج تيرٿ آهن، درس پرس سان پاپ مِٽائن، تون تن ۾ شرڌا ڌار.٣- ٽيئون رهي تون نِت سنتن ۾، من چت لائي هر چنتن ۾، وٺ پائي موکش دوار.٤- راڳ پيلو پچن-٢٠- ڏي تون هردم ڏي. کڇ دان دکين کي ڏي -ٽيڪ- دنيا دؤلت مال خزانا، باغ بغيچا چڙي مکانا.

تؤن ويندين هتان لڏي.١ - ڏِين ڏکين کي جيکي ڏيندين، سوئي ساڻ هتان تؤن نيندين. ٻيو ويندين سيئي ڇڏي.٢- دان بنا ڏن آهِ اجايو، دان کري کر سيگهه سجايو. ڏي دينن کي تہ سڏي.٣- دان ڏنو نا کنهنجو ويندو، ٽيئون اؤکيءَ ۾ کم ايندو. ٿو سرڳ ۾ جاءِ اَڏي.٤- راڳ پيلو پڇن-٢١- کرمن سان هر آهي رچيو، سارو جڳت پسارو.

-ٽيڪ- کرمن سان کنگال بڻي کو، کرمن سان ڏن وارو، کرم رُلائي ٿو در تي، کرم يوڳ ڏي يارو.١- کرم مِلائي ٿو سيني کي، کرم وِڇوڙٽهارو. کرم هسائي کرم روئائي، کرم کري سوپارو.٢- کرمن سان کي سُک ماڻن ٿا، ڪِن جو ڏکيو گذارو. کرمن جو سڀ لهڻو ڏيڻو، کرمن جو وهنوارو.٣- کهي ٽيئون کرمن جي اڳيان، چلي نہ کنهنجو چارو. کرم کنهين تان کين ٽري ٿو، يوڳي ٿو جڳ سارو.٤- راڳ پيلو پڇن-٢٢- هيءُ مانش جنم نہ هار بندا، کر يکتيءَ جي تؤن کار بندا.

-ٽيڪ- هرروز مؤت تنهنجي، سِر تي پيو پُکاري. ٻوڙا نتو ٻُڌين سڏ، آخر ڇڏيندءِ ماري، رکي من ۾ خؤف مرڻ جو تؤن، کر ياد هري هروار بندا.١- من ۾ ويراڳ ڌاري، رس يوڳ تياڳ کر تؤن. اوَگڻ کڍي اندر کي، شڀ گڻن ساڻ ڀر تؤن. من سهِت وکارن کي پکڙي، سڀ دشمن پنهنجا مار بندا.٢- سنسار جي سمنڊ مان، جي پار ٿيڻ چاهين. شرڌا رکي چڙهِجِ تؤن، ستسنگ جهاز مانهين. کري تن من پنهنجو اِستر تؤن، تيءُ يوَساگر کان پار بندا.٣- گرديوَ دوار جو هي، تؤن

داس تي پيارا. ڏي پيت سِر گرن کي، اپديش وٺ ادارا. کھي ٽيئون نام جپي گر جو، دک جنم مرڻ جو ٽار بندا.۴- راڳ پيلو پچن-۲۳- پلي عشق اڱڻ ۾ آيو سچڻ. جنھن منھنجو ويڙھو وسايو سچڻ -ٽيڪ- عشق اندر آگ باري، جان ساري وئي جلي. جا حقيقت ڳالھ ھيڙي، سا عشق مونسان سلي. تنھن تن من سارو ڳلايو سچڻ.۱- عشق منھنجي اندر آٽي، خوب کيما کوڙيا. پرم پولن جا سيئي، جنھن تہ بنڌن توڙيا. ۽ وير وِروڌ وڃايو سچڻ.۲- عشق ٽيئون ۽ کي پري، پيالا پيئاريا پريم جا. پيئڻ سان پلجي ويا، سيئي کرم نِت نيم جا. عشق محبن ساڻ ملايو سچڻ.۳- راڳ پيلو پچن-۲۴- وچان سنتن تان بلھار سدا. آھن ايشور جو اوتار سدا -ٽيڪ- رام جي رنگ ۾ رتا سي رھن ڏينھن ۽ رات تا. وچن جي ورکا وَسائي ڏِين من کي شانت تا. کَن جيوَن جو اُپکار سدا.۱- جوڳ جي جُڳتيءَ سان دل کي ڏِين آرام تا. بوڏ بيڙي ۾ چڙھائي پار کن سُکڌام تا. کن پريمين جو نِستار سدا.۲- گيان جي اپديش سان سي کن پرم سپ ناش تا. تَم اوديا جي مِٽائي کن برھم پرکاش تا. ڏئي گٽن سندو گلزار سدا.۳- کھي ٽيئون سُمت ڏيئي کمت کي کن دوُر تا. پريم پکتيءَ ساڻ ھردو کن پري پرپوُر تا. کن جڳ ۾ جئہ جئکار سدا.۴- راڳ پيلو پچن-۲۵- سُمت سندو دان توُن، پڳوان موُنکي ڏي -ٽيڪ- رھي اندر منھنجي سچائي ۽ صفائي. پريم ھي پرڏان توُن، پڳوان

مُونکي ڏي.١- ڏسان سڀ ۾ صاحب سچي جوت تنهنجي. سمجهه سندو ڀانءُ تُون، ڀڳوان مُونکي ڏي.٢- آدب من ۾ نت رهي مرم ۽ شرم هي. ڌيرج ڌرم ڏيان تُون، ڀڳوان مُونکي ڏي.٣- ڪهي ٽيئون پنهنجي ڪرتار ڪر ڪرپا. غريبي ۽ گيان تُون، ڀڳوان مُونکي ڏي.۴- راڳ پيلو ڀڄن-٢٦- ست پُرش جو ستسنگ، سدائين سنو سنو. جتي هلي پريم پرسنگ، سدائين سنو سنو -ٽيڪ- جو ستسنگ ۾ سک آهي، سو وَئڪنٺ ۾ ڀي ناهي. جتي آنند جو تہ اُمنگ، سدائين سنو سنو.١- آ سڦلي گهڙي اهائي، جا ستسنگ مانهن لڳائي. ستسنگ چڙهائي رنگ، سدائين سنو سنو.٢- جِت ڀڳچي مدد نہ ڪائي، ات ستسنگ ٿئي سهائي. ڏي هر ڀڪتيءَ جو انگ، سدائين سنو سنو.٣- مِلي ستسنگ درلڀ ڀائي، ٽيئون ويدن ساک سُٽائي. ستسنگ نِڀائي ننگ، سدائين سنو سنو.۴- راڳ پيلو ڀڄن-٢٧- ستنام ساڪي نِرڌار، پريم سان جپيو جپيو. جو سيني جو آڌار، پريم سان جپيو جپيو -ٽيڪ- ست نالو جنهنجو آهي، جو ناس ٿيڻ جو ناهي. سڀ ويدن جو تت سار، پريم سان جپيو جپيو.١- جو ساڪي سَروَ نواسي، آ چيتن سُوئم پرڪاشي. سڀ گهٽ جو چاٽٽهار، پريم سان جپيو جپيو.٢- جو ستنام ساڪي جپيندو، سو نشچي مڪتي ٿيندو. ڪهي ٽيئون سکن ڀنڊار، پريم سان جپيو جپيو.٣- راڳ پيلو ڀڄن-٢٨- ڀلي ڀلي آيا اڄ سنت سچارا. سنت سچارا آيا پراڻ پيارا ري، جيءَ جا جيئارا -ٽيڪ- سنت سُٽائن گيان جُون ٻوليوُن، ٻوڌ ڏِين ٿا انيڪہ ڪوليوُن. ڀيد ڀرم ڀولا ميٽِن مُونجهارا ري.١-

پريم سان ڄت ڄت پير گھمائن، ڦِتل اڳڙ آباد بڻائن. هري اگيان
ڪن اندر اُجارا ري.٢- ڌرم ڪرم کي پاڙ ٻه ڌارن، ٻين کي ٻي سا سکيا
سيکارن. اهڙن سنتن تان ٻل ٻلهارا ري.٣- ٽيئون سيوا سڦلي تِن جي،
ڪٽِن ڦاس جي جنم مرن جي. جيئَنِ سدائين سي سنت ادارا ري.٤- راڳ پيلو ٻچن-٢٩-
ڪر پريوءَ سان پريت، جڳت ۾ هاري بازي جيت، ايئين ٿا سنت چوَن. وٺي اِيش
آڌار، ڪري وٺ پنهنجو سچڻ اڌار. ايئين ٿا سنت چوَن -ٽيڪ- مطلب جا مِٽ مائٽ
ڀائي، انت سمي ٿِين سي نه سهائي. سوارٿ جو سنسار، بنا سوارٿ آ هڪ ڪرتار.١-
پريوُ هرهند راکو آهي، سُمرن سان دک درد مٽائي. جپ تنهنکي هروار، ڪري جو
ڀوَساگر ڪان پار.٢- پريوءُ جي جن اوٽ وٺي آ، تن جي آخر ٿي مکتي
آ. پائي هر ديدار، ڪيو تن ڪروڙن جو تہ سُڌار.٣- ڪهي ٽيئون جي چاهين ڀلائي،
ڪين ڀُلائج هر سکدائي. جڳ جو پالنهار، جپج سو ساکي سِرجڻهار.٤-
راڳ پيلو ٻچن-٣٠- ڌاري هردي ڌيان، جپج توُن مُک سان شري ڀڳوان، جنهين سان مکتِ
مِلي. تياڳي تن ايمان، پريم سان ڪر گوبند گڻ گان. جنهين سان مکتِ مِلي -ٽيڪ-
مانش جو جنم مليو تي، پوُرب جو ڀاڳ ڪليو تي، ڪر ويچار توُن. وِشين ڀوڳن
۾ ويهي، ڪين کي وڃائج ديهي، ڪر ڪو سُڌار توُن. اهو سنتن وَکيان، ڀُلائج
ڪين ڪڏهن انسان.١- سچو ٿئي سنتن جو سنگ، رانول جو جنهن ۾ آ رنگ، رک

وشواس ڌون. سيوا ڪر شرڌا ڌاري، وچنن کي من ويچاري، ڪم ڪر راس ڌون. ميٽي
مانُ گمان، پاءِ ڌون نِج آتم جو گيان.٢- امرت جي ويلي جاڳي، صاحب سُمرڻ
۾ لاڳي، سڦل ڪر سواس ڌون. آلس ۽ غفلت ٽاري، ستگر جو نام اچاري،
پاءِ اوِناس ڌون. ڪهي ٽيئون ساوڌان، رهي ڌون ڪر پنهنجو ڪليان.٣- راڳ پيلو
پڇن-٣١- مؤنسان مارؤن مِلن، سچا سانگي مِلن، سِڪ وارا. آهن پراڻن جا
جي پيارا -ٽيڪ- آهي مارُن جي محبت من ۾، وچي تار ٽي تِنجي تن ۾. مُرڪي
من کي موهِن، دل جا داغ ڌوئِن، دِلدارا.١- جِن سانگن سان گڏ تہ
گذاريم، ڪٽي نيڻ ٽي جِن کي نهاريم. سيئي سجڻ اچن، رڱؤن رنگ ۾ رچن،
ڪر ديدارا.٢- بِنا سانگن جي نہ سُنهان ٿو، سدا راهہ ڏِسي مان رُئان ٿو. ڪڏهن ٻاجهہ
ڪري، ايندا پير پري، ٻاجهارا.٣- روئي ٽيئون ٿو روز پُڪاري، منهنجو ساهہ سانگن کي ٿو
ساري. شل درشن ڏِين، ڌاتيؤن ڏِين، اچي ڌاتارا.٤- راڳ پيلو پڇن-٣٢-
پؤرن سنت سچا، رام رنگ ۾ رچا، برهم گياني. آيا آيا سي سنت سئلاني -ٽيڪ- سدا ٻادل
جيئن اُپڪاري، سڀ جيوَن جا هِتڪاري، وچن ورکا ڪرن، خالي هردا ڀرن،
داتا داني.١- جني پريم سان پير گهمائن، اهي اڱڻ سدائين سُهائن. ڪن دل سان
ديا، ۽ من سان ميا، گڻن ڪاني.٢- رام نام جي ٻاٽي ٻُڌائن، ڌئي گيان اگيان
مِٽائن. پريم پيالا ڀري، ڏِين ڪرپا ڪري، جيءُ جاني.٣- ڪهڙي مهما تِني جي

مان ڳايان، کهي ٽيئون ٿو سيس نِوايان. ڪري تِن جو درشن، ڪيان تن من ڌن، قرباني.٢- راڳ پيلو ڀڄن-٣٣- ستگر جي دربار جو، هردم ٿون دربان ٿي. سيوڪ ٿي سيوا ڪري، نِوڙت سان نرمان ٿي -ٽيڪ- ستگر ساگر جيان آتي، موتي جنهن ۾ اڻملها. شردا ڌاري ڌئيِ ٽُٻي، ڳڻ پائي ڳٽوان ٿي.١- ستگرديو جهاز آ، تاري ٿو ڀوَسنڌ مان. تنهن ۾ چڙهه ٿون چاهه سان، پار پَئِي پروان ٿي.٢- ستگر سورج سم اتي، اوديا اوُندهه کي هري. تن من ڌن ڀيٽا ڌئي، وديا وٺي ودوان ٿي.٣- کهي ٽيئون ستگر سچو، اؤکيءَ ۾ همراهه ٿئي. تنهنجي داون ۾ رهي، ٻل پائي ٻلوان ٿي.٤- راڳ پيلو ڀڄن-٣٤- ستگر منهنجا شاهن‌شاهه، اؤکيءَ ويلي ٿيءُ همراهه -ٽيڪ- نالو تنهنجو ڍين ديالوُ. ڪرپا ڪر پنهنجي ڪرپالوُ. تو ٻِن ٻي ڪا ناهي واهه.١- عيبن ڀريل هردم آهيان، پاپ ڪرم ڌي پل پل ڪاهيان. بخشڻهارا بخش گناهه.٢- شرن اوهانجي جوئي اچي ٿو، نرڪ اڳن ڪان سوئي بچي ٿو. لڳي نه تنهنکي ڪوسو واءُ.٣- جهڙو تهڙو بالڪ چاٽي، کهي ٽيئون ٿي موُنسان ساٿي. ڪري مهر جي نات نِگاهه.٤- راڳ پيلو ڀڄن-٣٥- ڌيان ڌار ٿون، ڪين وسار ٿون، گر موُرت من ۾ وِهار ٿون -ٽيڪ- گر موُرت جو ڌيان ڌري جو، من وِکيپ کي سوئي هري ٿو. ستگر تنهن کان ٿئي نه پري ٿو، ڪارج سيئي پوُرا ڪري ٿو.١- وچن گروءَ جو جو من ڌاري، آگيا گر جي ڪڏهن نه ٽاري. گر

سيوا ۾ عمر گذاري، تنهنجي جئه ٿئي جڳت منجهاري.٢- گر مورت ۾ نرت لڳائي، گر منتر ۾ سُرت سمائي. برهم گيان ۾ ورتِ مِلائي، پوَرن پد کي وٺ توُن پائي.٣- کهي ٽيئون گر ايشور ڄاڻي، شرڌا سان پڙهه تنهنجي ٻاڻي. اصلي پنهنجو روُپ سڃاڻي، پائبج سَروَ سکن جي کاڻي.٤- راڳ پيلو پچن-٣٦- آءُ توُن پاءُ پري، ستسنگ ۾ پيارا، آءُ توُن پاءُ پري -ٽيڪ- پاءُ ڌري جو وچن ٻُڌي ٿو تنهنجو ڪاج سَري. سِڪ شرڌا سان سيوا ڪري جو تنهنجو ڀاڳ وري.١- ڀاوَ وارن جو ڀوَساگر مان بيڙو پار تري. ڀاو وارن جا وِگهن سيئي ڀڳوَت پاڻ هري.٢- ڀاو وارن جي هردي اندر گيان تو واس ڪري. ڀاو وارن جو مِٺي موُنجهارو سنسو ۽ ڀرم ٽري.٣- ڀاو وارن جو ڀڳوَت هردم دل ۾ ڌيان ڌري. کهي ٽيئون جي ڀاو کان خالي پريئو آ تِن کان پري.٤- راڳ پيلو پچن-٣٧- ڌاري دل ۾ شرڌا وٺ سيوا ڪمائي. ستگر سنتن سان سچو، پريم لڳائي ري، موهه مِٽائي -ٽيڪ- ستگر سنتن بن نه سهارو، ڪليگ ۾ بيو ڪونه آڌارو. تِن جي شرن ۾ وٺ گيان پِرائي ري.١- ستگر سنت سنگي سکدائي، انت ڪال ۾ ٿِين سهائي. وچن تِني جا ڏِس دل ۾ هنڊائي ري.٢- ستگر سنت شرڻ جي آيا، ٽيئون تِن جي سڦلي ڪايا. جم جو ليکو تِن چڏيو چُڪائي ري.٣- راڳ پيلو پچن-٣٨- هي بندا هي بندا هي بندا -ٽيڪ- نه تو جنم پائي شپ ڪرم ڪيو. نه ڌن منجهان ڪڇ ڌرم ڪيو. نه تو پاپ ڪرم کان شرم ڪيو.١- نه تو

نام هريءَ جو ياد ڪيو. نہ تو دکين جو چت شاد ڪيو. نہ تو من دشمن کي ماد ڪيو.٢- نہ تو مايا ڪان من دوُر ڪيو. نہ تو چنتا کي چڪچوُر ڪيو. نہ تو ڀاءُ هردي پرپوُر ڪيو.٣- نہ تو کهي ليئون اُپڪار ڪيو. نہ تو سڀ سندو وهنوار ڪيو. نہ تو راضي ستڪرتار ڪيو.٤-

## -اوم ستنام ساکي- راڳ مانجهہ پڇن-١-

غافل سجاڳ ٿيءُ توُن، شري رام نام ٻولڇ. گذري وڃي وقت ٿو، ننڊ مان اکيوُن نہ کولڇ -ٽيڪ- جلدي ڪري تياري، سوُدو سچو وَٺڇ توُن. مايا ۾ موُنڊ لپٽي، هيرو جنم نہ رولڇ.١- ساري عمر وڃايئہ، سنسار جي رسن ۾. باقي بچيل سمي ۾، هر کي هردي ۾ ڳولهڇ.٢- آئين اڪيلو هتڙي، آخر اڪيلو ويندين. ڪوڏي نہ ساٿ نيندين، هيءَ ڳالهہ تن ۾ تولڇ.٣- کهي ليئون ڪال ٽيئي، من ۾ هوشيار رهہ توُن. آڳيان ۾ آڙي نا، ڀوَسنڌ مانهن ڏولڇ.٤- راڳ مانجهہ پڇن-٢- پريات جو پياري، جپ رام نام جاڳي. ننڊڙي اکين جي ٽاري، جپ رام نام جاڳي -ٽيڪ- پنڇي اٿي صبح جو، ٻوليوُن مِٺيوُن ٿا ٻولن. توُن ڀي تہ ننڊ نواري، جپ رام نام جاڳي.١- ڀنوَرا اٿي سويري، گُنجڪار سان گُنجن ٿا. توُن ڀي اکيوُن اُگهاڙي، جپ رام نام جاڳي.٢- گل ڦل کِڙي سڳنڌي، پريات جو ڏِين ٿا. توُن ڀي تہ پريم

ڏاري، جپ رام نام جاڳي.٣- کهي ٽيئون ننڊ توکي، ڀڳوان ڪان ٽِلايو. ننڊ کي
ڳهران نِڪاري، جپ رام نام جاڳي.٤- راڳ مانجهه ڀڄن-٣- قدرت تنهنجيءَ
جي پريوُ، کهڙي ڪيان وڏائي. ڪِن کي ڪيو تو راجا، ڪِن کي ڏِنئِہ گدائي -ٽيڪ-
ڪِن کي تو مال ملڪيت، صاحب ڏنو گهٽوئي. ڪِن کي ڪيو تو پينوُ، جن کي
مِلي نہ پائي.١- ڪيئي ڇٽرُ سياٽا، پريوُ ڪيا تو پئدا. ڪِن کي ڪيو تو موُرک،
جن کي نہ سمجهه ڪائي.٢- ڪِن تان هري ڀڄن ﷲ، سقلو ڪيو جنم کي. ڀوڳن ﷲ
ڪِن تہ ڀتڪي، ساري عمر وڃائي.٣- کهي ٽيئون ڪِن کي شانتي، ڪِن کي اُپاڌ
من ﷲ. ڪرتار تنهنجي قدرت، ڪنهنکان لَکِي نہ جائي.٤- راڳ مانجهه ڀڄن-٤-
پريوُءَ ڪيو هي پئدا، سڀ پاڻ مان پسارو. پاڻ هي بڻي پدارٿ، ٽيو پاڻ ڏسڻ وارو.
-ٽيڪ- ٽيو پاڻ پوَن پاڻي، اڳني آڪاش ڌرتي. هر رنگ روُپ ٽي سو، نِرکي
عجب نظارو.١- مَڪڙيءَ جيان بڻائي، سڀ تار پنهنجي تن مان. منجهه
پاڻ کي قسائي، ٽئي لئہ ڪري نيارو.٢- ڪِٿ پُرش ٽيو ناري، ڪِٿ عقلمند
اناڙي. ڪِٿ ڀوڳ سَروَ ڀوڳي، ڪِٿ تو ڪري ڪِنارو.٣- کهي ٽيئون پاڻ پريوُ،
نرگڻ سگڻ ٽيو آ. سمجهي سچو کو سالڪ، اهڙو عجب اشارو.٤- راڳ
مانجهه ڀڄن-٥- اي ايش ڏيان تنهنجو، دل ﷲ سدا لڳايان. ڪجهه مهر توُن نہ
موُنتي، تو ساڻ من مِلايان -ٽيڪ- نِرمانتا سچائي، هردي رکان سدائين. آهي اِڇا

اِهائي، ڳڻ گيان کي پِرايان.١- هردم ڪري نيزاري، توکان منگان مُراري. ڀڳتي ڏجانءِ پياري، جنهن ساڻ دل ريجهايان.٢- دنيا کان خيال موڙي، جيءُ جوڳ ساڻ جوڙي. تيئون لچائوُن توڙي، تو ساڻ پريت پايان.٣- راڳ مانجهه پڇن-٦- مالڪ سندي ميا سان، ڏک ڏوُر تي وچن تا. داتار جي ديا سان، دک دوُر تي وچن تا -ٽيڪ- آڏو اچن ڪڏهن جي، پَربت پهاڙ ڀاري. ريتي سمان روڙا، چڪچوُر تي وچن تا.١- برندڙ اچي جي اگني، انسان جي بہ آڏو. چندن سمان سيتل، سي خوُر تي وچن تا.٢- جيڪڏهن پريل وِک سان، پيالا ملن پيئڻ لاءِ. امرت جيان سي رس ۾، پرپوُر تي وچن تا.٣- کهي تيئون اگر حاسد، دک کشت ڏِين ڪيئي. سي پَلڪ ۾ سيئي، ڪافوُر تي وچن تا.٤- راڳ مانجهه پڇن-٧- هِڪ اِيش جنهن نہ ڏيايو، انسان ٿيو تہ ڇا ٿيو. آرام جنهن نہ آيو، ڌنوان ٿيو تہ ڇا ٿيو -ٽيڪ- سي تخت بخت کُليو، سک ساج راڄ مليو. هر پريم ۾ نہ جهليو، سلطان ٿيو تہ ڇا ٿيو.١- تن ڌن جو زور لائي، دشمن سيي دبائي. پنهنجو نہ من منائي، بلوان ٿيو تہ ڇا ٿيو.٢- پستڪ پڙهي پڙهائي، ڪويتا ڪري سُٺائي. گرچرن جو نہ ڏيائي، گٽوان ٿيو تہ ڇا ٿيو.٣- کهي تيئون تي نيارو، جڳ کان ڪري ڪنارو. پاتو نہ پريوُ پيارو، نِربان ٿيو تہ ڇا ٿيو.٤-

## -اوم ستنام ساکي- راڳ جوڳ پچن-١-

هن عشق اسرار سندي بات ٻڌائي. وئي رات تي پريات، ڄُڳت ڏات ڏنائين -ٽيڪ- هريچند راجا هيو گياني، داتا ساري جڳ ۾ داني. سٺو ساڌو پير پيادو، وڃني ٻاڌو کتنب وِکيائين.١- سلطان تخت شاهنشاهي، هيو خزانو بيپرواهي. لوکن کاٽيوُن هيرن کاٽيوُن، ڇڏي راٽيوُن ذکر کيائين.٢- گوپيچند ۽ پرتري راجا، محلا ماڙيوُن ڇوڙ سماجا. کن چيرائي مُندرا پائي، جوڳ کمائي خاک لڳائي.٣- منصوُر اعنلحق آلايو، گليءَ گليءَ ۾ هوکو لايو. اِسم پڙهيو جيءَ ۾ جڙيو، موُر نہ مُڙيو سيس سَٽيائين.٤- هِت پهلاج هريءَ سان لاتو، سڀ گهٽ ۾ هِڪ صاحب ڄاتو. باهہ نہ جاريو زهر نہ ماريو، ٿمڀ نہ ساڙيو رام جپيائين.٥- ٽيئون عشق جني تي کاهي، تِن جو اهڙو حال بڻائي. خوار کرائي شهر ڇڏائي، روُح رُلائي کري سُڃائي.٦- راڳ جوڳ پچن-٢- نہ کن جاپ نہ کو تاپ، جڙ جيءُ ڳهائي. نہ کن کرم نہ کو ڌرم، وڃن جنم رُلائي -ٽيڪ- مَتِن مند مِلي انڌ، وينا وات وڃائي. کِريو کڌ کرن سڌ، گامُ انڌن آهي.١- کن بيک جڳت ڏيک، وڏا تلک چڙهائي. اندر دئت ٻاهر سنت، ڌُن ٻگهہ جِيون لڳائي.٢- دنيا ڍوُنڍ ڏسي موُنڍ، وڏا ديوَ منائي. ڇڏي ساچ کڻن کاچ، وڃن پاپ کمائي.٣- انهيءَ مايا سَوين

ڳهايا، وِڏا مير مُنجهائي. پڙهيا پنڊت ڪيئي وير، ڪنن چير تنگائي.۴- ڪهي تيئون
تڳا توڙي، سُرت شبد ملائي، سچا سنت ڪلاونت، وچن جنم مِٽائي.۵- راڳ جوڳ
ڀڄن-۳- گروُ شاهن جو شاهه، سدا حڪم هلائي. ڳجهي ڳالهه سندو ڀيد، سچو صاف
سُڻائي -ٽيڪ- سچو جڳت رَچي پاڻ، عجب کيل کِلائي. رَهي خالق اندر خلق،
وينو مؤج مچائي.۱- ڏري جنم جڳت ڪاڻ، وڏو جوڳ ڪمائي. وٺي چاڻ لحي
پاڻ، امر پاٺ پڙهائي.۲- ڪري بسنت جيئن بحار، انگين عطر لڳائي. ڪٽي ڪال ڪري
لعل، جنم مرڻ مِٽائي.۳- ڪهي تيئون تيئي لوڪ، جُڳت ساڻ جڳائي. ڏَئي شبد سندي
راهه، اگم ديس رَسائي.۴- راڄ جوڳ ڀڄن-۴- ڳڏي پيغام پريئن جي، وِيڙو مؤنکي
وٺي، سُرت سمائي ڇِن ۾، سهڻو ساز سُٽي -ٽيڪ- ڏيهه پراهوُن ڏوري، سنت اچن ٿل
سيئي. آنءُ انهن جي ته مٽان، گهوريان سِرڙا ڪيئي. منهنجي من کي ماري، ويا جي خيال ڪٽي.۱-
پارس جيئن سي ساڌوُ، ڪن تا لوهه کي ڪنچن. تاوَ ڏيئي وچنن جا، ڪن تا من کي
منچن. هوش وڃائن سارو، ڏيکاري امُلهه مٽي.۲- وِرهه وڇوڙي تِن جي، سوُر ڏِنا
موُن ڏاڍا. ڪاڏل آهيان ڪَڻ جي، مِڙيا ڪيئي ماندا. جوڳ پيئاري جوڳي، جيئاريندا
ڪٽي.۳- تيئون لڇائوُن لاهي، پاتي موُن پريت پڪي. ڇِنندس موُر نه تِن سان، جن جي
موُن سُرڪ چَکي. سُرها سي تير سَچي، هينئڙي منجهه ويا هٽي.۴- راڳ جوڳ ڀڄن-۵-
سِڪ تنهنجيءَ ۾ ستگر دلڙي دانهوُن ڪري. ايريو اچن تا اڌما، راتيان ڏينهن رڙي.

-ٽيڪ- ڪوُڙيءَ هن ڪايا ۾، ڏوهہ ڪيا مون ڪيئي. معاف ڪيو سي ستگر، شرن اوهانجي
پيئي. مهر ڪيو ڪا مُئيءَ تي، ڀوَجل پار تري.١- منهنجي من پاپيءَ ڪي، پاڻ
اچي ڪر پويتر. اوٽ اجها ٻيا ڇڏي، ورتو مون تنهنجو در. صاحب توڪان سواءِ
ساعت ڪين سري.٢- عمر وَئي اوَڳڻ ۾، سُڪرت ڪونہ سنيران. آش اتم گر
آسوُ، مارگ تنهنجي مران. پريم سندو ڏي پيالو، پاويءَ ساڻ يري.٣- ٽيئون گڻ هي ٽيئي، جن
۾ جيوَ ٻڌا. سوال منهنجو سُڻ سائين، نرگڻ نام ڏي سدا. شانتِ سچي مان پايان،
تنهنجو ڏيان ڏري.٤- راڳ جوڳ پڇن-٦- پال ڀلائي ڪڏهين، سنت اگڻ ۾ ايندا.
درشن سان سپ دکڙا، لهذي ۾ لاهيندا -ٽيڪ- جن جي لاءِ مان دم دم، نيڻ ڪٽيو
ٽي نهاريان. راتو ڏينهان روئي، آب اکين مان هاريان. ٻاجهہ ڪري ٻانهيءَ تي، درشن
سيئي ڏيندا.١- انئي پهر چت ۾، ياد پوَن ٽا جيئي. ساعت هڪ نا وسرن، ساجن
سنت سيئي. منهنجي سِڪ کي سمجهي، رات اچي شل رهندا.٢- ٽيئون چوي مان تِن تان،
سِر سارو هي گهوريان. درد سموُرو دل جو، اڳيان تِن جي اوريان. حال سُٽي هيٺيءَ
جي، هردم حامي ٽيندا.٣- راڳ جوڳ پڇن-٧-سنتن جي ستسنگ ۾، پريم رکي هل
پيارا. جي سک چاهين پنهنجو، چلِہ تِني جا چارا -ٽيڪ- سنتن جي سنگ جهڙو، سنگ
نہ ٻيو ڪو آهي. رهج سدا ستسنگ ۾، لوڪ لڄائوُن لاهي. وچن مڇي هي منهنجو، ڇڏ
نہ تِني جا دوارا.١- سڦل سمو سو جاڻج، سنتن ۾ جو گذري. سو مُک ٽئي اوُجل

جو، سنتن سنگ هر سُمري. سنت سچن جي سيوا، کر تون ياڳنوارا.٢- سڦلي
ڪايا مايا، سڦلا سواس تِن آهن. ساڌ سنگت ۾ ويهي، جي گڻ گوبند ڳائن.
ڏن ڏن سي ڏارن جي، سنت وچن اُر سارا.٣- ٿيئون تن سنتن سان، نينهن پريو رکه
ناتو. مهر ڪري وارِن جي، جم راجا جو ڪاتو. گيان ڏئي سڀ من جا، ميٽن تا
مونجهارا.٤- راڳ جوڳ پچن-٨- منهنجا ستگر سائين دل مان، شل نانءُ نه تنهنجو
وسري -ٽيڪ- ڀل تخت ملي پاتشاهي مون، يا در در ملي گدائي مون. ڀل ملي
نه هڪڙي پائي مون، ته به نانءُ نه تنهنجو وسري.١- ڀل رهان ڪٽي مان جهنگلن ۾،
يا من موهيندڙ محلن ۾. ڀل بند رهان جي جيلن ۾، ته به نانءُ نه تنهنجو وسري.٢-
ڀل ديون ۾ يا دئتن ۾، ۽ پشن پکيئن يا منشن ۾. ڀل وڃان به کهڙِن
جوٽين ۾، ته به نانءُ نه تنهنجو وسري.٣- ڪهي ٿيئون سڻ هي سائين تون، هي منهنجو عرض
اگهائين تون. ڪر مهر انت جي تائين تون، شل نانءُ نه تنهنجو وسري.٤- راڳ جوڳ
پچن-٩- مان پريم جو ناتو پريو، شل توسان توڙ نيايان -ٽيڪ- ڀل سختيون اچن
ڪشالا، سِر تِکيون تراريون پالا. سڀ سهندي سور ڪرالا، مان پريم نه ڪڏهن هٽايان.١-
ڀل لوڪ ڏِکارن جڳ ۾، ۽ ڪشٽ ڏِين رَڳ رَڳ ۾. ڀل روڪن محبت
مڳ ۾، ته به ڦٽني پير نه پايان.٢- چوي ٿيئون منزل پاري، آ اؤکي پريم جي چاڙهي.
ڏي دل کي هر دلداري، جيئن تو ۾ پريم وڌايان.٣- راڳ جوڳ پچن-١٠- رک

توُن منهنجي لاڄ، او سوامي، ڏاتر ڏوهہ نہ ڏِس توُن منهنجا -ٽيڪ- جن جي ٻل تي ماڻ
ڪيُم تي سي ڀي ويا ڇڏي. بيوَس هيٺو تي مان آيس تنهنجي پريوُ تڏي. ميا ڪيو
مهراج.١- لعلڻ ليڪو جي ڪندين تان نانهن پڇڻ جي جاءِ. دين دکي ۽ غريب تي مان
آيس تو شرڻاءِ. آهيو غريبَنِواز.٢- ڪهي ٽيئون ڪر جوڙ پڪاري دين ديالوُ
رام. ويرنِ جي رک وِگهنن کان جيئن جپيان تنهنجو نام. پوُرن ڪر سڀ ڪاج.٣-
راڳ جوڳ پچن-١١- پنهنجو ڏي ديدار، او ستگر، درشن جي سِڪ آهہ گهٽي موُن.
-ٽيڪ- ستگر تنهنجي سِڪ ۾ موُنکي پل پل پوُر پوَن. ياد ڪري گڻ ڳالهيوُن
تنهنجوُن، نيٽين نار وَهن. پيو نہ وٽي وهنوار.١- درشن بن آ زهر برابر
جيئڻ هي منهنجو. مڇليءَ جو جيئن نير بنا ٿئي جيِئڻ تو اهنجو. ڏي درشن
دل ٺار.٢- پَلک سياڳي گهڙي سياڳي سا ئي مان پايان. ڪهي ٽيئون گر درشن تنهنجو
جڏهين مان پايان. درشن تان ٻلهار.٣- راڳ جوڳ پچن-١٢- سنت سماگم سار،
آ جڳ ۾، سنتن تان ٻلهار وڃان مان -ٽيڪ- سنتن جي صوُرت ڪي ڌاري پريوُ آيو
آهِہ. جيوَن جي تارڻ لاءِ هر هي بيک بڻايو آهِہ. شپ تِن جو ديدار.١-
امر ديش ۾ سنت رهن ٿا جنم مرڻ جت نانهن. گيان تخت تي آسڻ تن جو
سُکي رهن من مانهن. گيان جو ڪن پرچار.٢- ڪهي ٽيئون شپ ڪرمن سان ٿئي پريوُ تو
پرسن. پريوُءَ جي ڪرپا سان ٿئي تو سنتن جو درشن. سنت مکتِ جو دوار.٣- راڳ جوڳ

پچن-١٣- متان کرين ايمان، او بندا، رک من ۾ پؤ جم ڪال جو -ٽيک- جن جي رت ڦيٽن سان جڳ ۾ سَت ئي سمنڊ ٿيا. ديوَ دنڄ نر راڪشس پَنڇي جن پنهنجو وَس ڪيا. سي ٻہ ويا سلطان.١- جنهنجي مستک مان ٽي ڌرتي اهڙو وير هيو. ڪاغذ جيئن ڌرتي ويڙهي جو ٻَهي پاتال ويو. سي نہ رهيا ٻلوان.٢- حڪم هليو ٽئي هردم جنهنجو ديوَن جي تہ متان. لوک ٽِنهين ۾ مؤت جنهينجو هيڙو ڪنهن نہ هٽان. ٽِن پِي چڏيو جهان.٣- ڪال سندو پِي ڪال آهہ جو تنهنجي وٽ تؤن اوٽ. کهي ٽيئون نا ڪڏهين توکي لڳي ڪال جي چوٽ. جپ تؤن شري ڀڳوان.٤- راڳ جوڳ پچن-١٤- متان کرين تؤن پاپ، او بندا، کڇ پؤ رک تؤن ڀڳوان جو -ٽيک- توري جيئڻ خاطر جڳ ۾ پاپ نہ کر ڪوئي. مُئي پڇاڙان ليکو ڏيندين جمپور ۾ روئي. سهندين ات سنتاپ.١- مسڪينن کي پيڙي جي تؤن مايا جوڙيندين. آهہ غريبن جي سان آخر دک تؤن لوڙيندين. ڏاڍو ٿيندءِ تاپ.٢- اندر ويهي پڙدا ڏيئي جي هت پاپ ڪندين. چِترگپت ليکو ڪڍندءِ ات لِکي نہ تؤن سگهندين. پوءِ ڪندين پڇتاپ.٣- کهي ٽيئون کپ ڪرم چڏي کر شپ ڪرمن سان پيار. لوک ٻنهين ۾ سُکيو ٿيندين ملندءِ موکش دوار. کر پريوءَ جو جاپ.٤- راڳ جوڳ پچن-١٥- کر نہ ڪڏهن اعتبار، او پيارا، هن ڏن جوبن پريوار تي -ٽيک- درشن ماتر ڏن دؤلت آ ڪنهن سان نيپَهہ نانهن. ايندي ويندي ڏي ڏک ڏاڍا ڏائڻ تن من مانهن. تنهن سان کر نا پيار.١- جوبن پِي آ چار ڏهاڙا چاهہ

پريو ڇُٽڪو. ويندين ويرَم ڪين ڪري سو ڏَئي تن ڪي جَهٽڪو. تنهنجو ڇڏ اهنڪار.٢-
ڪٽنب قَبيلي جو ٻي چاڳهڄ پهر پَلڪ ميلو. انت نہ ساڻ هلي ڪو ويندين نيٺ تُون
اڪيلو. تِن ڪان ٿيءُ نِروار.٣- تانتي سنتن سنگ ڪري تُون پائڇ گڻ ۽ گيان. ٿيئون
موهہ مِٽائي سڀ جو ڏر آتم جو ڌيان.. پائڇ پد نِرڏار.۴- راڳ جوڳ پڇن-١٦-
متان ڀُلائين رام، او پيارا، جپ نانءُ منو ڪرتار جو -ٽيڪ- سين منائين ڪان
منڙو. آ رام سندو نالو. هِڪواري پريو پي ڏِس تُون پيالو. رام
سڪن جو ڌام.١- ڀَوساگر ۾ رام نام آ تارڻ لاءِ ٻيڙو. پاپ سيئي ناس ڪري
۽ ڪاٽي ڀَوَ ڦيرو. سُمر سدا هرنام.٢- رام نام آ سيتل جڳ ۾ شانتي ڏي من
ڪي. پُرشارٿ سان ڪنو ڪري وٺ رام نام ڌن ڪي. پاءِ سچو وشرام.٣- کهي ٿيئون شريرام
جپڻ سان پاپي پار پيا. جن يوڳن ۾ رام ڀُلايو سي سڀ غار ٿيا. رام
سُمر نشڪام.۴- راڳ جوڳ پڇن-١٧- ستگر ڪان وٺ گيان، او گرمُک، جي
ترڻو تي سنسار ڪان -ٽيڪ- ستگر ڪيوَٽ ڀَوساگر مان پار ڪري ٻيڙو. گرمُک ٻڌجي
ستگر در تان ڀَڇ نا تُون پيرو. ڌر ستگر جو ڌيان.١- ستگر وئد جيان نت
ڏي تو اؤشڌ سڪدائي. اوديا روڳ ڪٽڻ لاءِ گر جي سيوا ڪر يائي. مڃ تنهنجو
فرمان.٢- ستگر پوُرو داتا آهي ڏي هرنام ڀنڊار. جيڪو جاپ جپي تو جاڳي
تنهنجو ٿئي اُڌار. گر سنگ پاءِ ڪليان.٣- کهي ٿيئون گر ۽ گوبند ۾ ڀيد نہ ڪو

آهي. شرڌا سان وٺ شرڻ گروءَ جي لاڳاپا لاهي. پائيج پد نربان.۴- راڳ جوڳ
پچن-۱۸- پيارا پنهنجو پاڻ پڇاڻ، پاڻ پڇاڻڻ بن سک ناهي -ٽيڪ- پوڳ
وِشيہ کان تي وئراڳي. غفلت اوديا نند مان جاڳي. جڳ کي جوُنو نشچي جاڻ،
صوُرت پنهنجي ڏِس توُن ناهي.۱- بوڌ گروءَ جو هردي ڌاري. رهي اڪيلو ڏِس ويچاري.
ساکي چيتن پاڻ سڃاڻ، تنهن ۾ تِر جو شڪ نا آهي.۲- ساکي برهم روُپ هڪ
جاڻج، دويت ڇڏي ادويت پڇاڻج. سک سُوَروُپ توُن آهين پاڻ، کهي ٽيئون لڪ پڙدا
لاهي.۳- راڳ جوڳ پچن-۱۹-جنهنکي ڳولهين ڳولهڻ هار، سو توُن آهين سمجهہ
پيارا -ٽيڪ- پاڻ پروُڙج پاڻ ۾ پيهي، گر جو وچن وِچارج ويهي. اندر
ڏسندين خود اسرار، گم تي ويندءِ غير غُبار.۱- ڏس توُن پنهنجي صوُرت ناهي،
پولائي جو پڙدو لاهي. قدرت جو توُن هي ڪرتار، آديسِ جا اهي اشار.۲-
پاڻ ڇڏي ٻئي هنڌ جي ويندين، سک نا ملندءِ موٽي ايندين. پاڻ مٿان ئي ڪر اعتبار،
مِٽجي ويندءِ ڪل موُنجهارا.۳- کهي ٽيئون سو خود توُن آهين، ٻئي پاسي ڏي ڇو تو ڪاهين.
اهم برهم جي ڪر گجڪار، نِريئہ تي توُن جڳت منجهارا.۴-راڳ جوڳ پچن-۲۰-
آهي توسان گڏ پيُوان، نرمل نيٽن سان ڏس ناهي -ٽيڪ- وِهڻ مهل وِهي گڏ
توسان، بيهڻ مهل بِهي گڏ توسان. هلڻ مهل هلي تہ سُڃان.۱- کائڻ مهل
کائي گڏ توسان، ڳائڻ مهل ڳائي گڏ توسان. ٻُڌڻ مهل ٻُڌي ڳُڻگان.۲- ملڻ

مهل ملي ڳڌ توسان، ڪلڻ مهل ڪلي ڳڌ توسان. سمهڻ مهل سمهين سلطان.٣- سڀ ٻالهيُنِ ڪي ڇاڻي سوئي، سڀ ڪرمن ڪي ڏسي اهوئي. ٽيئون سڀ ۾ سو پرڏان.٤- راڳ جوڳ پچن-٢١- سڀ ڪان ويڇهو آهي رام، سڄڻ پري ڇو تنهنکي ڳولهين -ٽيڪ- جهڙو ويڇهو پريو آهي، تهڙو ويڇهو ٻيو ڪو ناهي. تِر نہ پري سو پوُرڻڪام.١- پاڻي پَوَن ڌرن ڪان ويڇهو، سوُرج چنڊ اگن ڪان ويڇهو. تارن ڪان ويڇهو هرنام.٢- مائٽ مِٽ گهر ڌن ڪان ويڇهو، ٻاڻي ٻڌ تن من ڪان ويڇهو. سواسن ڪان ويڇهو گهنشيام.٣- ويڇهي ڪان ويڇهو هر جوئي، گيان وڻي گر ڪان ڏِس سوئي. ڪهي ٽيئون سو توُن سڪڏام.٤- راڳ جوڳ پچن-٢٢- اندر ڪر آتم ديدار، ٻاهر پورا ڇو تو پٽڪين -ٽيڪ- ويد جنهينجو ڏِيَن اشارو، جو ساري جڳ جو آڌارو. سنتن جو پيي جنهن سان پيار، تنهن لاءِ هِت هُت ڇو تو آٽڪين.١- سج چنڊ تارن ڪان سو سُهڻو، سُر نر مُنيجن جي من مُهڻو. سوُنهين جنهن سان سڀ سنسار، تنهن لاءِ جهنگلن ۾ ڇو جهٽڪين.٢- ڪهي ٽيئون ڪل قرنا لاهي، پيد پرم جي پِتِ ڪي ڏاهي، انتر پي آتم رس ڌار، پاڙ پهاڙن ۾ ڇو پٽڪين.٣- راڳ جوڳ پچن-٢٣- پريم سچي جو پڙهہ توُن پاٺ، پاٺ بين مان ڪڇ نہ وَٽيندين -ٽيڪ- پنڊت ٽي پوٿيوُن پڙهندين جي، ويدن جا وڪيان ڪندين جي. پريم بنا ٽي سي سڀ ڪاٺ، آخر تِن مان ڇِڪڻ ڇٽيندين.١- بيکي ٽي جي بيک بڻائين، مالا پائي تلڪ لڳائين. پريم بنا ٽي ڪوُڙا ٺاٺ، بيک

ڪئي نا ڪرم ڪتيندين.٢- ياتري ٿي جي تيرٿ نائين، وِرت دان سڀ ڪرم ڪمائين. پريم بنا
ٿي سَڪَٽا ساٺ، وِرتن سان نا وِرتي مَٽيندين.٣- پريم بنا سڀ ساڌن ايئين، ٽيئون لوُڻ
بن ڀوڄڻ جيئين. پريم سان هر جپ پاهر آٺ، پريم بنا نا رام جهٽيندين.٤- راڳ
جوڳ ٻچن-٢٤- پريوُ جنهنجو آ رکوار، وار وِنگو نا ٿئي تو تنهنجو -ٽيڪ-
دشمن توڙي وير وڏائن، ڇئن ڪندن ڪان اڇي ستائن. پر جنهن نظر ڪري
ڪرتار.١- سمنڊ ڇُلن پل جَبل جَلن جي، ڌرتي ڏڏي طوُفان لڳن جي.
پر جنهن مهر ڪري مننار.٢- تاپ ٽيئي پل ديهه دڪائن، ڪشت ڪِروڙين اڇي
ڪنبائن. پر جنهن ديا ڪري داتار.٣- ڪهي ٽيئون وٺ شرڻ رام جي، آش ڇڏي
توُن خلق عام جي. جو جن پڪڙي هر آڌار.٤- راڳ جوڳ ٻچن-٢٥-
سڀ ڪڇ آهين توُن هي رام، تو بن پريوُ مان ڪڇ ناهيان -ٽيڪ- هُيُم اڳي نا هاٿي
آهيان، پوءِ نہ هوُندس ايئن تو يانيان. پوءِ اڳي هاٿي توُن شام.١- مان جي صوُرت تو ئي
ڏاري، مان آهي نا توڪان نياري. تو ۾ مان جو انت مُڪام.٢- توُن هي اِندريوُن
تن پي توُن هي، توُن هي بُڌ چت من پي توُن هي. اندر ٻاهر توُن سڪڏام.٣- گر
سمجهايو عين اشارو، توُن هي هر آهين جڳ سارو. ٽيئون توُن سڀ جو وشرام.٤-راڳ
جوڳ ٻچن-٢٦- جوُنو تن جو ڇڏ اهنڪار، سمجهه سڄڻ مان ساڪي آهيان -ٽيڪ-
ماس هڏن جو تن هي پارو، مَل موُتر سان پريل سارو. سو تنهنجو ناهي آڪار.١-

جوُني مان مان تن ۾ ڏاري، جنم ڇڏيا تو کيئي بڳاڙي. جوُني مان جو ڇڏ آڌار.٢- جيسين جوُني مان مان آهي، تيسين شانتي من نا پائي. جوُني مان کي ڇڏ گينوار.٣- جوُني مان مان جن جن ڏاري، تن پنهنجي جڙ آهي اکاڙي. وچن اهو توُن دل ۾ ڌار.٤- کهي ٽيئون گر شبد سُمر توُن ، جوُني مان کي کڍ ٻاهر توُن. پل پل منتر کري وِچار.٥- راڳ جوڳ پچن-٢٧- جي چاهين ٿيان ڀَوَ کان پار، رام نام جي چڙهه ٻيڙي تي -ٽيڪ- رام نام جو ٻيڙو پُختو، لهرن لوڏن کان آ مُکتو. پهچائي وئڪنٺ دوار.١- مکت ٿيڻ جا ٻين جُڳن ۾، يتن گهڻا لکيل پوٿِن ۾. ڪليڳ ۾ ٿي هر آڌار.٢- هن ٻيڙي تي چڙهيا جيئي، ڀَوَساگر کلن ترِيا سيئي. پهتا داتا جي دربار.٣- پار وڃڻ لاءِ وقت مليو ٿي، جلدي چڙهه توُن بخت کُليو ٿي. ڇڏي جڳت جي کوُڙي ڪار.٤- هن ٻيڙي جي کاهِڻ وارو، ستگر آهي مَلاهه سچارو. کهي ٽيئون تنهن آگيا ڌار.٥- راڳ جوڳ پچن-٢٨- تنهنجي امانت تنهنجي پاس، آئي ٿئي پريوُ رکج سنياري -ٽيڪ- انش جيوَ کي پنهنجو ڄاڻي، صاحب ٿيءُ توُن تنهن سان ساٿي. ڏسي نہ جيئن کو جم جو ترِاس، آمراپور ۾ سُکي گذاري.١- ڏوهه جيوَ ۾ ڏسي ديالوُ، ڏِکي نہ ڇڏجانءِ هي کرپالوُ. دوش کري کل تنهنجا ناس، رکجانءِ پنهنجي شرن مُراري.٢- جيوُ اصل کان وستوُ تنهنجي، دعويٰ تنهن ۾ نا ٻئي کنهنجي. جيوَ جو مالک توُن هي خاص، چوَن ايئن تا پُران پکاري.٣- هٿي اسان وٽ تنهنجي امانت،

آئي ٿئي سا توڏي سلامت. ڪهي ٽيئون ڪاٽي جم ڦاس، ميلي ڇڏ تنهن پاڻ منجهاري.٤-
راڳ جوڳ ٻچن-٢٩- گروُ غريب نِواز سوامي، ڀوَساگر ڪان پار اُڪارج -ٽيڪ-
ڇڏي آسرا ٻيا سڀ سائين، وَرتم تنهنجي شرڻ سدائين. رک توُن منهنجي لاج سوامي،
ديا ڪري دک درد نوارج.١- جُوٺي دنيا جي آ ياري، ستگر توُن آهين
هِتڪاري. مهر ڪري مهراج سوامي، بگڙيل منهنجا ڪاج سنوارج.٢-
نالو تنهنجو شرني پالڪ، ڪنت لڳايو پنهنجو ٻالڪ. سنتن جا سِرتاج
سوامي، ٻاجهه ڪري مون گود وِهارج.٣- ڏاتر منهنجا ڏوهه نہ ڏسجانءِ، هردم
ڪرپا درشٽي ڌرجانءِ. يڪتيءَ جو ڏي ڏاج سوامي، ڪهي ٽيئون توُن ڪين وسارج.٤-
راڳ جوڳ ٻچن-٣٠- جت ڪت توُن ڀڳوان آهين، تو بن ڪائي جاءِ نہ خالي.
-ٽيڪ- ٻل وارن ۾ توُن ٻل آهين، ڇل وارن ۾ توُن ڇل آهين. مانِن ۾ توُن مانُ
آهين، چالِن ۾ شي تنهنجي چالي.١- رس وارن ۾ رس آهِن توُن هيءُ جس وارن
۾ جس آهِن توُن هي. پراڻِن ۾ توُن پراڻُ آهين، خوشين ۾ آ تنهنجي خوشحالي.٢-
گن وارن ۾ آهين گن توُن، پُن وارن ۾ آهين پُن توُن. گيانن ۾ توُن گيان آهين.
لعلن ۾ آ تنهنجي لعلي.٣- نام روُپ ميہ سڀ جڳ اندر، ڪهي ٽيئون توُن آهين
ايشور. وويڪِن ۾ وگيان آهين، جوتين ۾ آ تنهنجي اُجالي.٤- راڳ جوڳ
ٻچن-٣١- ڪر ڪو ديهه سُڌار پيارا، پاڻ وڪارن ڪان تہ بچائي -ٽيڪ- ڪام

جڏهن تو زور لڳائي، شرم مرم سڀ شانُ وڃائي. هردم تيءَ هوشيار پيارا،
ڄٽ سٽ سان تون پريتي پائي.١- ڪروڌ جڏهن تو جوش ڄڳائي، جان جگر ۽
جسم جلائي. دل ڪي ڏي تون ٺار پيارا، ڪميا شانتي صبر پِرائي.٢- لوڀ
جڏهن تو لائي لوري، ڌن ميڙڻ جي ٺئي جيءَ جهوري. سچ جو ڪر وهنوار پيارا،
هردي ۾ سنتوش وڌائي.٣- موهه جڏهن تو من کي مُنجهائي، ڌيرج ٻل ۽ ٻُڌي گنوائي.
من مان ڪڍ انڌڪار پيارا، برهم گيان جي جوت ڄڳائي.٤- غربُ جڏهن من واس
ڪري تو، ڌرم ڪرم کي ناس ڪري تو. پاءِ حليمت هار پيارا، ڪهي ٺيئون ايمان
مِٽائي.٥- راڳ جوڳ ڀڄن-٣٢- مانش ديهه امول منڙا، رام ڀڄن بن
ڪوءِ نه اجائي -ٽيڪ- مات گرڀ ۾ قول ڪيو جو، وسري توکان ڪيئن ويو سو.
پاڙج پنهنجو ٻول منڙا، ڪري ڀڄن ڀڳوَت جو پائي.١- محلا ماڙيون پلنگ
رَنگيلا، ڪم نا ايندءِ ڪٽنب قبيلا. رولي ڪندءِ رول منڙا، موهه نه رک تون تن
سان رائي.٢- پوُرڻ شرڌا من ۾ ڌاري، ستگر سنتن جي وچ دواري. ڀڳي ڀرم ۽ پول
منڙا، سٽڇ وچن تِن جا سکدائي.٣- ٺيئون سُرت شبد ۾ لائي، اندر آتم
ڌيان لڳائي. پائي پُرش اڏول منڙا،، مانش ديهي ڪر تون سڃائي.٤- راڳ جوڳ ڀڄن-٣٣-
ڪونهي منهنجو حال پريوُ، ٻاجهه ڪري ڪو ڀال ڀلايو -ٽيڪ- لوڪن ليکي لائق
آهيان، پر پريوُ مان لائق ناهيان. بيحد هان بدچال پريوُ، شرم ڇڏي مون چگو چوايو .١-

ڪام ڪروڌ مَد موهه آ مُون ۾، ڪُوڙ ڪپٽ دنڀ دوهه آ مُون ۾. آهن ڪوتا خيال پريوُ، پاپ ڪندي مُون جنم وڃايو.٢- عمر سڄي عيبن ۾ وڃايم، شڀ ڪرم نا ڪڏهن ڪمايم. ڇاڻي پنهنجو ٻال پريوُ، اوڳڻ ميٽي ڪنت لڳايو.٣- ڪهي ٽيئون مان نِمڪحرامي، شرڻ اوهان جي آهيان سوامي. توُن آهِن دين ديال پريوُ، ديا ڪري ست مارگ لايو.٤- راڳ جوڳ پچن-٣٤- هر سان ڪن جي پيار پريتم، تن سان پيار ڪري جڳ سارو -ٽيڪ- ڀڳوَت ڪي جي جيوَ ڀُلائن، تن ڪي راسيوُن گرهه رُلائن. سک ڏي تن ڏينهن‌وار پريتم، ياد جِني ڪي پريوُ پيارو.١- مالڪ ڪان جن مَت آ ڦيري، تن جا وڻ تِڻ پيي ٽِيَن ويري. سک ڏي تن وٽڪار پريتم، ياد جِني ڪي جڳ آڌارو.٢- پوُت پريت پيه ڏِين تني ڪي، رام ياد نا آهِ جِني ڪي. پوُت ٿئي تن سڪار پريتم، ياد جني ڪي الک اپارو.٣- ڪهي ٽيئون جي پريوُ ڏيائن، تن ڪي سڀ جڳ جيوَ مَنائن. ديوَ وچن ٻلهار پريتم، تن جو جت ٿئي ڪٿ جئڪارو.٤- راڳ جوڳ پچن-٣٥- جاڳن ساري رات جوڳي، جهد ڪري ٿا جوڳ ڪمائن -ٽيڪ- رهي جهنگل ۾ ڏوُٽا لائن. ويهي مچن تي وِرِهه وَسائن. ٻي نا ڪن ڪا تات جوڳي، روئندي روئندي رام ريجهائن.١- پنهنجي موُنَنِ ۾ منهن پائن، سار شبد ۾ سُرت ملائن. مانگن درشن ڏات جوڳي، ٻئي نه پدارٿ ۾ دل لائن.٢- نيڻن جي نت ننڊ ڦٽائن، اندر

۾ هڪ الک جڳائن. مُحِڪم تي محلات جوڳي، محبت سان منٺار مَنائن.٣.
ڪائن ٿورو سو نہ سَوادي، ٻولن ٿورو پر نہ وِڪادي. رهي اندر
ايڪانت جوڳي، عشق اگن ۾ پاڻ پچائن.٤. آسڻ لائي ساڌِنِ تَنَ ڪي، جوڳ
جُڳَت سان جيتن من ڪي. ٽيئون ٽوڙي پرانت جوڳي، رام رنگ ۾ رُوح رَلائن.٥. راڳ
جوڳ پڇن-٣٦- جوڳي ٿئين تان جاڳ پيارا، جوڳين جو نہ تہ سانگ نہ ڏارج -ٽيڪ-
لوڪ سمهين توُن جهدؤن جاڳي، نام جپي تيءُ هر انراڳي. انحد جو سُڻ راڳ.١.
جُڳَتيءَ سان توُن جوڳ ڪمائي، محبت مچ من اندر مچائي. ماڻ لاهوُتي لاڳ.٢.
شهر ڇڏي ڪر جهنگل واسو، ڪري ڪتنب ڪان هردم پاسو. من ۾ رک وئراڳ.٣.
ڪامڻ ڪاري نانگڻ ڄاڻي، دؤلت ڪي توُن ڌوُڙ پڇاڻي. ترشنا جو ڪر تياڳ.٤.
ڪهي ٽيئون رهي جوڳين سنگ ۾، تن من رنگ توُن جوڳ رنگ ۾. يوڳ وِشيہ ڪان ياڳ.٥.
راڳ جوڳ پڇن-٣٧- ڪير ڪندو موُن پار پريتم، گهاٽن تي هنِ گهٽا مُهاٽا -ٽيڪ-
هرڪو پنهنجو گهات سَراهي، ڪنهن تي ڪيان اعتبار.١- ڪيئن وڃان مان تري نہ ڄاڻان،
پاڻي آهي تار.٢- هُن پر آهي ديش اسانجو، ڪيئن ڪيان ديدار.٣- ڪهي ٽيئون
ڏَس ڏي توُن موُنکي، ڪنهنجو وٺان آڌار.٤- راڳ جوڳ پڇن-٣٨- جي ڪيوَٽ ڪن پار
پيارا، تن جا ٻُڏ پوُرا اهڇاٽا -ٽيڪ- ناوَ پڪي نئين جن وَٽ آهي، پَوَن پروُڙي
ڄاڻن هلائي. پاڻي تانگهو تار پيارا، سمجهن ڪن چڪرن ڪي سياٽا.١- اڪيوُن

ھڄن جن انگ سمؤرا، پؤر پُڄائن ھن پر پؤرا. شردا ٽِن ۾ ڏار پيارا، پار
کندءِ اھي مير مُھاٽا.٢- کھي تيئون جي توڙ رَسائن، مڙد ملاح سي پؤرڻ آھن.
تن جي سنگ ۾ گھار پيارا، سي پَسائيندءِ اڳڻ اباٽا.٣- راڳ جوڳ پڇن-٣٩-
صاحب جي سڀ ذات، ڏس تؤن، تنھن بن بيو جڳ ۾ ڪجھ ناھي -ٽيڪ- ساجن ڪيئي سانگ
بڻائي، قسم قسم جا کيل کلائي. اچي تيو اسبات.١- سونا زيور سون
ھي آھن، ڀُلي ڀُلائي بيو ڪجھ ناھن. ڪَنچن جي ڪُلُ ڪرانت.٢- ڌرتيءَ
جا جي تانوَ گھٽائي، ذات انھن جي ڌرتي پائي. پورا پڇي پرانت.٣- جڳ
جڳديش ۾ فرق نہ ڪوئي، جڳ بٽيو جڳديشور سوئي. تيئون وني گر دات.۴- راڳ
جوڳ پڇن-۴٠- لوچي آتم لعل گرمُک، ڏس تؤن اندر جھاتي پائي -ٽيڪ- لوچڻ
ڏاران لعل ملي نا، گر بن بيو ھيءَ ڳالھ سَلي نا. گر کان پُڇ احوال.١-
تورو سُمھ ۽ تورو کائج، تورو گھم تورو ڳالھائج. خام ڪدي ڇڏ خيال.٢-
اوديا جو ڇڏ پڙدو لاھي، لعل اَمولڪ ڏس تؤن ڦاھي. تيندين پوءِ نحال.٣-
آتم لعل جڏھن تؤن ڏسندين، تڏھين جنم مرڻ کان ڇٽندين. تيئون ڪٽي جمرڪال.٢-
راڳ جوڳ پڇن-۴١- جوت گيان جي ٻار، گرمُک، ھردم پنھنجي من مندر
۾ -ٽيڪ- ڏيئو پريم سچي جو ڪر تؤن، تنھن ۾ تيل طلب جو پر تؤن. وَٽِ وويڪ جي
ڏار.١- گر سکيا جي تيلي لائي، انيئہ جي تؤن جوت جڳائي. پرم انڌيرو ٽار.٢-

وستوُ امولڪ حاصل ٿيندءِ، چور وڪار نہ ويجھو ايندءِ. نِريئہ ٿي تہ گذار.٣.
ٿيئون لڳي توُن گر جي لاري، جوت گيان جي وٺ توُن ٻاري، پائج پد نرڌار.٤.
راڳ جوڳ ڀڄن.٤٢. سنتن جي وٽ شام، پيارا، سنت سچا ڀوَساگر تارن.
-ٽيڪ- شرڌا سان سنتن ڏي هل توُن، حال سموُرو دل جو سَل توُن. پريم سان ڪر پرنام.١.
سنتن بن ڀيو ناهي سنگي، ميٽِن من جي طلب ۽ تنگي. منڙي تن جي
مام.٢. ست شبد سان مَئِل مِٽائن، ڀاو ڀڳتِ سان رام ملائن. ڪٽي ڪلپت
ڪام.٣. ڪهي ٽيئون هر نرگڻ موُرت، سنت سگڻ تي تنهنجي صوُرت. سيوا ڪر
نشڪام.٤. راڳ جوڳ ڀڄن.٤٣. رَڳ رَڳ ۾ جپ رام، پيارا، رام جپڻ لاءِ
جنم مليو ٿئي -ٽيڪ- ڪنن سان ٻڌ رام جو ڪيرتن، نيٽن سان ڏس رام جو درشن.
هردي رک هرنام.١. هٿ جوڙي ڪر سڀ جي سيوا، سمجهي سڀ ۾ آتم ديوا. ٻول
نہ ڪنهن سان خام.٢. پيرن سان هل ساڌ سنگت ۾، پريم وارن جي ويهہ پنگت ۾. پيءُ
پريم جو جام.٣. پل پل پاڻ پاپ ڪان ٽِل توُن، ست مارگ ڏي هردم هل توُن. پاڙ
پنهنجو انجام.٤. ڪهي ٽيئون ڊر ڏيان هميشهہ، وڏن جو رک مانُ هميشهہ. ستگر جي
وٽ شام.٥. راڳ جوڳ ڀڄن.٤٤. سنت سچا سامئڙا، اڄ منهنجي گهر آيا.
درشن سان من منهنجي، آنند منگل ڇايا -ٽيڪ- محبت جن جي من ۾، رام سندي رنگ
راتا. گيان گڻن جو سڀ ڪي، دان ڏِين تا داتا. پيارِن پريم جا پيالا، سي

منهنجي من پايا.١- بيغمپور جوُن باتيوُن، سنت سِلِنِ تا هردم. امرت رس سان پريوُن، ٻوليوُن ٻولن دم دم. يڪتيءَ ڀاو سان پريا، ڀاڳ وڏي موُن پايا.٢- سنت سچا وچنن جا، تير هڻن تا تن کي. ڪام ڪروڌ کي ماري، شانت ڏِيَن تا من کي. تن سنتن گهر منهنجي، ڳڻ گوبند جا ڳايا.٣- کهي ٽيئون موُن مِليا، سنت سچا سئلاني. تن من ڌن سڀ گهوري، سيس ڪيان قرباني. ٺهل ڪري مان تن جي، سڦل ڪيان هيءَ ڪايا.٤- راڳ جوڳ پڇن-٤٥- وئراڳي وِروُنهه جا، وِڇاٽا وِڇائن. ڪري جهد جيءَ کي، ڄُڳت سان جڳائن -ٽيڪ- پِريَن جي پَسڻ جا، پڪا پَهه پچائي. سُپيرِيَن جي سِڪ ۾، سچو تن سُڪائن.١- ڇڏي ڪيل خوشيوُن، دنيا جوُن سيئي. روئي رام کي تا، رمز سان ريجهائن.٢- خلق جي کَلَل ڪان، ڪري خيال خالي. رکي شؤنق دل ۾، ڏٽيءَ کي ڏيائن.٣- محب جي ملڻ لاءِ، ڇڏي هٺ هٺڻ کي. کهي ٽيئون ڪنڌڙا، قرب سان ڪپائن.٤- راڳ جوڳ پڇن-٤٦- پيو پوُر پل پل پچائي وئراڳي. لڳل لِنوَ نه ٻئي کي لڪائي وئراڳي -ٽيڪ- جهنگل جهر جبل تو وسائي وئراڳي. پُڇي پار پِرَ جا ليلائي وئراڳي.١- اندر درد دونهون دکائي وئراڳي. آکئين آب هر هر وَهائي وئراڳي.٢- ڏکن ۾ نه من کي ڏلائي وئراڳي. ٽنيءَ ۽ ٺڏيءَ ۾ تو کاهي وئراڳي.٣- ڳِلا گهانگهو گل ۾ تو پائي وئراڳي. جوٽي جنگ من کي جڳائي وئراڳي.٤- کهي ٽيئون ٽورو ڳالهائي وئراڳي. اندر هوُنگ حق جي هلائي وئراڳي.٥- راڳ جوڳ پڇن-٤٧-

آهي موج مستي، فقيريءَ جي نياري. جنهين ۾ الستي، عجائب خماري -ٽيڪ-
نشن ۾ نشو آ، فقيريءَ جو اعليٰ. جنهنيجي چڙهڻ سان، پوي سمجهه ساري.١- رکي کين
پرواهه، فقيري کنهينجي. سدا شير وانگي، گجي ٿي تہ ڀاري.٢- فقيري حڪم ٿي، سين
تي هلائي. وڏو شهنشاهه پيي، ڪري تنهن نيزاري.٣- فقيري فِڪر کان ٿي، فارق
بڻائي. کهي ٽيئون دل کي، سدا ڏي بهاري.٤- راڳ جوڳ پچن-٤٨- ڪري جوڳ جوڳي
سِڌي ٿا تہ پائن. رکي وِرتي اندريوُن وِشيہ کان هٽائن -ٽيڪ- ڌري ڌيان دل ۾،
اِشٽ جي موُرت جو، چِڏي فِکر فُرنا، سماڌي لڳائن.١- ٻڌي پدم آسن، سِڌا تي
وِهن ٿا. دواري دسم ۾، سُرت کي سمائن.٢- سُڻن ساز سهڻو، آناهت آنادي.
تنهين ناد ۾ ٿا، وِرتِ کي مِلائن.٣- کهي ٽيئون جوڳي، جُڳت ساڻ جاڳي. اکنڊ جوت
انيوَ، اندر ۾ جڳائن.٤- راڳ جوڳ پچن-٤٩- رهي سنت جاتي، هري نام
ڌيائن. سدا سيئي جايوُن، سين کي سيبائن -ٽيڪ- سُکل بِرڇ ساوا، تين ٿا اهيئي.
جني وٽن هينان، ڏُني سنت لائن.١- مڙهيوُن ۾ مندر سي، وسن ٿا سدائين. جتي
سنت ويهي، هري گيت ڳائن.٢- جتي شبد واڻي، ڪٿا سنت کن ٿا. کٽي رج اُتان
سڀ لِڱن کي لڳائن.٣- کهي ٽيئون جاتي، کرن جوڳ جوڳي. اُتي لڳن ميلا، سيئي
جڻہ منائن.٤- راڳ جوڳ پچن-٥٠- سچو شبد ستگر، شِشِيَن کي سُٽائي. جلد
جيوَ مان ئي، برهم ٿو بڻائي -ٽيڪ- جيئين ماءُ پُٽ جي، رکيا نت ڪري ٿي. تيئين ٻوڌ ڏيئي،

وِشيہ ڪان بچائي.١- ڪڏي ڪپُڏ ڪلنا، وڪارن ڪي ڪوري. چِمَنُ گيان گڻ جو، اندر ۾ لڳائي.٢- پرم ۾ پليل ڪي، سئينءَ راھہ لائي. ڏسي جوڳ جڳتي، امر گھر پُڄائي.٣- ڪھي ٽيئون ٽوڙي، بنڌن سڀ جڳت جا. ڪري مڪت دک ڪان، سڪن ۾ سمائي.۴-
راڳ جوڳ پچن-۵١- پري پريم پيالو پيئاري تو ستگر. ميا سان مُٺل دل جيئاري تو ستگر -ٽيڪ- دکن جي درياھہ مان اُڪاري تو ستگر. سکن جي سيجا تي سُمھاري تو ستگر.١- ڪٽڻ سارُ سڀ مان سيڪاري تو ستگر. اندر لعل آتم ڏيڪاري تو ستگر.٢- اصل گيان سوُرج اُڀاري ٿو ستگر. سڏي موھہ ننڊ مان اُٿاري تو ستگر.٣- پرم پيد سيئي نواري تو ستگر. سچي شانت ڏيئي اُجاري تو ستگر.۴- چؤراسي چڪر ڪان اُباري تو ستگر. ٽيئون ليڪو جم جو نيساري تو ستگر.۵- راڳ جوڳ پچن-۵٢- داتا ڪر توُن ديا، پنھنجي مھر ميا، موُن تہ ڏوھہ گناھہ آھن ڪيئي ڪيا -ٽيڪ- دينن جو آھين ناٿ، آھيان مان دِين آناٿ. پنھنجو ھي بِرد سچاڻي ساجن موُنکي ڏي توُن ساٿ. موُن لاءِ آھين توُن بابا گنگا گيا.١- تنھنجو نانءُ شرني پالڪ، آھيان مان ننڍڙو بالڪ. تنھنجي ئي شرني آيس مھر پريو جاڻي مالڪ. تاريا تو ڪيئي جيڪي شرن پيا.٢- پريوُ توُن پَتِت پاوَن، پڪڙي موُن تنھنجي داوَن. مھما تنھنجي سنت گرنٿ ويد ۽ پُران گاوَن. مھر تنھنجيءَ سان بگڙيل ڪاج ٿيا.٣- گوبند غريبَنِواز، سيني سڪن جا ساج. ڪھي ٽيئون گولو موُن

غريب چاڙي رک تون لاڄ. ٻاجهه تنهنجيءَ سان ٻيڙا پار ٿي ويا.٢- راڳ جوڳ
پچن-٥٣- سيئي ساز ڪٽي، مونکي ڇڏي ويا ننڊ ۾ -ٽيڪ- پينر هن پنيور
سان، تن جي ڪين ٻٽي.١- ٻُڏي ڳالهه لوڪن جي، تن ڪي ڪين وٽي.٢- جيجان
تن تہ جتن لاءِ، ڪندِيَس پاڻ پٽي.٣- ڪهي ٽيئون سنجهي وِيڙا، ڪامل ڪيچ
ڏٽي.٢- راڳ جوڳ پچن-٥٤- ڏاڍا ڪيا تم ڏوهہ پريوُ، مهر ڪري ڏي معافي
مونکي -ٽيڪ- ڏوهہ ڪندي مان ڏينهن گذاريم، ريجهي رَسن ۾ راتيوُن گهاريم. من ڪي
موهيو موهہ پريوُ.١- ڪوڙ ڪپٽ ڇل ڪيَم هزارين، پاپ پيٽ لاءِ ڪيَم اپارين. جنم
ويو منجهہ ڏوهہ پريوُ.٢- جهڙو تهڙو آهيان تنهنجو، ڪهي ٽيئون ٻيو ناهي منهنجو.
تڳان تنهينجي توهہ پريوُ.٣- راڳ جوڳ پچن-٥٥- چاڙهج چاڙٽهار پياري، تنهن
بن ٻي سڀ چاڻ اجائي -ٽيڪ- چاڙٽهاري ڪي جو چاڙي، مؤج سچيءَ ڪي سوئي ماڙي.
ڪري دِوِيہ ديدار پياري.١- جنهين نہ چاتو چاڙٽهارو، جنم ڪيو تنهن نشڦل سارو.
جيئڻ تنهن بيڪار پياري.٢- ڪهي ٽيئون سِڌ ساڌڪ سوئي، چاڙي چاڙٽهارو جوئي. پائي
موڪش دوار پياري.٣- راڳ جوڳ پچن-٥٦- چاڙٽهاري ڪي تون چاڻ، وات وني پوُري ستگر
ڪان -ٽيڪ- چاڙٽهارو پري نہ ڪنهن ڪان، چاڙهج ويجهو تنهن ڪي سڀ ڪان. لک تون تنهن ڪي
آتئي ساڻ.١- چاڙٽهارو سڀ ڪي چاڙي، انکي ڪوئي ڪونہ سڃاڙي. تنهن بن جڙ
سڀ جڳت پڇاڻ.٢- چاڙٽهارو ئي هِڪ ست آ، تنهن بن سارو جڳت است آ. سو

ست جاڻج پنھنجو پاڻ.٢- جاڻڻھاري کي جنھن جاتو، کھي تيئون تنھن سڀ ڪجھ پاتو. ايئين چوي ٿو ويد پراڻ.٢- راڳ جوڳ پچن-٥٧- من منھنجا تون ڏيرج ڌار، تيءُ نہ اندر ۾ وياڪل ايڏو -ٽيڪ- ڪٽنب قبيلو سڀنڌي جڳ جا، جاڻج سيئي ساٿي ڏڳ جا. ڏسي انھن کي ٿيندو ڏار.١- آڏ ۾ آيا آڏ ۾ ويندا، آخر تائين گڏ نا رھندا. سنگي سچو ٿي ستڪرتار.٢- مات گرڀ ڪان اچ ڏينھن تائين، سار ڪندو جو آيو سائين. اڳتي پي سو لھندءِ سار.٢- ڇڏي ۾ آسرا جڳ جا ڪوڙا، اوت پريوءِ جي وٺ تون موڙھا. کھي تيئون سو آ رکوار.٢- راڳ جوڳ پچن-٥٨- جي چاھين آتم ديدار، دل درپن ۾ منھنڙو پائج -ٽيڪ- پھرين درپن صاف بڻائج، پوءِ انھيءَ ۾ جھاتي پائج. ايندءِ نظر ۾ ستڪرتار.١- ڪن اکيون مُک کي بند ڪر تون، دل جو شيشو سامھون ڌر تون. ڏس تون ساڪي سرجڻھار.٢- ستگر پاجھون ملي نہ جُڳتي، جُڳت بنا نا ٿئي ٿي مڪتي. جُڳت وٺي تون ڪر ويچار.٢- ايئين ڪندي پي ملي نہ توکي، پوءِ ڏوراپو ڏيج تون مونکي. کھي تيئون تون ڪر اعتبار.٢- راڳ جوڳ پچن-٥٩- ستگر ٿي پرميشور پاڻ، منش گروءَ کي نا تون جاڻج -ٽيڪ- ست چت آنند نرگڻ جوئي، ستگر بڻجي آيو سوئي. اھو ويدن جو آھ وکياڻ.١- ستگر ۾ صاحب ٿو بولي، پنھنجي ٻُجھ کي پاڻ ٿو کولي. گرمُک ٿي تنھنکي تہ سُڃاڻ.٢- ستگر کي جنھن

صاف سڃاتو، پاربرهم کي تنهن آ پاتو، سمجھ اِها تُون پُورڻ ڄاڻ.٣- ستگر کي
جو برهم پڇاڻي، کھي ٽيئون سو آنند ماڻي. پائي پُورڻ پد نرباڻ.٤- راڳ جوڳ
پڇن-٦٠- ري من سنسن کي کر دُور، گيان وٺي پُوري ستگر کان -ٽيڪ- گيان بنا
نا سنسو ويندو، گر بن گيان نہ کڏهين ٿيندو. ٻاو سان هردو کر ڀرپُور.١- سنسو
هُوندو من ۾ جيسين، شانت اچي نا چت ۾ تيسين. تنهن لاءِ سنسن کي کر چُور.٢-
سنسي وارو سک نا پائي، ڀوَساگر ۾ غوطا کائي. تنهن لاءِ سنسو ڪڍڻ ضرُور.٣-
سنسو جيءَ مان ويندو تڏهين، پاڻ پڇاڻيندين تُون جڏهين. کھي ٽيئون تُون پاڻ پرُوڙ.٤- راڳ
جوڳ پڇن-٦١- جتن کري کو لکين هزار، گيان بنا ٿئي مُور نہ مکتي -ٽيڪ-
چار ويد کٽ شاستر سِمرتيُون، گرنٿ پُراڻ ۽ پستک پوٿيُون. پڙهي پڙهائي بيشُمار.١-
آسڻ ماري مالها ڦيري، سِڌي هلائي ماٺُون ميڙي- بيک ڀلي کو کري اپار.٢- گنگا
جمنا تيرٿ نائي، مندر پُوڄي يوڳ لڳائي. يگيہ کري کو بھُ پرکار.٣- گيان بنا
نا موکش ٿئي تو، کھي ٽيئون گر گيان ڏئي تو. سنت چوَن ايئين وارونوار.٤- راڳ
جوڳ پڇن-٦٢- ستگر ۾ تُون رک وشواس، ستگر تنهنجا ڪارج سنواري -ٽيڪ-
ڌيرج ڌر دلگير نہ ٿيءُ تُون، استر من سان هر رس پيءُ تُون. توڙو ڀي تُون ٿي نہ
نِراس.١- ستگر داتا سمرٿ آهي، شرڻ پِيَن جي آس پُڄائي. چت جوُن چنتائُون
کر ناس.٢- جنهن جنهن هنڌ ڀي داس پُڪاري، پھُچي اُت گرُو کشٽ نِواري. شرڌا

سان توُن کر ارداس.٣- کھي ٽيئون چوان سچ تو پائي، ستگر وٽ آهہِ کمي نہ ڪائي. صرف نِيّت کر پنھنجي راس.٤- راڳ جوڳ پچن-٦٣- جيڪي جنھنجو ڪن ايپاس، لوڪ تنھين ۾ سي تہ سماٽا -ٽيڪ- ڪامنا سان شپ ڪرم ڪرن جي، سرڳ لوڪ ۾ وڃي رھن سي. سرڳ لوڪ جو وني ھُلاس، اڇن جڳت ۾ پُڇن پُڇاٽا.١- پاپ ڪرم ڪن پاپي جيئي، نرڪن جا دک پوڳن سيئي. نيچ جوڻين ۾ ڪن سي واس، ڦِرن چؤراسي رھن ويڳاٽا.٢- سگڻ اپاسڪ جي نشڪامي، ڌيان اپاسن ڪرم مُدامي. جم دوُتن جي ٽوڙي ڦاس، اِشٽ لوڪ سي ڪرن نِڪاٽا.٣- برھم اپاسڪ آھن جيئي، برھم لوڪ ۾ وڃن ٽا سيئي. برھم‌لوڪ ۾ ڪري نِواس، ٽيندا مڪتي ڪلپ پُڇاٽا.٤- کھي ٽيئون جي برھم ڌيائن، برھم‌روُپ ڪي سيئي پائن. رام پچن جي ڪن ھرِداس، ايشور جي در سي تہ اگھاٽا.٥- راڳ جوڳ پچن-٦٤- ساڪي ٽي توُن ڏِس سنسار، دائو ڪنھن ۾ رک نا پنھنجو -ٽيڪ-راڳ رکي ڪر پيار نہ ڪنھن سان، دويش رکي ڪر وير نہ ڪنھن سان. نِردعوِيٰ ٽي وقت گذار، ساگر ترندين تڏھين سھنجو.١- داعويٰ وارا داد نہ لھندا، سائينءَ جي در سنڪٽ سھندا. جمپور ۾ سي ٽيندا خوار، ترڻ انھن جو آھي اھنجو.٢- ساڪي ٽي سڀ ڏِسندو ھل توُن، آنڪ نہ ڪاٽي ھڪڙو پَل توُن. جوُنو جاٽھ جڳ جنسار، جنم سڦل ٽئي تڏھين تنھنجو.٣- آھين ساڪي ٽيءُ بہ ساڪي، کھي ٽيئون اھا ويدن باڪي. سک دک ۾ توُن رَھہ اِڪسار، دوش لڳي نا توکي ڪنھنجو.٤- راڳ جوڳ پچن-٦٥- تِن تان مان قربان پياري، جي

پِرينءَ جو پيغام پُڄائن -ٽيڪ- پيغام پرينءَ جو آهِ سڪدائي، تنهنجي مَٽ ٻي وستوُ نہ ڪائي. گھوريان پنهنجا پران پياري.١- پيغام پرينءَ جو آڻن جيئي، سچڻ سچا مان سمجهان سيئي. سالڪ سي تہ سُڄان پياري.٢- انهن لاءِ مان اڱڻ اُجاريان، پلنگ پَٿاري تِن ڪي وِهاريان. سَوين ڪريان سنمان پياري.٣- ڪهي ٽيئون سي ڪڏهين ايندا، ديا ڪري اچي درشن ڏيندا. مهر پريا مهروان پياري.٤- ٦٧٠-







## -اوم ستنام ساکي - سلوک مالا-

نرگڻ نِبلي آهيان نماڻي تہ نِڌر. ٻيڙو هِن ٻانهيءَ جو سائين سُتڙ ڪر. ٽيئون لوڪ ٽِنهين ۾ رکين نال نظر. وارو ڏيئي ور، ٽيان سُهاڳڻ سَرتِئين.١-
نرگڻ نبلي آهيان نماڻي تہ نِسَت. ٻيڙو هن ٻانهيءَ جو سائين تار سُتت. ٽيئون لوڪ ٽِنهين ۾ ڏي تُون مَت سُمت. پريوُ رک تُون پَت، ٽيان سُهاڳڻ سَرتئين.٢-
نرگڻ نبلي آهيان اصلي ڪانڌ ڪِني. ٻيَس پناري تنهنجي ڇڏ تُون ڪين ڇِني. ٽيئون لوڪ ٽِنهين ۾ تُون آهين شاهہ گَني. ڏي يڪتي ڀاوَ ڀِني، ٽيان سُهاڳڻ سَرتئين.٣-
نرگڻ نبلي آهيان اصلي عيب ڀري. مالڪ پنهنجي مهر ڪر وجان پار تري. کهي ٽيئون ڪرپا ڪري دل جي ڪول دري. ڏي تُون ڏات ذري، ٽيان سُهاڳڻ سَرتئين.٤-
نرگڻ نبلي آهيان اگلي مان اڻڄاڻ. ٻِيَس پَناري تنهنجي هٿ ٻڌي مان هاڻ. کهي ٽيئون ڪرپا ڪري ڪٽ ڪرمن جي ڪاڻ. ڪميا جي ڏي ڪاڻ، ٽيان سُهاڳڻ سَرتئين.٥-
لِکان ڪيئن ليکو ڪريان مِلي نہ گهايل گس. هُنن ڪمايو قيمتي مُون تہ ڪمائي ڪسُ. جي سائين ڪري سرس، لِکنديوُن لکڻ واريوُن.٦- لکنديوُن لکڻ واريوُن جن ڪيو سار سهي. تن جي هٿ ۾ ساهمِيوُن توري ٽُرارا ٻئي. ٽيئون سڀ ۾ ڪوُڙ جي وينا سُڌ لهي. تئي اُٽل اوڏانهين جيڏاهن وٺ وئراڳ جو.٧- لکان ڪيئن ليکو ڪريان قلم ڪري

نا ڪم. آدي آتم ديش ۾ ناهي گوندر غم. ناهي ذات نہ پات ڪا نڪو دک ڏي جَم. ٽيئون ديش اگم، سوڌي لڌم سرير ۾.٨- لڪان ڪيئن ليڪو ڪريان ڪڇ قلم ڪين لِکي. اکر اگم ديش جو ڪا سُورِيتِڻ سِکي. پائي مُنهن مڙهيءَ ۾ ماڪيءَ لار چکي. ٽيئون رُوپ لکي، پل پل پنهنجي پيءُ جو.٩- لِکان ڪيئن ليڪو ڪريان ناهن قلم جي ڪار. آدم ويد پُراڻ ڪان اڳيرِ هئي هونگار. ساڌن صاف سهي ڪئي گونگي جي گفتار. دل ۾ ڪر ديدار، ٽيئون لکي پاڻ کي.١٠- پهرين لکِ تون پاڻ کي پوءِ لکِج ڪرتار. ست چت آنند آتما آهي آگم اپار. جيئن جل ۾ آ بُدبُدو تيئن جڳ جو جنسار. ٽيئون سمجهي سار، پائج سک سورُوپ جو.١١- لِکان ڪيئن ليڪو ڪريان تو قلم ڪين وَهي. پهچي سو تنهن پد کي جو سپ سُور سهي. ٽيئون لوڪ تِنهين ۾ سو جن امر رهي. اکنڊ سک لهي، پائي جهاتي پاڻ ۾.١٢- عقل هميشهہ عشق سان جهيڙو تو جوڙي. عقل پڙهائي پوٿيون عشق ڏسي ڦوڙي. عقل سُکي تن کي رکي عشق ڏي رت روڙي. ٽيئون عشق تورڙي، جيئري ڪاغذ جم جو.١٣- جنهن وڻ کي ٽا ڪاٽيو سو وڻ ڪنبو ڪين. جڳ ۾ بيا وڻ جيترا کِن ۾ ٽيندا ڪين. ٽيئون ڪي پربين، واس وڻن هن وڻ سندو.١٤- هي وڻ وڍيو ڪين ڪي آهي ساماٽو. ڪڏهين جهڪ جهولن ۾ ناهي ڪوماٽو. ٽيئون سيباٽو، داتا جي دربار ۾.١٥- وِڍڻ جو هي نانهن وڻ هن وڻ جهليا گل. ڦِن هن

جا پارس جيئن آهن ڦل املھ. وڏبا سيئي ڪل، تيئون وڏڻ وارن سند.۱۶- ڏسي ڏولائو ڏيھ ۾ تتي ڌرتي جب. ڪھي تيئون تيا جڳت جا جيوَ پياسي سب. بادل برسڻ آئيو ڪري ڪَڪَر تپ. جھر جھر ڪري جھپ، وسايئين وئران ڪي.۱۷- وسايئين وئران ڪي ٻڏي پوُنءِ پُٽڪار. وڻ ٽڻ گاھن گلن جي تيئون تي گلزار. لتا ڏرت ڏڪار، آئن جا امبار تيا.۱۸- سڄ لتي سانجھيءَ سمي جي ڪن پکي پُڪار. پائي پاند ٻچيءَ ۾ روئن زارون‌زار. ڪھي تيئون ڪرپا ڪري تارج سي ڪرتار. بنا تو آڌار، ڪنڌي تن ٻي نانھن ڪا.۱۹- پائي پاند ٻچيءَ جي پکي پُڪاروُن ڪن. محبت جي مھراڻ مان لعلوُن سي تہ لھن. ٻالھيوُن ٻُجھھ اندر جوُن پوَن ساڻ پڇھن. جڳان جڳ جيئن، تيئون سي سنسار ۾.۲۰- ڪريان نت پرڻام، ستگر ڪي نِوڙي ڪري. ڪرپا جنھن پنھنجي ڪري پِيارِيو امرت جام. سھجي من سيتل ٿيو خيال مِٽيو سڀ خام. تيئون پد آيرام، پاتو موُن پرتيت سان.۲۱- ستگر آ داتار، تيئون تِن لوڪن ۾. سڪ سان جو شرڌي اچي تنھنجو ڪري اُڌار. هر يڪتي گڻ گيان جو پري ڏئي پنڌار. هردم ٻل ٻلھار، وڃان تنھن گرديوَ تان.۲۲- ٻيد نہ ڪو آهي، گوبند ۽ گرديوَ ۾. شرڌا سِڪ جيڪو رکي ڏسندو تنھن ٿاهي. ڪھي تيئون تنھنجا گروُ دکڙا تو لاهي. چت ۾ جو چاهي، سو ڦل ڏي تنھن ستگروُ.۲۳-ڪيڏي وڏائي، ڪريان تنھن گرديوَ جي. ويد وديا ڏيئي جنھين اوديا مِٽائي. من مندر روشن ٿيو رهي نہ اوُنداهي.

وڃي سمائي، تيئون سُرت سوَروُپ ۾.٢٤- ستگر ڏني سوُجهہ، ساکي برهم سوَروُپ جي. پيد پرانتي دوُر ڪئي ڏئي ٻوڌ جي ٻوُجهہ. تيئون ممتا موُنجهہ، مِٽي ويئي من مان.٢٥- ستگر سوناري، وِجهي محبت مَچ ۾. پائي سُهاڳو پريم جو ڪوناريءَ ڪاڙهي. سچو ڪيَڙو سون موُن ٻيائي مل ٻاري. تيئون سينگاري، سهڻو ڪيو سنسار ۾.٢٦- جيڪو پريمي جن، وٺي اوت گرديوَ جي. تنهنجو تئي گر مهر سان شيتل تن ۽ من. سُٺي گيان وگيان کي پائي آتم ڏن. تيئون سو پرسن، سدا رهي سنسار ۾.٢٧- تن من ڏن ۽ سواس، ڏنو جن گرديوَ کي. آتم ٻوڌ وٺي ڪيو انترمُک اپياس. ملي سي محبوُب سان موُجوُن ماڻن خاص. تن کي جم جو تِراس، ڪهي تيئون ڪڇ نا رهي.٢٨- جني وَرتي اوٽ، سچي ستگر ديوَ جي. لٿي تن جي سِر مٿان سڀ پاپن جي پوٽ. تيئون عشق عجيب جي تن کي لڳي چوٽ. پڃي ڪرمن ڪوٽ، سکي ٿيا سوَروُپ ۾.٢٩- بنا ستگر شانتِ، ڪڏهين پائي ڪونہ ڪو. پاوين تپ تيرٿ ڪري رهي منجهہ ايڪانت. توڙي نانا ڀانت، تيئون پوُڄي ديوَ سڀ.٣٠- ستگر سيڪارِي، ڄُڳتي جوڳ اپياس جي. پيالو پيئاري پريم جو چاڙهي خوماري. ڪٽي ڪتاري گيان جي ڪاٺي جم جاري. تيئون ٻلهاري، وڃان تنهن گرديوَ تان.٣١- ستگر ڪيو احسان، اڻميو منهنجي مٿان. ديا ڪري جنهن آ ڏنو نام سندو موُن دان. برهماتم جو گيان ڏئي دوُر ڪيو اگيان. ڪهي تيئون ڪليان، ڪيَڙو جنهن ڪرپا ڪري.٣٢- پريم سندو پيالو، پري ڏنو گرديوَ موُن. پيئندي

خود مستي چڙهي من ٿيو متوالو. ٿيئون جڳ جنجال کان ٽِيَڙس نرالو. انيوَ
جو تالو، کلي پِيَڙو پاٽهين.٣٣- گروُ ديوَن جو ديوُ، آهي هن سنسار ۾. ادب
ساڻ آگيا مڃي شرڌا سان کر سيوَ. ڏن جوين کل ذات جو ميٽي توُن اهميوُ. ٿيئون
پائڃ پيوُ، ساکي شڌ سوَروُپ جو.٣٤- ستگر شاهنشاهہ، آهي ڏن گڻ گيان جو.
ٿيئون ست اپديش سان ميٽي ٿو چت چاهہ. مکت کري ٿو جيوَ کي ڏَسي گيان جي راهہ. آنند
ڏئي اٿاهہ، دک کري سڀ دوُر ٿو.٣٥- ستگر پريم پٽي، موُنکي پاڙهي پريم سان. گر منتر
ڏَئِي گِيات سان پاپن پاڙ پٽي. برهہ سندي بيمار جي کيائين ملم پٽي. ٿيئون آٽپٽي،
ڳالهہ ڏسيائين ڳجهہ جي.٣٦- آهن پرنگ سَمان، ساڌوُ هن سنسار ۾. شبد سُٽائي برهم
جو ميٽِن تن ايمان. ميلن شڌ سوَروُپ سان ڏيئي آتم گيان. تن من ڏن قربان،
کهي ٿيئون تن تان کريان.٣٧- آديسن آرو، رکيو انيوَ ديش ڏي. ٿيئون جڳ جنجال کان
خيال کري نيارو. خودي ڇڏي بيخود سندو چلن سي چارو. نِسنگ ٿي نعارو، هڻن اعنل
حق جو.٣٨- آديسن آهي، پياس پوُرب پار جي. قربئوُن هليا کاپڙي لاڳاپا لاهي.
سُهما سختيوُن سوُر سڀ کنيائوُن سِر ساهي. کهي ٿيئون کاهي، پهتا پوُرب پار ڏي.٣٩- ماري
آديسن، ٿبي انيوَ سنڌ ۾. لعل رتن وچنن سندا آندا اتان تن. تن جو
مول امول کيو سمجهي صرافن. مهما تن جي کن، ٿيئون ٿيئي لوک ٽا.٤٠- سدائين
سورين، ساڌوُ مالا سواس جي. ٻاهر ٻولن کين کي اندر ٽا اورينِ. لوکن کان

تہ لِکي ڪري چرخو ٿا چورينِ. ٿُريا ۾ تورينِ، ٽيئون آتم تتوَ کي.٤١- جتي جوڳ
نہ جپ، درويشن جو ديش سو. جنم مرڻ جت نانھن ڪو نکو ڪال جو ٻپ. سُٽڻ ڏِسڻ
جِت نانھن ڪو نکو چري ٿو چپ. ٽيئون ماري ٽپ، پَھچن ڪي پريمي اتي.٤٢-
جوڳيءَ ڏنو جام، محبت جو مُرڪي ڪري. پيئڻ ساڻ چڙھي ويو نشو نينھن
تمام. پرچي پاتم پلڪ ۾ آتم جو آرام. ٽيئون خودي خام، مِٽي وِيَڙو
من مان.٤٣- سنتن جو ستسنگ، سھٹو آھي سنسار ۾. ميٽي ممتا موھہ کي آنند
ڏئي اُمنگ. لائي آتم رنگ، ٽيئون ميلي رام سان.٤٤- پُرجھي پريميءَ پڳ، ڪنيو ساڏ
سنگت ڏي. ملي سنتن سان لڌو ديش امر جو دڳ. پھچي آتم گھر ڏنو جو آ
سپ ڪان اڳ. جنھن ۾ سارو جڳ، ٽيئون ڀاسي ڪين ڪي.٤٥- رھہ تُون سنتن ساڻ، چڏي
سنگ سنسار جا. وچن سُٽي ويدانت جا پنھنجو پاڻ سڃاڻ. ڪر ٽيئون ڪلياڻ، پنھنجو
تُون پرتيت سان.٤٦- جو جن آھِہ پيو، ستپُرشن جي شرڻ ۾. تنھنجو سنتن
سھج ھي ڪارج سڦل ڪيو. ترت تنھينجي من مان سنسو شوڪ ويو. ٽيئون ڪونہ
رھيو، تنھنکي يؤ جم ڪال جو.٤٧- جوڳين جاڳايو، اوديا سنديءَ ننڊ مان.
وِشيُن ڪان وئراڳ ڏئي جوڳ مُڳِت لايو. ست چت آنند آتما سوَرُوپ سمجھايو.
اڏياس مِٽايو، ٽيئون ٽِن ديھِن سندو.٤٨- وسائي واري، ويھي وِراڳِنِ وِرِھہ
جي. سمجھي مانش ديھہ کي سُمرن جي واري. کھي ٽيئون ڪرتار تان جان ٽِني واري.

وَهي جَمَ واري، ڦاڙي تن ڦِتي ڪئي.۴۹- وئراڳن هڪ وات، وَرتي آ وئراڳ جي.
ڪين ڦسن سنسار ۾ گهمن جهنگ جهر گهات. پائي جهاتي پاڻ ۾ ڏِسن جوت لِلات.
ڪولي خيال ڪپاٽ، ٽيئون پائن شانت سُک.۵۰- درويشن آ دڳ، ورتو ديش اگم
جو. ست چاڻن هڪ آتما ٻيو سڀ جُوٺو جڳ. پيري پريم سان پڳ، ٽيئون مليا
رام سان.۵۱- لاهُوتي نہ لِڪن، سُورج جيئن سنسار ۾. منهن ۾ جن جي
آ مٺيا چنڊ جيان چمڪن. ٽيئون ٽن لوڪن ۾ دامِن جيئن دمڪن.
منهن ۾ سي مُشڪن، سڀ گهٽ سائينءَ کي ڏِسي.۵۲- لوڪن ڪل ڪيهي، درويشن جي
درد جي. دم ماري دم ۾ سدا پاڻ پَسَن پيهي. نرمل ٿيا نيهي، ڪهي ٽيئون ٻنڌن
ڪٽي.۵۳- جادُوگر آهن، جوڳيئڙا تہ جهان ۾. جادوُ هٽي پريم جو چت
ٿا چورائن. ڪهي ٽيئون ڳڻ گيان جوُن مُرليوُن وڄائن. تن من ڍِلائن،
رهي نہ سُڌ سنسار جي.۵۴- پل پل پوُر پوَن، جيءَ ۾ جوڳيئڙن جا.
تن جي درشن لاءِ ٿا منهنجا نيڻ سِڪن. ويندس وِهندس ڪين ڪي ڏوري
ڏسندس تن. پريم پيئاريو جن، ٽيئون وِسرن ڪين سي.۵۵- ساميئڙن جي
سِڪ، لوُنءَ لوُنءَ ۾ آهي لڳي. جني پيئاري پريت سان پريم سندي موُن پِڪ. ڳالهہ
ٻڌايئوُن ڳُجهہ سندي حقيقت جي هڪ. ٽيئون من هِڪ ٽِڪ، محبت ۾ منهنجو ڪيو.۵۶-
پل پل پوَن ياد، سرتيوُن سنت سڄڻ ٿا. آتم آش اچي ڪندا اڱڻ موُن

آباد. ڪلندا در خوشيءَ جا ٿيندا غم برباد. ڪندا من کي شاد، ڪهي ٿيئون ڪرپا ڪري.٥٧- سنتن کي ساريان، سرتيوُن سِڪ ۾ سوز مان. پِپهي وانگر پريم سان پل پل پُڪاريان. دردن دوُنهن دکائيا گوُندر ۾ گهاريان. نيڻ ڪٽي نهاريان، ٿيئون تن جي طرف ڏي.٥٨- ساڌوُ پُرش سُجان، آيا منهنجي اڱڻ اڄ. ڏئي ٻوڌ ٻُڌيءَ کي ڪڍيائوُن غئر گمان.ٿيئون سڀ سڦلا ٿيا جپ تپ دان سنان. تن من ڏن قربان، ڪريان مان تن جي مٿان.٥٩- ساڌوُ جن آهن، سچا ساٿي جڳت ۾، ٽوڙي بنڌن موهه جي ننڊ مان جاڳائن. ڏيئي آتم گيان ٿا سنسا مِٽائن. پل ۾ پهچائن، ٿيئون پد نرباڻ ۾.٦٠- سنتن منجهه سڀِنڌ، آهي شيءِ گڻ گيان جو. پوُنڊن جان اوگڻ سندو موُنڊ ڪٽن ڏُرڳند. پنوَرن جان گڻ ڪٽن ٿا نيهي ٿي نربند. سنتن ساڻ سپند، ٿيئون جن جو آ سدا.٦١- سنتن جو سَنمان، ڪر توُن شرڌا ڀاوَ سان. تن من ڏن سان سيوَ ڪر نِشدِن ٿي نِرمانُ. ٿيئون ترڪ ڇڏي ڪري پريم رکِڄ پرڌان. ڀڳتي گيان وگيان، پائڄ تِن مان پريت سان.٦٢- سنتن سنگ سان خيال، جڳ ۾ جن جا سُڌريا. سيئي هن سنسار ۾ لاهوُتي ٿيا لعل. ٿيئون لوڪ ٿِنهين ۾ نيهي ٿيا نِهال. سدا رهن خوشحال، پائي درشن ديوَ جو.٦٣- جن کي آيو رس، رام نام جي جپڻ جو. ڪوري تن آهي ڪڍي ڪوُڙ ڪپٽ جي ڪس. تن جو لوڪ پرلوڪ ۾ جڳان جڳ ٿيو جس. ڏِين سين کي ڏس، ٿيئون سي هر جپڻ جو.٦٤-

جپيو جن هري، انئي پهر اندر ۾. آشا سڀ سنسار جي تنجي آهہ
هري. تيئون سدا هري، تنجي دل شڀ گڻ سان.٦٥- لاهي جني سِري، ڏِني
ستگرديوَ کي. پهتا ديش اکنڊ ۾ سي جن سُتت سِري. تن جي هردم پريم سان
سيوا کري سِري. پاتي تني سِري، تيئون تِن لوکن ۾.٦٦- پوکِي جن سارِي، شڀ
کرمن جي جڳت ۾. سڦل کئي گر سيوَ ۾ عمر جني ساري. ڀڄن کري ڀڳوان جو
کَٽِي جن ساري. ڌن سي سنساري، کهي تيئون سنسار ۾.٦٧- پيتو جن آ پَت، امرت
آتم گيان جو. دوُر کيو تِنِ ٻُڏيءَ تان اوديا روُپي پَٽ. کاوڙ کن سي کين کي
من ماري کِيو پَت. جيئين کومل پَت، تيئون رهن تيئن جڳت ۾.٦٨- بيخود خوماري، چڙهي
جن کي پريم جي. ڀُلي وئي وهنوار جي تن کان سُڌ ساري. پاتو تن ياري، تيئون
سک سوَروُپ جو.٦٩- لاٿي جن ڀري، سِر تان موهہ ممت جي. هر ڀکتي گڻ گيان
سان تن جي دل ڀري. کهي تيئون کرتار ڏي تِن وِک آهہ ڀري. سُرت رکي سيري
مليا سي منٺار سان.٧٠- عرض اهو اوناءِ، مالک موُن مِسکين جو. کام کروڌ
مد موهہ کان ڀڳوَت ترت بچاءِ. اؤکيءَ ويل اچي کري صاحب تيءُ سهاءِ. لڇپَت
ساڻ رهاءِ، کهي تيئون سنسار ۾.٧١- موهن جي مُرلي، سڀ سازن کان سوهٽي. سُر
نر مُنِجن، مَگن ٿيا سُٽي سا سُرلي. منش مِروُن مستان ٿيا ٻُڏي سا ٻُرلي.
سا موُن من ڌرلي، تيئون سِک شرڌا رکي.٧٢- پٽسن جا پياسي، پوُڄا کن پاکنڊ سان.

پيڪن مَنجهہ ٻُلي پيا مُوڙها مَواسي. ڪين سڃاڻن سچ ٿيا واسوڙن واسي. مالا پائي مَڪر ڪن دنيا جا داسي. ٿيئون پئي ڦاسي، جيئري تن ڪي جم جي.٧٣- نيٺين ننڊ ڦِٽاءِ، درد رکي تُون دل ۾. پسڻ لاءِ پِرين جي پل پل پُور پچاءِ. ڇڏي خيال خوديءَ جا جهدؤن جوڳ ڪماءِ. ٿيئون سُرت سماءِ، گرمُک ٿي گر شبد ۾.٧۴- جوڳي ٿين تان جاڳ، جاڳي جوڳ ڪماءِ تُون. سُرت سمائي شبد ۾ سُڻ انحد جو راڳ. ٿيئون لوڪ ٿيئي ڇڏي ماڻهڇ پنهنجو ماڳ. ميٽ ڊُئيءَ جو داڳ، سَمنا ۾ ثابت رهي.٧۵- ڏک ڏِين ٿا ڏس، پريتم سندي پار جو. ريءَ ڏکن جي ڪونہ ڪو اچي رُوح کي رس. ٿيئون پاتم جس، رکي سِڪ سُورن سان.٧٦- سُورن سان من لاءِ، سُورن ۾ ٿي سوجهرو. روئي روئي رُوح ۾ رانول کي ريجهاءِ. ٿيئون توڙ نياءِ، ڏک ڏِسي ڏر ڪين ڪي.٧٧- مر تہ پائين مانُ، دوسن جي دربار ۾. مرڻ ري ڪڏهين نہ ٿئي تنهنجو شاهي شانُ. زهر مري امرت ٿئي جاڻي سچو جهان. ٿيئون ڇڏ ايمان، جوُني تن جوين سندو.٧٨- پنڊت پير فقير، من ماريا هن ڪيترا. ڪنهنکي ڇڏي ڪين ڪي هٽي تمان جا تير. ڪنهن گرمُک ٻڌس گِيات سان جوڙي نام زنجير. سيئي ساڌُو وير، ٿيئون من جن وَس ڪيو.٧٩- هيڻاهون ٿي هل، ڇڏي هٺ هٺڻ جو. وڃي ساڌ سنگت ۾ ميٽج من جي مل. سيوا ڪر سيوڪ بڻي ڇڏي وَل ۽ ڇل. ٿيئون پاءِ آٿل، پوُرڻ پد پرتيت سان.٨٠- ٿي ڪم ڪر هروار، ٿيئون مانش ديهہ ۾. هڪڙو وِرهہ وئراڳ تُون اکين مَنجهہ

وِهار. ڀيو ڀڳتي ۽ ڀاو سان ڀڳوَت نام اچار. ٽِيون هردي ۾ ڌار، سچو گيان سوَرُوپ جو.٨١- ڪام ڪروڌ ۽ لوڀ، ٽيئي دروازا نرڪ جا. دمن ديا ۽ دان سان ميٽج من جو ڪِيوڀ. ٽيئون پائج سوڀ، تنهين کي وَس ۾ ڪري.٨٢- ڪر توُن شڌ اهار، چڏي اشڌ اهار کي، شڌ سان تو من شڌ ٿئي ۽ ٻڌ ٿئي اُدار. شڌ ٻڌيءَ سان تو ملي ڀڪتي گيان ڀنڊار. آتم جو ديدار، کهي ٽيئون ٿئي گيان سان.٨٣- سادي رهتي رَهه، چڏي ديهه سينگار کي. شؤنق رکي توُن وِشيه جي وهڪري ۾ نا وَهه. شيل صبر سنتوش سان سِر تي سختيوُن سَهه. لعل املهه توُن لهه، ٽيئون شڌ رهڻي رهي.٨٤- سارو هي سنسار، گڻ اوگڻ جو روُپ آ. گرهڻ ڪر توُن گڻن کي اوگڻ چڏي آسار. ٽيئون ماکيءَ مَک جِيان سڀ مان ڪڍ توُن سار. ڀر دل جو ڀنڊار، گرمُک تي گڻ گيان سان.٨٥- ڪنهنجي دل نه دکاءِ، سڀ ۾ آ سائين سچو. روُح رنجائڻ سان ملي نرڪ ۾ ڀي نا جاءِ. ٽيئون تن من وچن سان سڀ کي سک پهچاءِ. بادل جيئن برساءِ، سيني تي مينهن مهر جو.٨٦- هيرو جنم نه هار، مايا ممتا ۾ ڦسي. جوُنو جاٽي جڳت کي وِشين ڪان من وار. کهي ٽيئون ڪرتار سان قؤل ڳري جو پار. ڪڏهين ڪين وسار، سُمرڻ ڪر هروار توُن.٨٧- جڳ ڪان ٿيءُ اداس، وشين ڀوڳن کي چڏي. سنتن جي سنگ ۾ رهي سُڻ توُن وچن وِلاس. ويهي ڪر ايڪانت ۾ انترمُک ابياس. ٽيئون سُوَيم پرڪاس، آتم ڏس توُن اندر ۾.٨٨- خيال رکي پڙهه خط، پِرين سندي پار

جو. جنهن ۾ لِکيل آهہ توُن اُتي جاڳ سُتت. سوجهي لهج شرير ۾ اکنڊ آتم
تت. رکي جت ۽ ست، ٽيئون ماڻج ماڳ کي.٨٩-. امرت ويلي جاڳ، غفلت جي ننڊ
کي ڇڏي. کر اپياس گر شبد جو کري وشيہ جو تياڳ. ميٺي ڦرنا فِکر سڀ آتم
انتر لاڳ. ٽيئون ماڻ سُهاڳ، سُرت رکي سوَروُپ ۾.٩٠- پريوُء سان کر پيار،
پيار ڇڏي پريوار جو. رات ڏينهان رٽ رام کي روئي زارون زار. ڪڏهن ڀُلائج کين کي
کهي ٽيئون کرتار. دلبر جو ديدار، پائج توُن پريتي رکي.٩١- پريوُء ملڻ جي
پياس، منهنجي من ۾ آ گهڻي. بن درشن داتار جي آهيان مان تہ اداس. اچي منهنجي
اندر ۾ کيرُو درد نِواس. جڳ جا هاس ولاس، ٽيئون سڀ وسري ويا.٩٢- دل
تي ديواني، درشن لاءِ دلدار جي. ماندي محبت ۾ مران ڦِران مستاني. ڀَسڻ خاطر
پِرينءَ جي لڳي پريشاني. جيءَ سندو جانِي، ٽيئون ملندو مُون ڪڏهن.٩٣- جنهنجو
انت نہ پار، اٿهوُندو ساگر وَهي. لهرن منجهہ لُڙهي ويا جڳ جا جيوَ آپار.ٽيئون
سو گرمُک تريو نِسنگ تي نِروار. جنهنکي ست ويچار، گروُءَ ڏنو کرپا کري.٩٤-
پِراڻن ۾ پرکاش، آهي سوهم شبد جو. نايئ کان نکري کري گگن منڊل ۾ واس.
تنهن سان سُرت ملي کري پائي سک اوِناس. اهو آنند اپياس، ٽيئون کو گرمُک کري.٩٥-
جنهنکي رس آيو، انترمُک اپياس جو. سو نت سک سوَروُپ ۾ سهجي
سمايو. من مان متايو، ٽيئون دک تنهن کال جو.٩٦- نرمل کو نيهي، اِستت آتم

۾ رهي. ماريو جنهن مد مانَ ڪي وحدت ۾ ويهي. پڙدا پنج پٽي جنهين پاڻ ڏنو پيهي.
ڪرياَن مان ڪيهي، ٿيئون تنهنجي ڳالهڙي.٩٧- ڄاڻ جني ڄاتي، آتم برهم ايڪ جي.
سڀ گهٽ تن ساکيءَ سندي صوُرت سُڄاتي. تِنِ جي سُرت سوَروُپ ۾ رهي نِت راتي.
ٿيئون تن پاتي، پدوي پد نرباڻ جي.٩٨- پل پل پُڪاري، چوَن ويد پُراڻ سڀ.
پنهنجو پاڻ سڃاڻ توُن ٿيئون گردواري. شبد ملائي سواس ۾ سُرتي رک ساري. قُرنا
نِواري، درشن پائج ديوَ جو.٩٩- جني پڇاڻيو پاڻ، تني سڃاتو رام ڪي. ويو
تِني ڪانِ وسري موُن توُن سندو ماڻ. ٿيئون لوڪ تِنهين جو ڄاتو تن سڀ ڄاڻ. پائي پد
نرباڻ. اِستت آتم ۾ ٿيا.١٠٠- آنند جو درياهه، ٿيئون اندر ۾ وَهي. ڀي وٽ توُن
پرتيت سان تنهن مان پاڻيءَ پاءُ. تن من جي تِرشا هري ماڻ صبر جو ساءُ. ميٽي
دُتيا ڀاءُ، سُکي ٿيءُ سوَروُپ ۾.١٠١- اندر انيوَ ويد، پڙهه توُن پريمي پريت سان.
مِٽي جنهنجي پڙهڻ سان خوديءَ جو سڀ ڪيد. پاپ تاپ سنتاپ ڪو رهي نہ وِڌ نِڪيد.
ڀرم ڀرانتي ڀيد، ڪهي ٿيئون ڪڇ نا رهي.١٠٢- سوهم سندو ساز، سدا وڄي تو سواس ۾.
ٻُڌج ٻئي ڪن توُن ڏئي آنحد جو آواز. پاڻ ڀُلائي پاڻ ۾ پاءِ روُحاني راز. ڪهي
ٿيئون سُوَراج، شانتيءَ وارو ماڻ توُن.١٠٣- جوڳي ڪر توُن جوڳ، جاڳي جُهد جَتن
سان. ساڌي يم ۽ نِيَم ڪي ميٽج من جو روڳ. آسڻ پراڻايام سان ڪر توُن ديهه
نروڳ. جيتج من پرتِهار سان ڀُلي نہ ڀوڳج ڀوڳ. ڪر توُن ڌارڻا ڌيان سان

سُرتي شبد سنجوڳ. آتم برهم اروڳ، ٽيئون پاءِ سماڌِ سان.١٠٤- پاڻ سڃاڻڻ لاءِ، آئين تون سنسار ۾. پاپ ڇڏي شڀ ڪرم ڪر من جي مئل مِٽاءِ. ڀڄن ڪري ڀڳوان جو چت ڪي اچل بڻاءِ. تَم اگيان هٽاءِ، ٽيئون آتم گيان سان.١٠٥- ڀَسُ تون پنهنجو پاڻ، جهاتي پائي جيءَ ۾. پاڻ پڇاڻڻ لاءِ تون ميٽ مندائي ماڻ. سڀ جو ساکي آهِ جو سوئي صاف سڃاڻ. ٽيئون پاڻ پڇاڻ، پڙدا پنج پري ڪري.١٠٦- آهي آتم ديوَ، دِرشٽا ٽِنِ ديهنِ سندو. تريا ۾ نِت سو رهي پورڻ پُرش اڀيوَ. ڪو جن جاڻي ڀيوَ، ڪهي ٽيئون تنهن ديوَ جو.١٠٧- مِٿيا جڙ دک روپ، آهي ديهه اناتما. ست چت آنند آتما پرماتم سوَروپ. جنهن ۾ جنم نه مرڻ ڪو آهي اکنڊ اروپ. ٽيئون اسنگ انوپ، اجر امر سو آنهن تون.١٠٨-







## -اوم ستنام ساکي- پرارٿنا-

آشوَندي گر تو در آئي، تم بن ٺؤر نہ ڪائي. توُن هر داتا توُن هر ماتا، ميري آش پڄائين. پاءِ پلئہ مئن پير پيادي، آيس هيت مَنجهائين. تن من ڌن ارداس ڪري مئن، مانگت نام سنيهي. نام تمهارا صابن ڪرسان، ڌوسان پاپ سيئي. ڪهي ٽيئون گر لوڪ تين ۾، آوا گمن مِٽائين.

## -اوم ستنام ساکي- شانتي کي دوهي-

يڪت وتسل ڀِيَہ هرن هر، ڪروُڻا شيل نڌان. ڪهہ ٽيئون ڪَلِ ڪال ۾، لاڄ راکہ ڀگوان.١- هي سمرٿ سَروَگيہ هر، دين بنڌوُ داتار. ڪهہ ٽيئون ڪرپا ڪري، دي شپ گٽن پنڌار.٢- مئن مانگت نهين اؤر ڪڇ، سنت درس هر ديهہ. ڪهہ ٽيئون درشن ڪري، سڦل ڪروُن تن ايهہ.٣- اِندرراج وَئِڪنٺ سک، نهين مانگوُن ڌن ڌام. ڪهہ ٽيئون مُجهہ ديجيئي، هي هر اپنا نام.٤- جِتني ڪٽکي ريت ڪي، اتني اوگڻ موهِہ. ڪهہ ٽيئون گر بخشلي، شرن پڙا هوُن توهِہ.٥- ستگر مجهکو دان دي، پريم يڪتي وشواس. ڪهہ ٽيئون نت سُمت دي، سنتن ماهن نِواس.٦- ستگر تم پوُرن ڪرو، ميري يهہ ارداس. ڪهہ ٽيئون من ۾ ڪيي، رهي نہ جگ کي آس.٧- ستگر آتم گيان دي، هرو ديهہ ايمان. ڪهہ ٽيئون سپ گهٽ وِشي، دِکلائو ڀگوان.٨- ري من راکو رام ۾، پوُرن تم وشواس. ڪهہ ٽيئون

وشواس سي، سوي سپ دک ناس.٩- رام پروسا راک تم، اۆر پروسا تياگ. کهه تيئون
هر شرڻ لي، کولو اپنا ياگ.١٠- چنتا يوجن وَسن کي ، تيئون کرتي کاهن.
هر وِشوَمير دي سَيَهِن، کِيا تم ديوَهن ناهن.١١- ادر پرن کي کارني، پتکت کاهن
اجان. تياگي چنتا پيت کي، سُمرو شري پگوان.١٢- کهه تيئون سنسار ۾، بات يهي
هئہ سار. پجن کرو پگوان کا، چوڙو وشيہ وکار.١٣- کهه تيئون هر نام جپ،
پوُلو نا کشڻ ايک. پوگت پوگت وشيہ رس، بيتي جنم انيک.١٤- مات گرڀ ۾ تم
کيئا، هر سي جو اقرار. کهه تيئون تِهن ياد کر، سُمرو ستکرتار.١٥- من بُڌ
اِندريہ پراڻ ڏن، جِهن ديني نر ديهہ. کهه تيئون تِس رام کا، نت سُمرن کر ليهہ.١٦-
پوُرب پڻيہ تي پائيا، مانش کا اوتار. کهه تيئون تِهن سڦل کر، سُمري سِرجڻهار.١٧-
چوُراسي لک يونِ کا، مانش هئہ سِرتاج. کهه تيئون هر پجن کا، کر اِس تن ۾
کاج.١٨- غفلت ۾ نہ گنوائيئي، مانش ديهہ مهان. کهه تيئون تم جاگکي، پجلي شري
پگوان.١٩- کهه تيئون تم چيتلي، آب کڇ بِگڙي ناهن. ديا ڌرم شپ کرم کر،
هر سُمرو من ماهن.٢٠- سوئي اوديا نيند ۾، کهه تيئون بهُه کال. اب تو غفلت
چوڙکي، سُمرو دين‌ديال.٢١- هر سُمرو تم جاگکي، سويہ نہ نِدرا ماهن. کهه تيئون
جاگي بنا، هر درشن دي ناهن.٢٢- امرت ويلي اوُٹکي، چوڙ کلپنا کام. کهه تيئون
هر ڌيان ڌر، سُمرو گروُ کا نام.٢٣- پِراتکال جو اوُٹکي، کرت هري گڻ گان.

ڪهہ ٽيئون سو جڳت ۾، هووَت سنت سُجان.٢٤- نِشدن ڪر شيِ ڀاونا، هر ڪو جان حضوُر. ڪهہ ٽيئون من سي ڪرو، اشيِ ڀاونا دوُر.٢٥- نيچ اوُنچ نرڌن ڌني، سڀ ۾ لک ڪرتار. ڪهہ ٽيئون شڌ ڀاو سي، سيڪا ڪر ستڪار.٢٦- ٻُرا ڀلا نِچ ڀاو هي، سڀ ڪو سک دک ديت. ڪهہ ٽيئون دي اوُر نهين، ڦلت ڀاو ڪا کيت.٢٧- ٻُرا ڪِسيڪا نا ڪرو، سيڪا ڀلا وِچار. ٽيئون ٻُرائي جو ڪري، تانڪا ڪر اُپڪار.٢٨- ڪلپ ورڪش هئہ آتما، ڪهہ ٽيئون سڀ ماهن. جانڪي جئسي ڀاونا، تئسا ڦل دي تاهن.٢٩- من پر ساکشي هوءِ تم، ڌر وويڪ وئراڳ. ڪهہ ٽيئون جي دوش هئن، تانڪا ڪرو تياڳ.٣٠- ٿوري جيوَن هيت تم، ڪرو نہ پاپ اجان. ڪهہ ٽيئون من جيت ڪر، پڙهيہ ڪرو پرڌان.٣١- نشچل من سي مِلت هئہ، نشچل آتمرام. ٽيئون من نشچل ڪري، پائو سک ڪا ڌام.٣٢- اِشٽ ديوَ ڀڳوان ڪي، ڪري اُپاسن جويہ. ڪهہ ٽيئون تِس منش ڪا، نشچل شڌ من هويہ.٣٣- ڪرم ڌرم جپ ڌيان تپ، يوڳ ڀڳيہ ورت دان. ڪهہ ٽيئون هر هيت ڪر، ڇوڙ ممت ايمان.٣٤- جپ تپ سيوا ڪرم شيِ، تيرٿ دان سنان. شرڌا بن ڦل ديت نهين، ڪهہ ٽيئون ست مانِ.٣٥- پريم بنا پهُنچي نهين، ڪو جن هر ڪي ڌام. ڪهہ ٽيئون تانتي جپو، پريم سهِت هرنام.٣٦- پريم ڀاو سي هوت وَش، ڀڪتوَتسل ڀڳوان. ڪهہ ٽيئون تانتي ڪرو، هر سي پريم پرڌان.٣٧- جن جن هر ڪي پريم ۾، دينا تن من پران. ٽيئون تِن ڪي قدم پر، جُهڪ جُهڪ پڙت جهان.٣٨- بيمُک هو ڪرتار سي، ڪرت جڳت

سي پيار. کهہ ٽيئون تِس منش کا، کبھؤن نہ هوت اُڌار.٣٩- سنت گروُ پرماتما، ساچي سنگي جان. کهہ ٽيئون اِن تين سي، کرلي پريم سُجان.٤٠- هر ميلي هئہ سنت جن، هر سي ديت مِلايہ. کهہ ٽيئون ڇوڙت نهين، جو جن شرني آيہ.٤١- جئسي جل ۾ رهت هئہ، اهنِش کمل اليپ. کهہ ٽيئون تِم جگت ۾، سنت رَهت نِرليپ.٤٢- سنت رام ۾ ڀيد نهين، سنت رام سوَروُپ. کهہ ٽيئون رَت رام کو، ڀئي رام کي روُپ.٤٣- سوارٿ بن سيوا کري، سيکو دي سَنمان. ٽيئون سمتا ۾ رهي، سوئي سنت پڇان.٤٤- جگ ۾ جيتي جو مري، تجي ديهہ ايمان. کهہ ٽيئون سنسار ۾، سو نر مُکتا مانِ.٤٥- جيِوت جگ ۾ مَرت جو، تان پر ڇَتر جُھلنت. ٽيئون جگ تِهن پوُجتي، جانِ روُپ ڀگوَنت.٤٦- کميا جانکي من بَسي، تِس هر انتر ناهن. کهہ ٽيئون سُر نر سيي، درشن چاهت تاهن.٤٧- کروڌ تياگ کميا ڌري، سو هئہ پوُجن يوگ. کهہ ٽيئون تِهن درس تي، مِٽ جاوَت سڀ روگ.٤٨- کلي ڪال ۾ کنن هئہ، يوگ يگيہ تپ ڌيان. ساڌوُ سنگ هرنام سي، ٽيئون هو کليان.٤٩- سنت سماگم سم نهين، ساڌن کو جگ ماهن. کهہ ٽيئون بن هر کرپا، ستسنگ مِلتا ناهن.٥٠- پار کرت ڀوَسنڌ سي، ستسنگ پرم جهاز. کهہ ٽيئون تامين چڙهو، ڇوڙ جگت کي لاج.٥١- ستسنگ سي ستگر مِلي، ستگر سي نِج گيان. کهہ ٽيئون نِج گيان سي، مِلهئہ پد نربان.٥٢- ستگر ٻُڌ کي نئن ۾، ڊاري انجن گيان. کهہ ٽيئون تَم يرم هر، دِکلاوي ڀگوان.٥٣- کهہ ٽيئون ڀگوان سي، ستگر اڌِک پڇان. کرمون کا ڦل ديت

هر، گر دي مکتي دان.٥٤- گر بن رنگ نہ لاگهين، گر بن گيان نہ هوئِ. کهہ ٽيئون ستگر بنا، مُکتي نہ پاوي کويہ.٥٥- پوُرن ستگر ديوَ سي، پوُرن لي اپديش. کهہ ٽيئون تِهن سُمرکي، پائو پوُرن ديش.٥٦- سَروَ وياپک جانِ هر، سيکي کريئي سيوَ. کهہ ٽيئون سپ پاپ هر، ديکو آتم ديوَ.٥٧- برهم آتما ايک هئہ، ست چت آنند روُپ. کهہ ٽيئون گياني جسي، جانت نِج سوَروُپ.٥٨- ساکشي چيتن برهم کا، سپ گهٽ ۾ هئہ واس. کهہ ٽيئون ششي سوُريہ ۾، تانکا هئہ پرکاش.٥٩- ساکشي چيتن رم رها، جل ٿل پُن آکاش.

کهہ ٽيئون تِهن جانِکي، پائو سک اوِناش.٦٠-

اوم شانتي! شانتي!! شانتي!!!





شري پريم پرکاش گرنٿ سمپوُرڻ

